# سنڌ جي دربار

(ڪڇ جي مختصر تاريخ، ڀُڄَ جي طبعي احوال سميت)

مصنف:
جيمس برنس

مترجم :
حنيف صديقي



سنڌي ادبي بورڊ

# سنڌ جي درٻار

(ڪڇ جي مختصر تاريخ، ڀُڄَ جي طبعي احوال سميت)


مصنف:

**جيمس برنس**

(سنہ 1828ع ڌاري لکيو ويو.)

مترجم:

**محمد حنيف صديقي**





**سنڌي ادبي بورڊ**

ڄام شورو، سنڌ

2006ع

| | | |
|---|---|---|
| ڇاپو پهريون | سال 1964ع | تعداد هڪ هزار |
| ڇاپو ٻيو | سال 1971ع | تعداد هڪ هزار |
| ڇاپو ٽيون | سال 1976ع | تعداد ٻہ هزار |
| ڇاپو چوٿون | سال 1989ع | تعداد ٻہ هزار |
| ڇاپو پنجون | سال 2003ع | تعداد پنج سؤ |
| **ڇاپو ڇهون** | **سال 2006ع** | **تعداد هڪ هزار** |

قيمت: اسي رپيا
**[ Price Rs. 80-00 ]**

خريداريءَ لاءِ رابطو:

**سنڌي ادبي بورڊ ڪتاب گهر**

تلڪ چاڙهي، حيدرآباد سنڌ
**(Ph: 022-2633679, Fax: 022-2771602)**
**Email Address: sindhiab@yahoo.com**
**Website: www.sindhiab.com**

---

هيءُ ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس ڄامشورو ۾ مئنيجر سيد سڪندر علي شاهه ڇپيو ۽ اعجاز احمد منگي سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ان کي پڌرو ڪيو

# ڇپائيندڙ پاران

جيتريقدر تاريخي حقيقتن جو تعلق آهي، تہ سنڌ ۾ انگريزن جا آڳاٽا پيرا مِيان غلام شاهہ ڪلهوڙي جي زماني ۾ ڏسجن ٿا، جڏهن ڪمپنيءَ طرفان واپار سانگي انگلينڊ جا واپاري حيدرآباد ۾ اچڻ شروع ٿيا. ٽالپرن جي دؤر ۾، جڏهن ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جون پاڙون ڏکڻ ايشيا ۾ ڪنهن قدر پختيون ٿي چڪيون هيون. دراصل تڏهن ئي انگريزن جي سنڌ ۾ اچ وڃ ۽ واڌ آئي ۽ حڪمرانن سان عهدنامن جا سلسلا وجود ۾ آيا.

جديد ۽ سائنسي انداز ۾ سنڌ بابت گهڻي ڪان گهڻو مواد انگريزن يا سندن دور ۾ لکيو ويو آهي. انهيءَ مواد ۾ ڪتابن، سفرنامن، سرڪاري رپورٽن ۽ ٻئي مواد جو تعداد سَون ۾ آهي. جيتوڻيڪ انگريز دور ۾ لکيل ڪتابن منجهان ٿورو حصو ترجمو ٿي، سنڌيءَ ۾ شايع ٿيو آهي، پر اڃا اٿاهہ مواد پنهنجي اصل حيثيت (انگريزي زبان) ۾ ئي موجود آهي، جنهن کي شايع ڪرائڻ لاءِ سنجيدهہ اُپائن وٺڻ جي ضرورت آهي.

سنہ 1843ع ۾ چارلس نيپئر طرفان سنڌ تي قبضي ڪرڻ کان اڳ، جيڪي بہ انگريز، تجارت توڙي سفارت، سياحت توڙي پڙتال جي حوالي سان سنڌ ۾ آيا، تن سيني ۾ ڊاڪٽر جيمس برنس سيني کان منفرد ۽ اهم آهي. هُو صاحب بين انگريز جاڪوڙين جي ڀيٽ ۾ گهڻو عرصو سنڌ ۾ رهيو ۽ ٽالپري دربار طرفان سرڪاري طرح سڏايل مهمان جي حيثيت ۾ ميراڻي محلات منجهہ بيمار پيل شاهي خاندان جي رُڪن مير مراد عليءَ جو علاج ڪندو رهيو. ان لحاظ کان سهيوڳي انگريز ليکڪن جي ڀيٽ ۾ کيس ئي حيدرآباد جي شاهي دربار کي جُزئيات جي حد تائين ڏسڻ جو موقعو مليو، جنهن ۾ سموري سنڌ جي اُن وقت هلندڙ ڪار وهنوار جو ڀيرائتو احوال اچي ٿو وڃي.

ڊاڪٽر جيمس برنس، اُن دؤر جي سنڌ جون حالتون ذاتي مشاهدي ۾ قلمبند ڪيون آهن ۽ ظاهر آهي، تہ سنہ 1828ع جي زماني جو سندس معرفت ملندڙ اکين ڏٺو احوال، ٽالپري دؤر جي اوج ۽ عروج جي حوالي سان تاريخ ۾

هڪ اهم سند جي حيثيت رکي ٿو. ڊاڪٽر برنس هڪ اهڙي قوم جو فرد هو، جيڪا سنڌ مٿان قبضو ڪري، ڪيس برطانيائي راڄ هيٺ آڻڻ جي رٿا هٿ ۾ کڻي چڪي هئي، تنهنڪري ڏيهي حاڪمن تورڙي مختلف قبيلن ۾ مقامي ماڻهن کي نبل ۽ ڪمتر سمجهڻ ۽ انهن لاءِ ڌڪار فطري طرح سندس دل ۾ موجود هئي. بهرحال ان حقيقت کي تسليم ڪندي به چوڻو پئي ٿو، ته سندس حوالي سان سنڌ بابت مليل اکين ڏٺو احوال، اُن دؤر جي حالتن جي عڪاسي ڪري ٿو. اهو مواد اڄ جي پڙهندڙ لاءِ وڏي معلومات جو ذريعو بنيو آهي، جيڪو دلچسپيءَ کان خالي نہ آهي.

هيءُ ڪتاب پنج ڀيرا ڇپجڻ کان پوءِ بہ، پڙهندڙن وٽ وري بہ مقبول ۽ گهربل آهي. لهذا، مانوارن پڙهندڙ جي طلب کي مان ڏيندي، هيءُ ڇهون ڇاپو پڌرو ڪجي ٿو.

ڄام شورو، سنڌ
اربع ١٧- رمضان المبارڪ ١٤٢٧هجري
بمطابق 11- آڪٽوبر 2006ع

**اعجاز احمد منگي**
سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ

# فهرست

# تمهيدي خط

ڀڄ جو سفارتخانو،
10- جون 1828ع

ڪڇ جي سفير ڏانهن،
جناب اعليٰ

مان پنهنجي سنڌ جي تازي سفر جو احوال، ۽ ان سان گڏ ملڪ جي حڪومت متعلق ڪي خيال پيش ڪريان ٿو، جي اميد ته ڪارائتا ثابت ٿيندا. مون کي مير صاحبن سان گهاٽل مائل ٿيڻ جو اهڙو موقعو مليو هو، جو اهڙو ڪنهن به يورپي عملدار کي هن وقت تائين ڪونه حاصل ٿيو آهي. ازانسواءِ، مون انهن جي تختگاهه ۾ قيام جي دوران، خاص توجهه ڏيئي، سنڌن عادتن ۽ اخلاق جو مطالعو ڪيو آهي. تنهنڪري مون کي اميد آهي، ته مان سرڪار جي ڏيان تي، حيدرآباد جي حڪومت جي عجيب نظام متعلق، نئين ۽ دلچسپ معلومات آڻي سگهندس.

سنڌ ۾ مون کي لکڻ لاءِ فرصت گهٽ هئي، جڏهن مون سنڌ ڇڏي، تڏهن مون کي اميد هئي، ته مان اوڏانهن وري جلد موٽي ويندس، تنهنڪري مون اهڙي باريڪ پڇا ڳاڇا ڪانه ڪئي، جهڙي ڪرڻ ڪپندي هئي، تنهن هوندي به، مون معلومات جو ڪجهه ذخيرو گڏ ڪيو آهي، جو مون کي وڏي اميد آهي، ته سرڪار لاءِ ڪارآمد ٿيندو. ڪڇ ۾ موٽڻ کان پوءِ، مون کي توهان جي عنايت سان سنڌ متعلق ڪيترن ئي ڪاغذن ڏسڻ جو وجهه مليو آهي. مون کي تعجب آهي، ته ڪڇ جي تاريخ ۽ مالي حالت بنسبت ڪيترو مواد، جو مون نئون سمجهيو هو، سو اڳيئي مسٽر "ڪرو"، "سيٽن" ۽ "ايلسن" جي روبڪارين، ۽ "پاٽنجر" جي ڪتاب "سيرِ بلوچستان" (Travels in Balochistan) ۾ اهڙي سهڻي نموني ۾ ڏنل آهي، جو منهنجي لاءِ ان سان مقابلو ڪرڻ محال آهي.

انهن حالتن هيٺ، منهنجي لاءِ ان کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نه آهي، ته مان پنهنجين ذاتي ڪاروائين ۽ تاثرات جو تذڪرو ڏيان. اها ڳالهه ڏسڻ ۾ آسان

آهي، پر ان ۾ ٻه مشڪلاتون آهن. سنڌ جي مشاهدي، منهنجي دل ۾ جي جذبا پيدا ڪيا آهن، تن جي بيان ڪرڻ لاءِ سرڪاري روبڪارين جي طرز موزون نہ آهي، ۽ نہ مان اهو مناسب ٿو سمجهان، تہ ڪو اُهي هنن ورقن جو موضوع ٿيڻ کپن. پر سرڪار پنهنجي 23- اپريل واري خط ۾ اها ڳالهہ مون تي ڇڏي آهي، تہ منهنجي روبڪاري جو مضمون ڪهڙو هجي؟ اميد آهي، تہ گورنر صاحب پنهنجي عنايت ڪري، مون کي اهڙي مواد پيش ڪرڻ لاءِ معافي ڏيندو. عوام ۾ نقطہ نگاهہ کان ضروري نہ آهي، پر اهو صاحب بهادر ۽ سندس رفيقن لاءِ اميد تہ دلچسپيءَ کان خالي نہ هوندو.

بنده

جيمس برنس

[هيءُ خط اصل ڪتاب جو ڀاڱو هو، پر ان مان هن ڪري ڪڍيو ويو آهي، تہ جيئن ڪتاب هڪ سرڪاري روبڪاري نظر نہ اچي. ساڳي مراد سان فقرن کي عدد پڻ ڪونہ ڏنا ويا آهن- مصنف]



مير صوبدار خان ٽالپر پٽ مير فتح علي خان ٽالپر



مير نصير خان ٽالپر ’جعفري‘ پٽ مير مراد علي خان ٽالپر

# سنڌ جي دربار جو احوال

انگريزن جي فوج، سنہ 1819ع ۾، ڪڇ کي آخري طرح والاريو. تنهن وقت کان وٺي، اسان جي حڪومت جو سنڌ سان واسطو رهيو آهي ۽ اسان جي طرفان ميرن سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون ويون آهن. پر هنن سرڪش ۽ شڪي سردارن، اسان جي سلطنت جي انهيءَ قدم کي هميشه شڪي نظرن ۽ انديشي سان پئي ڏٺو آهي. تنهنڪري هنن جو ورتاءُ اسان سان هميشه غير دوستاڻو ۽ ناموافق پئي رهيو آهي. ائين آهي، تہ هنن اسان سان جيڪي عهد و پيمان ڪيا هئا، مگر انهن ۾ صداقت ڪانہ هئي. ڪنهن بہ يورپي عملدار کي ڪڇ مان سرحد ٽپي اچڻ جي اجازت ڪانہ هوندي هئي. اسان جو هڪڙو وڪيل، جو سنہ 1820ع ۾، هنن جي وزير جي دعوت تي ممبئيءَ کان سنڌ ڏانهن ويو هو، ان جو سندن دربار ۾ ڪو پرجوش خير مقدم ڪونہ ڪيو ويو هو، بلڪ هن کي پريٺ گهٽ وڌ ڳالهايو ويو هو.

اسان کي ميرن سان لڙائي ڪرڻ جو ارادو ڪونہ هو، تنهن هوندي بہ اسان کي هيسائڻ لاءِ ٻن موقعن تي- هڪڙو تہ تازو سنہ 1825ع ۾، ڪڇ ۾ بہ فوجون تيار ڪري رکيون هيون- انهي مراد سان، تہ اُهي عهدشڪني ڪري، ڀرتپور ۽ برما جي لڙاين جو فائدو وٺن. اسان جي ۽ اسان جي دوستن جي علائقن ۾ ڪاهي پون. ان ۾ ذري جو بہ شڪ نہ آهي، تہ سنہ 1825ع ۾، مياڻن (Meeanan) ڏاڙيلن، جو ڪڇ کي لُٽي سُڃو ڪيو هو، تن کي حيدرآباد جي دربار جي ٽيڪ ۽ هُشي هئي. ان وقت، اهو صاف ظاهر هو، تہ اها اسان جي طاقت ئي هئي، جنهن ميرن کي اسان جي خلاف کليو کلايو جنگ جي اعلان ڪرڻ کان روڪيو هو، ۽ انهن کي اسان سان دوستاڻا تعلقات رکڻ جو ڪنهن بہ صورت ۾ ارادو ڪونہ هو. هو اسان جي حڪومت ۽ ان جي يورپي عملدارن کان بيزار ۽ متنفر هئا. ان وقت اها ڳالهہ ممڪن ئي نظر نہ پئي آئي، تہ ڪنهن انگريز عملدار کي، ڪنهن بہ بهاني تي، سنڌ ۾ دعوت ڏيئي گهرايو ويندو، تنهنڪري اسان کي نهايت تعجب ٿيو، جڏهن گذريل 23 - آڪٽوبر تي، ڪڇ جي سفير کي ميرن وٽان هڪ تمام دوستاڻي طرز ۾ لکيل خط پهتو، جنهن ۾ اها استدعا ڪئي ويئي هئي، تہ مير مراد علي — جو گاديءَ وارن ميرن مان

هڪ هو– بيمار هو، ۽ مون کي هڪدم هن جي علاج لاءِ حيدرآباد روانو ڪيو وڃي. اسان کي جي مخفي اطلاع مليا هئا، تن موجب مير صاحب جي حالت اهڙي خطري جهڙي ڪانہ هئي، تنهنڪري اسين بدگمان ٿيڻ لڳاسين، ۽ اسان کي انهن جي اصلي مقصد متعلق قسمين قسمين شڪ پوڻ لڳا– ڪن جو خيال هو، تہ پرتپور جي قلعي جي ڪرڻ، ۽ برما جي لڙائيءَ پوري ٿيڻ ڪري، هندستان ۾ صلح ۽ سانت ٿي ويئي آهي ۽ روسي، ايران ۾ داخل ٿي چڪا آهن. تنهنڪري ميرن اسان جي حڪومت سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ لاءِ، هيءُ طريقو مصلحتاً اختيار ڪيو آهي. هنن، جو مون کي گهرائڻ لاءِ سبب ڏنو هو، تنهن جي صداقت ۾ ڪن ٿورن جو ايمان هو. منهنجن ڪيترن دوستن جي صلاح هئي، تہ مون کي سنڌ ۾ جان جي حفاظت جي خاطريءَ ڪان سواءِ وڃڻ نہ کپي.

هوڏانهن مون کي انتظار هو، تہ ڪيئن بہ ڪري سرحد ٽپي، وڃي سنڌ جي تاريخي درياءَ جو معائنو ڪريان. تنهنڪري اها دعوت منهنجي لاءِ نهايت عزيز ۽ خوشگوار هئي، سواءِ ڪنهن اڳ پوءِ ڏسڻ ۽ سوچڻ جي. مون هڪدم خوشيءَ سان تياري ڪرڻ شروع ڪري ڏني. منهنجي تياريءَ ۾ گهڻو وقت ڪونہ لڳو. مان 25- تاريخ شام جو، ڀُڄ جي ان سنڌي وڪيل سان گڏ روانو ٿي ويس، جنهن کي ميرن منهنجي حاضريءَ ۾ رهڻ جو حڪم ڏنو هو. پاڻ سان حفاظت لاءِ 21- نمبر ديسي پيادل فوج جو هڪ ننڍڙو دستو، پوني جي سوار فوج جا ڪجهہ سپاهي، ۽ ڪڇ جي راجا جا ڏهہ- ٻارنهن گهوڙيسوار بہ ساڻ ڪنيم. ڀُڄ جي فوج جا سپاهي چونڊ جوڌا هئا. ڪين خاص سنڌن قد قامت ۽ شڪل شبيهہ جي ڪري، مقرر ڪيو ويو هو. سنڌ ۾ هنن پنهنجو چڱو نالو ڪڍيو هو. ماڻهو ڪين ڏاڍو پائيندا ۽ ساراهيندا هئا.

ٿوري وقت ڪان پوءِ، مون جلد ئي محسوس ڪيو، تہ منهنجي ساٿي وڪيل کي، سندس شڪي مالڪن، منهنجي مزاج ۽ ڪاروائين جاچڻ لاءِ مقرر ڪيو هو، 'پر چڪر کي پڇي لتر'- تنهنڪري مون بہ هن سان ساڳئي نموني جي روش اختيار ڪئي. مسافريءَ دوران، هن هر ممڪن ڪوشش ڪئي، تہ جيئن مون کي صحيح خبرون نہ ملن. بلڪ مون ائين بہ ڏٺو، تہ هن مون سان هڪ دفعو ٺڳي بہ ڪئي. هو هڪ چالباز ۽ مڪار هندو هو- نالو هوس گوپالداس. هن وقت کي ٿورا هندو وڃي بچيا آهن، جن کي اجا سنڌ جي تعصبي دربار ۾،

مسلمانن کان وڌيڪ تجمل، ۽ سياسي چالبازين جي علم هئڻ سبب، زياده اثر آهي. گوپالداس ۾، ميرن کي ايترو تہ اعتبار هوندو هو، جو هنن کيس ڪابل جي وزير جي چالبازين معلوم ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. هُن مشرقي سياستبازيءَ جي ميدان ۾، نڳيءَ ۽ ڪوڙ جي پوري پوري مهارت حاصل ڪئي هئي. حيدرآباد ۾ پهچڻ کان پوءِ، جلد ئي مون هن جو پاڻ وٽ اچڻ بند ڪري ڇڏيو، چاڪاڻ تہ مون ڏٺو، تہ هو جيڪي ٻڌندو هو، سو وڌاءُ ڪري، ميرن ۽ سندن وزيرن، مير اسماعيل شاهہ کي وڃي ٻڌائيندو هو.

مون 28- تاريخ لکپت ۾ پهچي، حڪم ڏنو تہ منهنجو سامان هڪدم موڪليو وڃي، پر منهنجي حيرت جي حد ئي نہ رهي، جڏهن وڪيل چيو تہ: "جيستائين حيدرآباد مان حڪم نہ ايندو، تيستائين مون کي توهان سان، سنڌ ۾ داخل ٿيڻ جي مجال نہ آهي". دڙڪو ڏنومانس تہ: "مان هڪدم پُڄ تو موٽي وڃان"، ۽ چتايومانس تہ: "ميرن جي مهربانيءَ واري دعوت کان پوءِ، مون کي ترسائڻ ۾، انگريز سرڪار جي توهِين آهي، جنهن لاءِ تون جوابدار ٿيندين".— مگر انهن ڳالهين جو مٿس ڪوبہ اثر ڪونہ پيو. جواب ڏنائين تہ: "جيڪڏهن مان پيو ڪو قدم کڻندس تہ منهنجو سر ويندو". پر آخر هن قبول ڪيو تہ: "مون تنهنجي اچڻ جو اطلاع دربار کي اڳواٽ ڪونہ ڏنو هو، تہ متان تون پنهنجو ارادو بدلائي، مون کي بيعزتو نہ ڪرائين، ۽ منهنجي ٻيڙي نہ ٻوڙائين". انهيءَ ڳالهہ تي مون کي ڏاڍي منيان آئي، پر جيئن تہ ان ۾ ميرن جو ڪو قصور ڪونہ هو، تنهنڪري مون کي صبر سان ترسڻو پيو— جيستائين هن جو قاصد موٽي اچي.

لکپت جي شهر ۾ هڪڙو شاهي ڏنگو قڌو ۽ گهٽن پاسن سان قلعو آهي. ان جو گهيرو اڍائي ميل ٿيندو، ۽ اهو ڪڇ جي اولهائين ڇيڙي ۾ هڪ‌ءَي ٽڪريءَ تي سنڌونديءَ جي "ڪوري ندي" نالي، هڪڙيءَ شاخ جي پرسان آهي. انهيءَ نديءَ ۾، سمنڊ جي وِير چڙهندي آهي، جنهنڪري وڏيون ٻيڙيون شهر تائين اچي وڃي سگهنديون آهن. هيءُ شهر اٽڪل ستر سال اڳي، راءِ گوري (Rao gore) آڏايو هو، ۽ ڪڇ جي هاٿوڪي راجا جي تڙ ڏاڏي جونالو مٿس پيو.

اهو هن صديءَ جي شروعات تائين هڪ ڪليل معمولي ڳوٺ هو، پوءِ ان کي ڪڇ جو مشهور وزير يا "جميدار" (Jemidar) فتح محمد، ڪوٽ ٻڌارايو هو. وزير شناخت وارو هو ۽ سمجهيائين، تہ ملڪ جي واپار کي ترقي ڏيڻ ۽

سنڌ جي وڏندڙ طاقت کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ، اها هڪ نهايت موزون جڳهہ آهي. هُن شهر کي وڌائڻ ۽ آباد ڪرڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، مگر هن وقت ان جي آبادي ڇهہ هزار ماڻهن کان وڌيڪ نہ آهي. اهي سڀ ڌارين ملڪن جا باشندا آهن، ۽ سٺي جو واپار ڪندا آهن. انهن ۾ ڪي هندن جا بہ گهر آهن، جن سنڌ مان، مسلمانن جي تعصب ڪري، لڏي اچي پناهہ ورتي آهي. ٻين شهرن جي مقابلي ۾، هن قلعي جي ديوارين کي سنہ 1819ع واري زلزلي ۾ گهڻ نقصان ٿيو هو- ۽ اهي هن وقت چڱيءَ حالت ۾ آهن. مگر ماڻهن جون جايون، جي قلعي جو اڪل ٽيون حصو والارين ٿيون، سي زبون ۽ شڪستہ حالت ۾ ٿي ويون آهن، ۽ نهيل بہ سنيون نہ آهن.

فتح محمد، جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، سو هڪ وڏي هستي هو. هو اصل سنڌي نسل جو هڪ مسلمان هو، جنهن سنہ 1788ع ۾، پاڻ کي هڪ ريدار جي ٻار مان چاڙهي ملڪ جي وڏي ۾ وڏي عهدي تي پهچايو. هُن مقامي طور خواهہ ٻاهر ڪڇ جي سيني فرمانروائن کان وڌيڪ شهرت ۽ عزت حاصل ڪئي. انهيءَ پريشانيءَ جي وقت ۾، جڏهن هيءَ ڪڇ جو "ڪراميل"[1] ظاهر ٿيو، تڏهن مُلڪ، راءِ راهہ دين (Rao Rahudin) نالي هڪ راڪاس جي ظلم هيٺ پائمال ٿي رهيو هو. راءِ راهہ دين، مسلمانن جو دين اختيار ڪيو هو، ۽ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ، هن بہ تلوار جي زور سان ساري ملڪ ۾ اسلام پکيڙڻ جو فيصلو ڪيو- پُڄ ۾ رت ريلا ڪري وهڻ لڳو. هن جو دستور هوندو هو، تہ هو حبشين جو هڪ ٽولو پاڻ سان ڪٺي، گهٽيون گهمندو هو. جيڪو ماڻهو پنهنجي ايمان يا ڊپ وچان اللَّہ اڪبر نہ چوندو هو، تنهن کي ماريو ويندو هو. راءَ کي، فتح محمد آخر حرفت ۽ بهادريءَ سان چريو نهرائي، قيد ڪيو. فتح محمد کي هڪ نجات ڏيندڙ سمجهي سندس آجيان ڪئي. هُن پنهنجي اختياري، استقلال ۽ دانائيءَ سان هلائي، ۽ ملڪ ۾ امن امان قائم ڪيو. اهڙيءَ طرح هو ڪيترا ورهيہ حڪومت ڪندو رهيو. انهيءَ وقت ۾ هن اهڙي مدبريءَ، سخاوت ۽ بهادريءَ جو انگ ڏيکاريو، جو يورپ جا بادشاهہ بہ جيڪر هن تي ريسون ڪن. سنہ 1801ع ۾، بغاوت ٿيڻ ڪري هن کي سندس اعليٰ عهدي تان ڪيرايو ويو، مگر ٿوري ئي وقت ۾ هن همت ڪري، پنهنجي وجايل

---

[1] "ڪراميل" انگلينڊ جو مصلح حاڪم ٿي گذريو آهي، جنهن جمهوري طاقت سان وقت جي ظالم حاڪم جيمس ٻئي کي تخت تان لاهي قيد ڪيو ۽ پاڻ حڪومت جون واڳون سنڀاليائين. جيمس ٻئي کي پوءِ ڪيس هلائي ڦاسي ڏني وئي.

طاقت وري هٿ ڪئي. مگر وري اختيار هٿ ڪرڻ کان پوءِ، هن جي سرشت ۾ ڦيرو اچڻ لڳو. هن ۾ بجڙا ارادا نمودار ٿيڻ لڳا. هن جيڪي مصيبتون سَـنيون هيون، ۽ جا احسان فراموشي ڏٺي هئي، تنهن کان هن جو مزاج تلخ ٿي پيو، ۽ هو پنهنجن خانگي مخالفن کي بيرحميءَ سان آزارڻ لڳو. ۽ بدنصيب رعايا، جنهن جي هو اڳي حمايت ڪندو هو، تنهن جي لاءِ هو هاڻي وڏي شامت ثابت ٿي پيو. ان هوندي بہ ڪڇ جي تاريخ ۾ فتح محمد ئي هڪ اهڙو شخص آهي، جو عزت ۽ نيڪناميءَ جي لائق آهي. هو بدامنيءَ جي اهڙي دؤر ۾ پيدا ٿيو، جڏهن هر بهادر جانباز لاءِ هڪ جولان گاهہ هو. هن پنهنجي روشن دماغ جي زور تي حڪومت هٿ ڪئي، ۽ هن ۾، ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ جو سليقو هو. هن جا اعمال ان ڳالهہ جا شاهد آهن. آسودگيءَ ۾ حڪومت جا پهريان ڏهہ سال هُو دانشمند ۽ انصاف پسند هو- ۽ ماڻهو سندس ساراهہ مان ڌاپندا ئي ڪونہ هئا. پر مصيبتن هن جو مزاج بلڪل ڦيرائي ڇڏيو. سندس دوست چون ٿا، تہ هن پنهنجي روش مصلحتاً ڦيرائي هئي، مگر هن جا عمل ڏيکارين ٿا، تہ هن سنجيدگيءَ جا سڀ اصول وساري ڇڏيا هئا ۽ پنهنجي موچاري نالي جو خيال نہ رهيو هوس. پر جي اِهو تصور تو ڪجي، تہ هن جي اوائلي حياتي کهڙي ماحول ۾ گذري هئي، ۽ هو کهڙا کهڙا خونخوار واقعا هر روز اکين سان ڏسندو هو، تہ توهان کي هن جي بيرحميءَ تي تعجب ڪونہ ٿيندو، بلڪ عجب لڳندو، تہ هن کيئن هيترين لالچن هوندي بہ پاڻ ۾ نيڪ خصلتون ۽ خودضابطگيءَ جو انگ پيدا ڪيو هو! هيءُ اُهو حاڪم آهي، جنهن جي اڳيان ڪرنل واڪر (Colonel Walker) "بالڪ هتيا" جي رواج کي بند ڪرڻ جي ناڪام، پر اعليٰ تجويز پيش ڪئي هئي. هن، انهيءَ صاحب جي دليل جي جواب ۾، هڪ ڏکهي تشريح ڪري، دعويٰ ڪئي هئي، تہ اهو شيطاني رواج الاهي حڪمن مطابق هو! پر هن جي ٻين مسئلن تي روشن خيال ڏيکارين ٿا، تہ اهو انهيءَ رواج جو دراصل حامي ڪونہ هو. هن اهو رواج زور سان بند نہ ڪيو، تنهن لاءِ بہ ساڳيو اهو ئي سبب آهي جنهن جي بناءَ تي اسان "سَتي لڪڙيءَ" جي هيلتائين اجازت پئي ڏني آهي. هو سنہ 1813ع ۾، پنهنجي حڪومت پن وڏن پٽن جي حوالي ڪري، گذاري ويو، پر هن جا پٽ حڪومت سنڀالي نہ سگهيا.

لکپت جي آسپاس وارو علائقو، هڪ بـُـٺ، ويران، غيرآباد ۽ ناموافق ملڪ آهي. ٻگل پـُـريل سپون ۽ سمنڊ جون ٻيون پيدائشون، جي اُن ۾ ڪثرت سان لينديون آهن، سي ڏيکارين ٿيون، تہ اهو ملڪ ڪنهن زماني ۾ پاڻيءَ

هيٺان هوندو هو. قنعي جي ديوارين هيٺان کو هڪ - ٻه ننڍو باغيچو آهي، انهيءَ کان سواءِ شهر جي پنجن - ڇهن ميلن اندر ٻي ڪا به آبادي ڪانه آهي. ٿورا ميل پري، ڏکڻ - اوير طرف، ٽڪرين جي تري ۾، "واگم چاوڙن جو دڙو" نالي (Wagum Chaora ka ghud) هڪ قتل شهر جا نشان آهن، جن جو مان پائيان ٿو، ته اڳي ڪنهن به مصنف ذکر ڪونه ڪيو آهي. خيال ڪيو وڃي ٿو، ته اهو شهر نَوَ صديون اڳ آباد هوندو هو، ۽ چاوڙا راجپوتن ٻڌايو هو، جي ان وقت ملڪ جي هن حصي تي حڪومت ڪندا هئا. لکپت جو قلعو انهيءَ شهر جي پٿرن مان نهيل آهي.

سنڌ ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ مناسب آهي، ته ان جي تاريخ ۾ انقلابن جو ڪجهه احوال ڏجي، جن جي وسيلي حڪومت جون واڳون ميرن جي هٿ ۾ آيون.

سڪندر اعظم جي زماني کان وٺي حضرت محمد (ﷺ) جي ولادت تائين، جو نون سَون ورهين جو عرصو گذريو آهي، تنهن عرصي جي سنڌ جي تاريخ تي گهٽي روشني ميسر ڪانه ٿي آهي، پر اها خبر آهي، ته انهن ٻنهي واقعن وقت، بختر جي يوناني بادشاهن جي ڏينهن ۾، سنڌ ۾ هندو راجا حڪومت ڪندا هئا. اسلام جي تيز ترقيءَ ۽ عربن جي حڪومت جي اوچتي عروج، هن ملڪ خواهه ٻين قومن جي تاريخ ۾ هڪ نئون ورق ورايو. هجري سن جو اڃا ويهون سال ئي نه گذريو هو، ته خليفي حضرت عمر رضہ الله تعاليٰ عنہ، سنڌونديءَ جي واديءَ جي سرسبز علائقن تي قبضي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن فرات جي ڪناري تي بصري جو شهر آباد ڪري، هڪدم ايراني نار جي بندر "بحرين" کان انهن علائقن کي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ جانبازن جو هڪ دستو موڪليو، مگر سندس اها ڪوشش ڪامياب نه ٿي. ساڳيءَ صديءَ جي آخر ڌاري، جڏهن اسلام جي جانباز سپاهين، هڪ طرف هسپانيا، ته ٻئي طرف سمرقند پئي فتح ڪيا، تنهن وقت عرب مسلمانن جي دلين ۾ ڪافر هندن ۾ 'خدا ۽ ان جي رسول جي دين پکيڙڻ' لاءِ هڪ عجيب جنون پيدا ٿيو هو. ان سان گڏ ڪين پنهنجي نالي ڪڍڻ، ۽ ملڪ گيريءَ جو به سوداءُ هو. پر سنڌ جي حالت ۾ ڪين هڪ ٻيو اڻ شانائتو مطلب هو، .... ...[1] انهن سڀني ڪري اميہ

[1] خال واريءَ جاءِ تي، مصنف خبر نہ آهي، تہ ڪهڙين حقيقتن جي بناءَ تي اڻ - سهائيندڙ لفظ استعمال ڪيا آهن. هن ترجمي ۾ انهن کي غير ضروري ۽ نامناسب سمجهي خارج ڪيو ويو آهي. (مترجم)

گهراڻي جي خليفي وليد جي سجستان ۽ قنڌار واري نائب، حجاج بن يوسف، پنهنجي سالار، محمد بن قاسم کي موڪليو، ته وڃي سندس پاران سنڌ ۽ هندستان تي قبضو ڪري. ان کان پوءِ، سنڌ سنه 391 هه تائين شام ۽ بغداد جي خليفن جي هٿ هيٺ "سرسبز ۽ شاداب" رهي، تان جو ان سال غزنيءَ جي سلطان ان کي فتح ڪيو[1] .

پوءِ هلندي هلندي، ملڪ ۾ انقلاب آيو، ۽ حڪومت جون واڳون فاتح ۽ ڪمزور اولاد جي هٿن مان کسجي ويون. ڪجھ وقت لاءِ ملڪ کي ڌارئي راڄ کان نجات ملي، ۽ سومرن جي مشهور سنڌي قوم، جنهن جي هٿ ۾ مڪاني حڪومت جون واڳون هونديون هيون، خودمختياريءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جو موقعو مليو. پر هنن کي جلد ئي محمد کي غوريءَ جي فاتح لشڪر هٿان شڪست نصيب ٿي، ۽ هن جي بهادر جاءِ نشين، التمش سنه 612 هه ۾، پاڻ کي سنڌ جو والي پڌرو ڪيو. سنڌ دهليءَ سان ملائي ويئي ۽ سڄيون ساريون ٻه صديون دهليءَ جي تخت جي خراج گذار رهي. انهيءَ وچ ۾، سومرا ختم ٿي ويا، ۽ انهن جي حڪومت سمه گهراڻي جي هٿ آئي، جي ان وقت مڪران جي سرحد تي رهندا هئا. روايت موجب، سما پنهنجو نسل بابل جي زوال کان ڇڪين ٿا: حالانڪ ڪي هندو ذاتيون جي شايد ساڳئي خاندان جي نسل مان آهن، جن مان ڪي شايد هندستان جي پهرين مسلمان فاتحن جي اچڻ تي لوڏجي ڀڳيون هيون، اجا ڪڇ جو راءُ، ۽ ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ جي راجپوت ڄاڙيجن ۾ موجود آهن. تيمورلنگ جي خوفناڪ حملي، جو ملڪ ۾ وڳوڙ پيدا ڪيو، تنهن ۾ سمن آزادي حاصل ڪئي، ۽ هو ڄامن جي لقب سان ڪيترين پيڙهين تائين، بعضي دهليءَ جي سايي هيٺ ۽ بعضي خودمختيار حيثيت سان، سنڌ ۾ حڪومت ڪندا رهيا، تان جو مشهور بادشاهه بابر جي طاقت ۾ اچڻ سان، هنن جي طاقت به بنهه ختم ٿي ويئي.

---

[1] سنڌ جي تاريخ انهيءَ دؤر کان به وڌيڪ قديم زماني ۾ سونجهي سگهجي ٿي. چون ٿا، ته سڪندر کان ٻه ٻه سؤ ورهيه اڳ، ايرانين، دارا هسٽئسپس جي دؤر حڪومت ۾، سنڌ تي قبضو ڪيو هو. انهيءَ دارا هسٽئسپس جو هڪ يوناني اميرالبحر، اسڪائلاڪس، سنڌو درياءَ مان لنگهي، سمنڊ تائين پهتو هو، ۽ سنڌونديءَ جي ڪنارن تي رهندڙ قومن کان خراج ورتو هئائين. ڪن جو چوڻ آهي، ته مقدونيه وارن (سڪندر) سنڌ تي ڪاهه ئي انهيءَ خراج وصول جي ارادي سبب ڪئي هئي. محمد بن قاسم جي چڙهائيءَ وقت جو هندو راجا سنڌ ۾ حڪومت ڪندو هو، سو 'ڏاهر پٽ چچ' نالي هو. چچ هڪ برهمڻ هو، جنهن پوئين راجپوت راجا جي وڌوا سان شادي ڪري، تخت حاصل ڪيو هو. هنن جي تفصيلوار تاريخ "چچنامي" فارسي ڪتاب ۾ ڏنل آهي، جنهن جو خلاصو آءِ حيدرآباد مان پاڻ سان ڪٺي آيو هوس.

اڪبر جي وقت ۾، جڏهن مغلن جي حڪومت ڪي صوبن ۾ ورهايو ويو، تڏهن سنڌ ملتان سان لاڳو ڪئي ويئي هئي. بعضي بعضي سنڌ جي درٻار مان مقرر ڪيل جدا نائب بہ حڪومت ڪندا هئا. اهو دستور نادرشاهہ جي ڪاهہ تائين هلندو آيو. پوءِ نادرشاهہ ۽ محمد بئي (محمد شاهہ)جي وچ ۾ جو عهدنامو ٿيو، تنهن جي شرطن موجب سنڌ، ايران سان ڳنڍي ويئي. عهدنامي جي مهذب لفظن موجب، محمد شاهہ "پنهنجي پدري محبت ۾ برادرانہ شفقت" جي ڪري، سنڌونديءَ جي ڪناري وارا سڀ ملڪ، جي فاتح جي قبوليت لائق هئا، سي صلح جي ڏن عيوض سندس حوالي ڪيا ويا. هن معاملي طيءُ ٿيڻ ڪان پوءِ، نادر شاهہ پاڻ خود ٺٽي ۾ منزل انداز ٿيو، پر تنهن کان پوءِ جلد ئي نادرشاهہ خراسان جي مشهور شهر، مشهد ۾ قتل ٿي ويو، ۽ ميدان سندس سالار، احمد خان سدوزئيءَ جي ڪارستانين لاءِ خالي ٿيو. احمد خان پاڻ کي ڪابل جو حاڪم پڌرو ڪري، دراني حڪومت جو پايو وڌو. ٿوري عرصي کان پوءِ، سنڌ هن جي تابعداري قبول ڪئي، ۽ ان وقت کان وٺي، سندس تابعداري سمجهي وجي ٿي.

ڪلهوڙن جو خاندان پنهنجو نسل، محمد رسول ﷺ جن جي چاچي حضرت عباس رضي الله تعاليٰ عنہ جي اعليٰ حسب مان ڳڻي ٿو. پر سنڌ ۾ انهن جي اقتدار جو باني، ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو هو. جو اصل بلوچستان جو رهاڪو هو. هو هڪ عابد پرهيزگار شخص هو، ۽ هڪ مشهور مبلغ سيد ميران محمد جونپوري مهدي اسلام جو خاص مريد ۽ خليفو هو. جنهنڪري هُن پندرهين صدي عيسويءَ [1] جي وچ ڌاري چڱو اثر رسوخ حاصل ڪيو. هن جا پويان سندس نقش قدم تي قائم رهيا، ۽ ڪين سندن روحاني طاقت جو حصو ورثي ۾ مليو، ۽ وڏا درويش ڪري سمجهيا ويندا هئا. تان جو سنہ 1705ع ڌاري اورنگزيب کيس پروانو ۽ جاگير عطا ڪئي. مذهبي تعظيم سان گڏ هنن کي جو دنيوي مرتبو مليو، تنهن هنن جو شان آڳي باقي وڌائي ڇڏيو. آخر ٿورن ئي سالن جي اندر هو وڃي اوج کي رسيا، ۽ هنن کي شهنشاهہ جي مُهر سان هڪ فرمان مليو ۽ هنن جي عيوضيءَ کي ٺٽي جي نائبي ڏني ويئي.

---

[1] اهو هڪ عجيب اتفاق آهي، تہ هن ساڳئي وقت يعني پندرهين صديءَ جي وچ ڌاري، بہ مذهبي پيشوا ظاهر ٿيا هئا، جن جو سنڌونديءَ جي ٻہ وارن ملڪن تي نهايت گهرو سياسي اثر پيو هو. انهن مان هڪڙو هو ميان آدم شاهہ. ڪلهوڙا دؤر جو باني، ۽ ٻيو نانا (گرونانڪ) سکن جو پايو وجهندڙ، جن هاڻي ايترو زور ورتو آهي.

انهيءَ عهدي جو پروانو اٽڪل سنه 1725ع ۾، ميان نورمحمد ڪلهوڙو [1] کي مليو هو، جو هن خاندان جو چشم و چراغ هو. دهليءَ جي عهدنامي ڪان پوءِ، نور محمد ايران جو مطيع ٿيو. هن عرض و معروض ۽ خوشامد ڪري، پنهنجو عهدو نادرشاهه کان پڪو ڪرايو: جيستائين هو جيئرو هو، تيستائين هن اهو منصب ماڻيو. سندس وفات کان پوءِ، اهو هن جي وارثن کي نصيب ٿيو. جڏهن هن وفات ڪئي، تنهن وقت احمد شاهه افغانستان جي تخت تي اڏول ٿي ويٺو هو. سنڌ کان خراج وصول ڪرڻ لاءِ، سيوستان جي طرف وڌي رهيو هو. پهريون- پهريون شخص، جنهن هن جي بيعت ڪئي، سو هو ميان نورمحمد ڪلهوڙي جو وڏو پٽ، محمد مراد ياب خان، جو اميرن جي مدد سان مسند تي ويٺو هو، ۽ بادشاهه هن جي منصب جي تصديق ڪئي، پر هو انهيءَ عزت جي لائق ثابت نه ٿيو، ۽ ڪيس معزول ڪيو ويو، ۽ اهو مرتبو سندس ننڍي ڀاءُ، ميان غلام شاهه کي ڏنو ويو، جنهن پنهنجي مڙسيءَ ۽ بهادريءَ سان اڳيئي حڪومت جون واڳون هٿ ڪيون هيون. هن پنهنجي پندرنهن ورهيه حڪومت جو ڪاروبار هلايو. جيتوڻيڪ انهيءَ دوران هن کي شڪستون به کاڌيون.

خانه جنگيءَ جي بند ٿيڻ کان پوءِ، هن پاڻ پنهنجي سر "ڪڇ جي ڪافرن" تي به حملا ڪيا، ۽ راءَ جي لشڪر کي جهاره (Jarrah) جي لڙائيءَ ۾ خوفناڪ شڪست ڏنائين. اها لڙائي راجپوتن جي وحشت کان مشهور آهي. جڏهن هنن ڏٺو، ته فتح جي اميد خير ڪا آهي، تڏهن هنن پنهنجين ئي زالن ۽ ٻارن کي، دشمن جي ور چڙهڻ کان بچائڻ لاءِ، پنهنجن تلوارن جو ٻڪ بڻايو. اتهاس نويس لکن ٿا ته، لک لاشا ميدان تي پيا هئا! ڪنهن ڪنور کان ڪنور دل ماڻهوءَ جي طبع ۽ بدلي جي باهه به اهڙيءَ خونريزيءَ کان پوءِ ٿڌي ٿي وڃي ها، پر غلام شاهه جو پيٽ اڃا نه ڀريو. جڏهن هن کي پنهنجي حڪومت ۾ هڪ نئين صوبي ملائڻ جي تسلي بخش اميد نه رهي، ۽ آزاديءَ لاءِ هڪ لڙندڙ قوم جي اهڙي بيباڪي ۽ بهادري ڏٺائين، تڏهن هن کي سخت منيان لڳي، ۽ ان کان

---

[1] "ميان نورمحمد جي زماني ۾، حڪومت جو اعليٰ اختيار، جيڪو ابتدا ۾ هنن سيلاني فقيرن زوريءَ حاصل ڪيو هو، تنهن هڪ جائز ۽ قانوني صورت ورتي. گويا هڪ گداگر جي اولاد کي سنڌ جي حڪمرانيءَ جو اوج نصيب ٿيو. هن خاندان کي بهرحال، عوام جو عقيدتمندانه احترام حاصل هو. مذهبي خوش فهمي ۽ دنيوي اقتدار جو عروج ٻنهي گڏجي، ماڻهن جي دلين کي انتهائي طور مرعوب ڪري ورتو. جنهن ڪري، دنيوي اثر جا نشان اڃا تائين هن ملڪ جي هر معاملي ۾ نمايان نظر اچن ٿا". — ڪرو (Crow)

وير ونڻ لاءِ هڪ اهڙي عجيب سٽ سٽيائين، جا فقط مشرقي ماڻهن جي ئي خيال ۾ اچي سگهي ٿي جا هميشه لاءِ هن جي غصي ۽ ڪيني جو يادگار رهندي. حڪم ڏنائين، ته سنڌونديءَ جي اپرندي واريءَ شاخ ۾، سندس حڪومت جي حد اندر، هڪ بند ٻڌايو وڃي. ساڳئي وقت ان مان ٻيا واهه به ڪوٽارايائين ته جيئن پاڻيءَ جو هڪ ڦڙو به ڪڇ ڏي نه وڃي. هن اهڙي حڪمت عملي سان، آخر پنهنجي دشمن جي اڌ آمدني وڃائي، هزارن خاندانن جون اميدون ۽ آسرا برباد ڪري، هڪڙي سرسبز ساريالي علائقي کي ويران ۽ غيرآباد ڪري، پنهنجو ڪينو پاڙي، دل کي ٿڌو ڪيائين. اهو نقصان ايترو پائيدار ثابت ٿي چڪو آهي، جو سمنڊ جي چڙهندڙ لهندڙ ويرن، ساري علائقي کي هڪ ويران ۽ ڪلراٺي ڏٻڻ بنائي ڇڏيو آهي، ۽ ان کان پوءِ ڪڇ جو صوبو اجا سنئينءَ ڪونه ٿيو آهي.

سنڌ جي تختگاهه (حيدرآباد) جي پرسان هڪ عظيم‌الشان مقبرو آهي، جو هن ظالم جي ڪارنامن جي يادگيري تازي ڪري ٿو. مقبري ۾ هڪ سنگمرمر جي قبر آهي، جنهن تي دعائون، ۽ رحم و ڪرم جي عادتن کي ساراهيندڙ عربي آيتون اُڪريل آهن. سنڌ جا ماڻهو هن کي هڪ بهادر ۽ ڪامياب حاڪم ڪري سمجهندا آهن. سنه 1771ع ۾، هو اوچتو بيمار ٿي پيو ۽ ٻن- ٽن ڪلاڪن اندر ساهه ڏنائين. ديندار مسلمانن جو چوڻ آهي، ته هو هڪ فقير جي بد دعا ڪري مري ويو هو، جنهن جي جهوپڙي هن حيدرآباد جي قلعي جي تعمير وقت ڊهرائي هئي.

ميان غلام شاهه جي وفات کان پوءِ، هن جو وڏو پٽ ميان محمد سرفراز خان سندس مسند تي ويٺو. هو قابليت ۾ پيءُ کان گهٽ گهٽ هو، پر بداعمالين ۾ هن ئي جهڙو هو، ۽ عام خيال آهي، ته ڪلهوڙن جي خاندان جو خاتمو هن جي ئي اڻ ڏنڊ ۽ ظلمن جي ڪري ٿيو. هن جي درٻار ۾، سڀ کان مشهور شخص، بلوچ قوم جي ”ٽالپر“ گهراڻي جو سردار، مير بهرام خان هو. سنڌ ۾ ٽالپر ڪيترن پيڙهين کان وڏن عهدن تي رهندا آيا هئا. ميان محمد سرفراز حسد ۽ شڪ وچان، جنهن لاءِ تاريخ ۾ ڪو مناسب سبب ۽ جواز ڪونه ٿو ملي، مير بهرام ۽ سندس پٽ صوبدار خان کي مارائي ڇڏيو. انهيءَ ناحق ۽ ظالماڻي ڪاروائيءَ ڪري ئي پنجن ورهين جي حڪومت کان پوءِ، هن کي معزول ڪيو ويو.

ميان محمد سرفراز کان پوءِ، هن جو ڀاءُ ميان محمد خان ۽ سوٽ ميان صادق علي خان گاديءَ تي ويٺا. انهن ٻنهي مان ڪنهن بہ ٻارهن مهينن کان وڌيڪ گادي ڪانہ ماڻي. ڪين ميان محمد سرفراز سان گڏ سنڌن ڏوهہ يا بيعقليءَ جي سزا ڏني ويئي. ۽ هو عمر ڀر لاءِ قيد ڪيا ويا. مشرق جي محلن ۾، بدبخت شهزادن کي اندرئي اندر پورو ڪيو ويندو آهي! انهيءَ رواج مطابق آخر هنن جي حياتي بہ اوچتو ختم ڪئي ويئي. ان کان پوءِ، ميان غلام شاهہ جو ڀاءُ ميان غلام نبي، ملڪ جو علم بردار ٿيو. هن سواءِ ڪنهن اڳ پوءِ ڳڻڻ جي، پنهنجي ٽن ڀائٽن جو جيڪو انجام ٿيو هو، سو وساري، ٽالپرن جي باقي بچيل سردار، بهرام خان جي پٽ، بجر خان جي قتل ڪرڻ جي سازش شروع ڪئي، جو پيءُ جي خون وقت مڪي شريف حج لاءِ ويل هو. پر هن جون خفيہ ڪوششون بلڪل ناڪام رهيون، ۽ نتيجو اهو نڪتو، جو خود پنهنجو تخت وڃائڻو پيس. هو لڙائيءَ ۾ دشمن جي ماڻهن هٿان مارجي ويو. ۽ سنڌ جي حڪومت جون واڳون مير بجر خان جي هٿ ۾ آيون، جنهن غيرمعمولي فياض دليءَ کان ڪم ورتي، مغلوب دشمن جي ڀاءُ ميان عبدالنبيءَ جي بيعت ڪئي.

پر ڪلهوڙن جي بدبخت خاندان تي نہ انهيءَ فياض دليءَ ۽ نہ سنڌن اڳوڻي آزمودي جو ڪو اثر پيو. ميان عبدالنبيءَ انهيءَ ماڻهو جي ڪرم سان مسند تي ويٺو هو، جنهن کي سندس خاندان سخت آزاريو هو. پر گاديءَ تي ويهڻ سان ئي هن مير بجر خان کي مارائڻ جي ڪوشش شروع ڪري ڏني، جنهن ۾ هو آخر هڪ هندو ساٿيءَ جي مدد سان ڪامياب ٿيو. [1] هن واقعي کان پوءِ، ٽالپرن جي غصي جي حد نہ رهي: هو سڀ هٿيار کڻي، اٿي کڙا ٿيا. ڪيترين ئي خونخوار لڙايون ٿيون، جن جو نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌ جي حڪومت جو نقشو ئي بدلجي ويو. ميان عبدالنبي بلوچستان جي جبلن ڏانهن ڀڄي ويو، جتان هن پنهنجي حڪومت وري هٿ

---

[1] ميان عبدالنبيءَ گهڻيون ئي ناڪام ڪوششون ڪيون. ۽ آخر پنهنجو مطلب پنهنجي دوست، جوڌپور جي راجا مهاراج بائسنگهہ جي مدد سان حاصل ڪيائين. مهاراڄ وٽان بہ خوني هڪ سنيهو کڻي، ڪنهن ڪم جي بهاني، مير بجر خان وٽ آيا. مير کي چيائون تہ: 'اسان کي توسان ڪا ڳجهي ڳالهہ ڪرڻي آهي'، ۽ انهيءَ بهاني سان هن جي قربت حاصل ڪري، پنهنجا خنجر هن جي سيني ۾ هنيائون، ۽ هو اتي جو اتي مري ويو". (ڪرو Crow) انهيءَ واقعي جي بناء تي، ميرن، سنہ 1809ع ۾، سمٿ جي سفارت جي ماڻهن کان گهر ڪئي، تہ هو سنڌن دربار ۾ بنا هٿيار جي اچن. هن چوڻ جي ضرورت ڪانهي، تہ هيءُ هڪ هتڪ آميز مطالبو هو، جو قبول نہ ڪيو ويو هو.

ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون. هڪڙيءَ ڪوشش ۾ هو ڪابل جي بادشاهه جي مدد سان ڪجهه قدر ڪامياب ٿيو. ۽ مير بجر جي پٽ عبدالله خان کي مارائي، پنهنجي ڏوهن جي فهرست ۾ اضافو ڪيائين. هن پنهنجي زندگيءَ جا باقي ڏينهن جلاوطنيءَ، غربت ۽ ذلالت ۾ گذاريا.[1] ملڪ جي ڪاروبار جو انتظام اتفاق راءِ سان مير صوبيدار جي پٽ ۽ مير بهرام جي پوٽي، مير فتح علي خان جي حوالي ڪيو ويو، جنهن جي بهادريءَ استقلال ۽ جوش جي ڪري، ملڪ جي حالتن ۾ ڦيرو آيو هو. تنهن کان پوءِ جلد ئي تيمور شاهه ڪيس سنڌ ڏيئي، ملڪ جو حاڪم تسليم ڪيو. انهيءَ اعليٰ مرتبي کي رسڻ کان پوءِ، هن نهايت فياض دليءَ کان ڪم وٺي، پنهنجن ٽن ڀائرن: غلام علي، ڪرم علي ۽ مراد عليءَ کي حڪومت جي ڪاروبار ۾ پاڻ سان شريڪ ڪيو، ۽ چئني سنڌ جي اميرن جي نالي سان گڏجي حڪومت ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. جيستائين هو چارئي جيئرا هئا، تيستائين ڪين هڪٻئي لاءِ نهايت محبت ۽ شفقت هوندي هئي، جنهن ڪري هو "چار يار" جي شريف خطاب سان سڏبا هئا. جيتوڻيڪ مير فتح علي سنه 1801ع ۾، ۽ غلام علي سنه 1811ع ۾ وفات ڪري ويا، تنهن هوندي به هيءَ حڪومت، جا هڪ ڪرشمو آهي، منڍ کان وٺي اڄ تائين سواءِ ڪنهن ڦيرڦار جي ساڳئي نموني ۾ هلندي اچي ٿي! ڪلهوڙن جي جلاوطن گهراڻي جا ڪي پويان، اڄا سکن جي مشهور حاڪم رنجيت سنگهه، ۽ جوڌپور جي راجا جي پناهه هيٺ رهن ٿا.

انگريزن جو سنڌ سان ٿورو واسطو رهيو آهي، ۽ سو به خاطريءَ جهڙو نه- ٺٽو وچ ايشيا جي واپار جو مرڪز هو. ان مان فائدو وٺڻ لاءِ، ڪي انگريز سوداگر، اوائل ۾ سنڌونديءَ تي اچي پهتا هئا، پر پرتگالين جي مخالفت ڪري، هو پڪي بينڪ قائم ڪري نه سگهيا. جيمس پهرئين، ايران جي بادشاهه ڏانهن جيڪي ايلچي موڪليا هئا، تن جون سنه 1614ع ۾، سنڌ مان لنگهڻ وقت جيڪي بيعزتيون ڪيون ويون، ان مان ڏسجي ٿو، ته اسان جي هم وطنين جي ان وقت نيڪنامي ڪانه هئي. اٽڪل سنه 1758ع ۾، ميان غلام

---

[1] جڏهن تيمور شاهه، ميان عبدالنبيءَ کي گادي وٺي ڏيڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو، تڏهن هن ڪيس سنڌ جي عيوض ليئا جي حڪومت ڏني ۽ ٽالپرن جي رئيسن کي سنڌ جو حاڪم ڪري قبول ڪيو. ميان عبدالنبي پنهنجي نئين صوبي ۾ بغاوت ڪري، شاهه کي سندس مهربانيءَ جو بدلو ڏنو، پر هن شاهي لشڪر جي هٿان شڪست کاڌي. هن پنهنجي حياتيءَ جا باقي ڏينهن سري ۾، ديري حاجي خان جي ڳوٺ ۾، غربت ۾ گذاريا. (ايلفنسٽن جي ڪتاب "ڪابل" (Cabul) تان ورتل.)

شاهه ممبئيءَ جي سرڪار کي ٺٽي ۾ ڪوٺي کولڻ جي صلاح ڏني، مگر اها ٿورن ئي سالن کان پوءِ بند ڪئي ويئي. هن صديءَ جي شروع تائين مسٽر ڪرو (Crow) ٺٽي ۾، اسان جو تجارتي وڪيل هو. فرانسيسي لوڪن جي سرگرمين ۽ منصوبن کي منهن ڏيڻ لاءِ اسان کي اتر هندستان جي مکيه حڪومت ڏانهن سفارشون موڪلڻيون پيون. مسٽر ايلفنسٽن (Elphinstone) ۽ سر جان مالڪوم (Sir John Malcolm) ڪابل ۽ ايران اماڻيا ويا. هڪڙو وڪيل حيدرآباد به روانو ڪيو ويو. جيتوڻيڪ هن جي پوري آجيان نه ڪئي ويئي، تنهن هوندي به هو گورنر جنرل جي مقصد ۾ ڪجهه قدر ڪامياب ٿيو. انهيءَ سفارت کان اڳ ميرن، سواءِ ڪن واپاري عرضدارن جي انگريز سرڪار جي رعيت جا ٻيا ماڻهو ڪونه ڏٺا هئا. ان ڪري هو اسان کي گهٽي وقت کان وٺي، محض "هٽ واڻيا" ڪري سمجهندا ۽ سڏيندا هئا. البت کين اها خبر ڪانه هئي، ته ڪانئن هڪ وڏي هستيءَ (يعني نيپولين بوناپارٽ) به اسان تي اهو ساڳيو نالو رکيو هو. مان سمجهان ٿو، ته اهو غلط خيال هاڻي هنن جي دلين مان ذري گهٽ مٽجي ويو آهي. مير صاحبن سان، جي اسان جا تعلقات سنه 1816ع ۾ ڪڇ جي فتح کان پوءِ رهيا آهن، تن جو بيان ڪڇ جي تاريخ ۾ ڪيل آهي، جا هن تذڪري جي پڇاڙيءَ ۾ ڏني ويئي آهي.

مان 3- نومبر تائين انتظار ۾ رهيس، جڏهن ميرن جو متوقع خط به اچي پهتو. خط نهايت دوستانه لفظن ۾ لکيو ويو هو. ان ۾ مون کي استدعا ڪئي ويئي هئي، ته مان هڪدم حيدرآباد پهچي وڃان. مون کي اهو به ٻڌايو ويو هو، ته مون کي سنڌن درٻار ۾ وٺي اچڻ لاءِ، سنڌن به عزيز درٻاري امير موڪليا ويا هئا. مان هڪدم انهيءَ خوشگوار حڪم جي پيروي ڪرڻ لاءِ تياري ڪرڻ شروع ڪري ڏني، ۽ پاليا (Pallia) ۽ گهاريءَ (gharee) واري سڌي رستي کان وڃڻ جو بندوبست ڪيم. اتي وڪيل وري شرارت شروع ڪئي، ۽ چيائين ته: "مون کي حڪم مليو آهي، ته اوهان کي ڀين (Bhen) يا مغلڀين (Muglebhen) واري رستي کان وٺي اچان، جو الهندي طرف جاتيءَ جي علائقي ۾ هڪ شهر آهي". مون کي تعجب لڳو، ته جڏهن ميرن مون کي هڪ مهلڪ مرض جي علاج لاءِ گهرايو هو، تڏهن ڇو مون کي هڪ ڏکي رستي کان وٺي ٿي ويا، جنهن ۾ ڪيترا ڏينهن وڌيڪ لڳي ويندا. پر وڪيل کو خاطريءَ جهڙو جواب ڪونه ڏيئي سگهيو. ۽ لکپت جي قلعدار به

مون کي پرزور لفظن ۾ صلاح ڏني، تہ اهڙو جوکي جو ڪم نہ ڪرڻ گهرجي. مون پوءِ محسوس ڪيو، تہ منهنجا شڪ شبهہ واجبي نہ هئا. مون کي هتي، ۽ رستي ۾ فقط انهيءَ ڪري ترسايو ويو هو، تہ جيئن سنڌ جا عملدار ۽ مختيار منهنجي چڱيءَ طرح خاطرداري ۽ تواضع ڪري سگهن.

سڀني تيارين مڪمل ٿيڻ کان پوءِ، آءٌ ٻنپهرن جو روانو ٿيس. ان وقت واءُ سٺائو هو، آءٌ پنجين بجي ٻيءَ پر ڪوٽڙيءَ (Kotree) جي پتڻ تي پهتس. سڌو رستو ڇئن ميلن کان وڌيڪ ڪونہ ٿيندو، پر وهڪري جي ور وڪڙن جي ڪري اسان انن ميلن کان وڌيڪ مسافري ڪئي هوندي. سنہ 1819ع واري مشهور زلزلي جو هن شاخ [1] تي عجيب اثر پيو هو. انهيءَ خوفناڪ حادثي کان اڳ، جڏهن وِير لٿل هوندي هئي، تڏهن هن نهر مان پار وڃي سگهبو هو، پر هاڻي ان

---

[1] سنڌونديءَ متعلق هيٺ ڏنل حقيقتون منهنجي پاءَ جي "درياهہ جي ايرندي واري ڇوڙ" جي عنوان سان لکيل مضمون تان ورتل آهن. هي ڏيکارين ٿيون، تہ ڪلهوڙن پنهنجي دشمن ڪڇ جي راءَ کي فنا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي وحشيانہ تدبير اختيار ڪئي هئي، جو اُن جو ملڪ ان جي ڪيني جي اثر کان اجا سنئينءَ ڪونہ ٿيو آهي.

ڪڇ جون مشڪلاتون محض طبعي، قدرتي نہ آهن، پر ان جي پاڙي واري حڪومت جي حسد جو نتيجو بہ آهن. ان حسد جو نهايت ظالمانہ نمونو اظهار ڪيو ويو آهي. ڪڇ ملڪ کي سنڌونديءَ جي مٺي پاڻيءَ کان محروم ڪري هڪ وڏو علائقو ناس ڪيو ويو آهي، ۽ اهڙيءَ طرح هڪ زرخيز ۽ شاهوڪار ملڪ کي هڪ ريگستان بڻايو ويو آهي.

ڪجهہ وقت اڳي ڪڇ جي رائن کي سنڌ جي حڪومت جي حد اندر ٽي ٽاٽا هوندا هئا: هڪڙو بلياري (Ballyaree) ۾، ٻيو رحمڪي بازار ۽ ٽيون بديڻا (Budeena) ۾. رائن جي انهيءَ حق تي ڪنهن بہ قسم جي حجت تڪرار ڪونہ هوندو هو، پر سنہ 1762ع سال ٻنهي قومن جي قسمت ۾ انقلاب آندو، ۽ ڪڇ لاءِ مصيبتن جو دور شروع ٿيو. غلام شاهہ ڪلهوڙو، اَسي هزار ماڻهن جو لشڪر وٺي ڪڇ تي ڪاهي آيو. جهاري (Jharrha) جي ننڍڙي ڳوٺ پرسان هڪڙيءَ ٽڪريءَ وٽ، هن جو سرجوشيءَ ۽ بامردي سان مقابلو ڪيو ويو، ۽ هو انتقام وٺڻ جو وعدو ڪري، سنڌ ڏي موٽي ويو ۽ وڃڻ سان موري (Mora) وٽ پراڻ نديءَ تي بند ٻڌرايائين. ان ڪري سنڌونديءَ جو پاڻي لکپت وٽان وهڻ صفا بند تہ ڪونہ ٿي ويو، پر پاڻيءَ جو وهڪرو گهٽ ٿي ويو، ۽ آبادي جنهن جو مدار انهيءَ تي هوندو هو، سا بنهہ بيهي ويئي.

"سنہ 1762ع واريءَ جهاري لڙائي کان اڳ سنڌونديءَ جي ايرندي واري شاخ، پراڻ، لکپت، ۽ ڪوٽ سير (Cotasir) وٽان لنگهي، وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندي هئي، ۽ ان جي ڪپرن سان جو ملڪ آهي، سو ٻين ملڪن وانگر، جي سنڌونديءَ جي ڪنارن تي آهن، درياءُ جو فيض وٺندو هو. آبڪلانيءَ ۾ زمينن کي پاڻي ملندو هو. ڪڇ جي رهاڪن لاءِ جام چانور پيدا ٿيندا هئا. سنڌ ء لکپت جي وچ ۾ جو علائقو آهي، "سير" يعني "آباد" سڏبو هو. اهو علائقو اهڙو تہ زرخيز هوندو هو. جو سرڪار کي ان مان اٺ لک "ڪوڙين" (Corries) ٻن لک رپين کان مٿي ساليانو آمدني ملندي هئي. بند ٻڌجڻ ڪري، حڪومت انهيءَ فائدي کان محروم ٿي ويئي، ۽ نهر، جا اڳي اونهي هوندي هئي ۽ منجهس ٻيڙيون هلي سگهنديون هيون، سا هاڻي پاڻيءَ جي وهڪري بند ٿيڻ ڪري ٽانگهي ٿي پئي ۽ لَٽجي ويئي آهي". (- ممبئي فوج جي اسسٽنٽ ڪوارٽر ماسٽر جنرل، ليفٽيننٽ اي برنس، جي "سنڌونديءَ جي اوير واريءَ شاخ تي مضمون" تان ورتل.)

مان ڪنهن بہ وقت پيادل لنگهي سگهجڻ محال آهي. سنڌ جو ڪنارو هينانهون ۽ سنئون آهي، جنهنڪري اهو لڪيت مان نظر ڪونہ ايندو آهي، پر ڪڇ جو ڪنارو ٻئي طرف کان صاف ۽ چٽو نظر ايندو آهي.

ڪوٽڙي فقط سنڌ جي طرف جي پتڻ جو نالو آهي. اتي نڪو گهر آهي، نہ بندر نہ ماڻهو نہ ڇيڙو. ڏل وصول ڪرڻ لاءِ رواجي سپاهين جي چونڪي بہ ڪانہ آهي. ڪڇ خواهہ سنڌ ۾ ورلي ڏل وصول ڪرڻ وارا ڪٿي نہ هوندا- هتي ڏسڻ ۾ تو اچي، تہ سپاهي ان ڪري ڪونہ رکيا ويا هئا. جو ڪناري جي ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترن ميلن تائين ماڻهن لاءِ منو پاڻي ڪونہ آهي. ڪناري تي اسان اٽڪل سؤ گيهہ جا پريل اُٺ، جي سنڌ مان آيا هئا ۽ ڪيترا واپاري، جي ڪڇ ڏانهن وڃي رهيا هئا، ڏٺا. اسان ڪي سامان لاهڻ ۾ ڪجهہ دير ٿي، پر ستين بجي ڌاري، اسان چانڊوڪيءَ ۾، اتر - اولهہ طرف ڏيئي، "لاهہ" (Lah) لاءِ روانا ٿياسون. اسان ٻارهين بجي تائين هلندا هلندا، نيٺ وڃي منزل کي پهتاسين. رستي تي نہ وڻ، نہ گهر ۽ نہ اسان جي ماڻهن کان سواءِ ڪو ٻيو ٻني بشر ڏسڻ ۾ تي آيو. رستو اٽڪل ارڙنهن ميل هڪ سڌي سنئين پٽ تي مشتمل هو، جو مشهور اترئين رڻ سان لاڳو آهي. ٻين لفظن ۾ اهو هڪ پورو پورو بيابان آهي. مون ڏٺو تہ، رستو مضبوط ۽ سخت هو. چيائون پئي، تہ برسات جي موسم ۾ رستو مسافريءَ جهڙو نہ هوندو آهي.

"لاهہ" جي بلڪل ويجهو ڪجهہ وڻ آهن، نہ تہ چوڌاري ملڪ رڻ وانگر آهي، فقط ڪٿي ڪٿي ڪي ننڍا ٻوڙا آهن. جيستائين نظر پوي ٿي، تيستائين ملڪ هڪ ٻُٺ ۽ غيرآباد پٽ نظر اچي ٿو. ڪنهن بہ طرف ڪا ٽڪري يا ڳوٺ ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. لاهہ ۾ اٺ - ڏهہ سنڌي سپاهي رهن ٿا، جي اتان لنگهندڙ مال تي محصول اڳاڙيندا آهن. انهن جي رهڻ لاءِ هڪ ڪليل ڪانين جي لانڍيءَ نهيل آهي ۽ هنن جو گذران گهڻو ڪري ڏاچيءَ جي کير تي آهي. انهن ٿورن ماڻهن ڏسڻ مان ئي معلوم ٿئي ٿو، تہ هي ماڻهو ڪڇ جي ماڻهن کان نرالا آهن، ۽ انهن جي رهڻي ۽ زبان بہ نرالي آهي. هو قداور مڙس هئا، ۽ انگريزي مزورن جهڙيون ٿلهي سوٽي نيري رنگ جي ڪپڙي جون صدريون، ساڳئي ڪپڙي جون ڪانچون، ۽ رنگين ڪپڙي جون گول اَٺ انچ ڊگهيون ديسي ٽوپيون پيل هُيِن. ملڪ جي ٻين ماڻهن وانگر هنن کي بہ ڊگهيون ڏاڙهيون ۽ مڇون هيون، ۽ هٿن ۾ تلوارون، خنجر، جامڪيدار بندوقون ۽ ڍالون هين. سفيرن جي فوجي خدمتگارن جو ذڪر مان پوءِ ڪندس- پاٽنجر جي

ڪتاب: ”سير بلوچستان“ جي منڍ ۾، جا تصوير ڏنل آهي، سا هڪ سنڌي سپاهيءَ جي شڪل، پوشاڪ ۽ هٿيار جو صحيح نقشو پيش ڪري ٿي. مان سمجهان ٿو، ته لاهه ۾ ان ڪري چونڪي رکي ويئي آهي، جو ڪڇ کان ايندي، رستي تي پهرين اها ٿي جاءِ آهي، جتي پاڻي پيئڻ جهڙو آهي- جيتوڻيڪ اسان کي جيڪو ميرو ۽ ڪارو پاڻي ڏنو ويو هو، ان کي پيئڻ جهڙو پاڻي چوڻ هڪ مبالغو آهي. مون سان، جي سپاهي ساڻ هئا، انهن مان ڪوبہ اهو پاڻي پِـي ڪين سگهيو، تنهڪري انهن ۽ اسان لکپت کان جو تورو پاڻي پاڻ سان آندو هو، تنهن تي گذارو تي ڪيو. مون کي جاءِ تمام ناموافق لڳي- هڪ تہ اتي پيئڻ جو پاڻي ڪونہ هو، ٻيو اتان جي هوا ڪاري پاڻيءَ جي اُٻ ۽ اُن جي ليڏوٽن جي بدبوءِ هئي.

ٻيا بہ ڏينهن، جا مون هڪ غيرآباد ۽ اوسر علائقي ۾ مسافري ڪئي، سا اهڙي دلچسپ نہ آهي، جو ان جو هت احوال ڏجي. چوٿين تاريخ ويئر (Vare) ۾ پهتس، جو لاهه کان ٻارنهن ميل پري هو. تنهن کان پوءِ تيرنهن ميل پنڌ ڪري، پنجين تاريخ شام جو هميوٽ(Hemuit) ۾ آيس. انهن ٻنهي جاين جي تفصيلوار بيان ڏيڻ جي ضرورت نہ آهي. اهي فقط ريگستان ۾ چونڪيـن جا نالا آهن، جن جي پرسان ڏٻڻ مان پاڻي ملي سگهي ٿو. هميوٽ ۾ مون کي خبر پئي، تہ جي عملدار درٻار مان منهنجي استقبال لاءِ موڪليا ويا هئا، سي رڙيءَ (Rurce) وارو رستو وٺي ويا هئا. تنهنڪري مون مغليين وڃڻ بدران، رڙيءَ جو رخ ڪيو، جتي مان پنجين تاريخ رات جو پهتس. رڙي، پوئينءَ منزل کان ويهن ميلن جي مفاصلي تي هئي. لاهہ کان رڙيءَ وارو رستو غالباً اتر طرف ٿو وڃي، ۽ ملڪ اهڙو ئي سنئون سڌو واريا سو رڻ پٽ آهي، جنهن جو اڳي مون ذڪر ڪيو آهي- هڪڙي دِٻ بہ نہ آهي، جا اکين کي آرام ڏئي. رڙيءَ جي ويجهو مون ڪيترائي مٺي پاڻيءَ جا دِٻا ڏٺا. مان سمجهان ٿو، تہ انهن کي پاڻي سنڌونديءَ جي ساڳري (Sunkrai) (1) ۽ مٺو ميرو (Meeta Meera) شاخن مان ملي

---

(1) سنڪرو يا ساڳرو ندي، نادر شاهہ ۽ شهنشاهہ محمد جي وچ ۾ جو ورهاست جو عهدنامو ٿيو هو، تنهن ۾ هندستان ۽ ايران جي صوبن جي حد ڪري ڏيکاريل آهي. ان مان ميجر رينيل (Major Rennell) سمجهي ٿو، تہ سنڌونديءَ جي اوير واري ڦاٽ جو نالو سنڪرو آهي. پر اها حقيقت نہ آهي. ڦاٽ کي سندن منهن کان وٺي ڪيترن ميلن تائين ڪٺي بہ سنڪرو ڪونہ سڏيندا آهن. ان کي لکپت وٽ ڪوري، ۽ ان کان مٿي پراڻ سڏيندا آهن. ”سنڪري“ جي معنيٰ آهي ”سوڙهو“، جيتوڻيڪ اهو ڏسڻ ۾ ناممڪن پيو اچي، پر شايد ائين هجي، تہ ڏرين کي ان وقت دل ۾ ”سنڪري“ جو نالو هو، جا هڪ سوڙهي ندي آهي، ۽ جنهن جيٰ ٻنهي ڏرين کي خبر هئي. اها هڪ قابل ذڪر ڳالهہ آهي، تہ حيدرآباد ۾ سنڌ جي رهاڪن کي سنڌونديءَ لاءِ ”درياءِ“ يعني ”سمنڊ“ کان سواءِ ٻيو نالو ڪونہ آهي. سمنڊ کان جدا ڪرڻ لاءِ هو ان کي ”درياءِ شيرين“ يا ”مٺو درياءِ“ چوندا آهن، ۽ سمنڊ کي ”درياءِ شور“ يا ”ڪارو درياءِ“.

تو. جيئن اسان جي نقشن ۾ ڏيکاريل آهي— جيتوڻيڪ مڪاني ماڻهو ڪين انهن نالن سانَ ڪونہ سڏيندا آهن.

اهو ظاهر آهي، تہ ڪوٽڙيءَ ڪان رڙيءَ تائين- وارو رستو فوجي ڪارگذاريءَ لاءِ ڪارگر نہ هو. مون کي شڪ آهي، تہ برسات جي موسم ۾ ڪو اهو رستو ڪم آڻي سگهجي ٿو، پر خشڪ موسم ۾ هن رستي ڪان توبخانو سنڌ ۾ آڻي سگهجي ٿو. پر سڄن سارن اٺونجاهہ ميلن ۾ نہ ڪاڏي وغيره جو اسباب ۽ نہ مٺو پاڻي ملي سگهي ٿو، جنهنڪري ڪنهن بہ ڌارئي لشڪر لاءِ ان رستي ڪان اوچتو حملو ڪرڻ محال آهي. انهيءَ خشڪ ايراضيءَ ۾ سنڌونديءَ جي ساري دوآبي ۾ اُٺ پاليا ويندا آهن، جي سڄي ايشيا ۾ مشهور آهن. هن ملڪ ۾ فقط اُٺ ئي سواريءَ جو ذريعو آهن. گاڏيون تہ ماڻهن ڏٺيون بہ نہ آهن. لاڙ ۽ قنڌار جي وچ ۾ جا آمدورفت ٿيندي آهي، سا اُنن جي رستي ڪئي ويندي آهي. چون ٿا تہ اُٺ، جي ڪلراٺن پوٺن ۾ پلبا آهن، سي وڌيڪ مضبوط ٿيندا آهن، ڇاڪاڻ تہ انهن کي منڍ کان وٺي ٿوري پاڻيءَ پيئڻ تي هيرايو ويندو آهي.

سنڌونديءَ جي هن پير وارا سنڌ جا ڳوٺ ڪڇ جي ڳوٺن ڪان سادا نهيل آهن. انهن ۾ ڪج جهڙا پڪا پٽر جا سهڻا ۽ آسائشي گهر ڪونہ آهن. ڳوٺن ۾ گهڻو ڪر مٽيءَ ۽ ڪکن جون جهوپڙيون آهن. مسجدون گهٽيون ئي آهن، پر اهي ساڳئي نموني جون ڪچيون فقط ٿوريون مٽي هونديون آهن، ۽ ڪجهہ گلڪاري بہ تيل هوندي اٿن، جنهن مان سجائي سگهبيون آهن. صوبي جا گهڻا ماڻهو پنهنجين ٻنين تي ڪکائن پکن ۾ رهندا آهن، جتي هو پوکي راهکي ڪندا آهن. [1] اڪثر ڳوٺن کي نالو ڪونہ ٿئي. اهي پنهنجي مالڪن جي نالن پنيان سڏبا آهن. بعضي بعضي تہ ضرورت جي وقت جڏهن اَن يا چاري جي تنگي هوندي آهي، تہ سڄن ڳوٺن جا ماڻهو گهر پَٽي وجي ٻئي هنڌ لڏي ويهندا آهن.

رڙيءَ جو شهرُ ٻين شهرن ڪان چڱو نهيل آهي. ڪجهہ وقت اڳ اهو وسندڙ شهر هو. سنڌونديءَ جي مٺي پاڻيءَ ڪان گهڻو دور آهي ۽ پاڻيءَ ملڻ جو سارو دارومدار موسمي برسات تي اٿس. ڪج وانگر هن شهر کي بہ گذريل چئن

[1] اٿرين ان ڳالهہ ڏانهن خاص اشارو ڪيو آهي، تہ سنڌ جا ماڻهو ڪَچن پکن ۾ رهندا هئا، جي هڪ هنڌان پَٽي ٻئي هنڌ ڪٽي وجي سگهبا هئا.

- پنجن سالن ۾ پاڻيءَ جي اٿاڻ ڪري گهڻي شڪست پهتي آهي. شهر جي آبادي پنجن سَون ڪان بہ گهٽ تي ويئي آهي. جڏهن مان اتي ويو هوس، تڏهن اتي اَن ايترو هو جو اسان جي گهوڙن کي گاهہ بدران ڪچيون ساريون ڏيندا هئا. چون پيا، تہ الهندي طرف گهڻي آبادي آهي، پر ٻيو طرف غيرآباد ۽ ويران هو. شهر ۾ فقط هڪڙي جاءِ ڏسڻ وٽان آهي. سا آهي "پير نورشاهہ جي مسجد" جا پري کان نظر ايندي آهي. اها ڏيڍ سؤ ورهين جي آهي ۽ ڻٽي جي پٿر جي ٺهيل آهي. شهر جي پرسان هڪڙو مٺي پاڻيءَ جو تلاءُ آهي.

رڙيءَ ۾ پهچڻ کان پوءِ، جلد ئي مون سا اهي ماڻهو جن کي ميرن منهنجي استقبال لاءِ موڪليو هو، ملڻ آيا. هنن جو مون سان تعارف ڪرايو ويو. هڪڙي جو نالو هو حيدر خان لغاري. هو جاتيءَ جي پرڳڻي جو ناظر ۽ وڏي وزير جو پائٽيو هو. ٻئي جو نالو هو بهادر خان. هو ٻئي سنڌ سرڪار جا مکيہ عملدار هئا. هنن منهنجي نهايت تعظيم سان آجيان ڪئي، ۽ مون سان پاڪر پائي گڏيا. گهڻي خوش خيرعافيت کان پوءِ هنن مون کي ميرن جو ڏکهو ۽ مخلصاڻو پيغام ڏنو، جنهن ۾ مون کي خاطري ڏني ويئي هئي ۽ مير صاحب مون کي ڏسي نهايت خوش ٿيندا. انهن کي حيدرآباد کان حڪم مليل هو، تہ رستي ۾ جيڪڏهن مون کي يا منهنجي عملي کي ڪنهن بہ شيءِ جي ضرورت پوي، تہ ان لاءِ اسان کي خرچ ڪرڻ جي اجازت ڪانہ آهي. مون سان سؤ کان وڌيڪ ماڻهو ساڻ هئا. تنهنڪري مان ايڏو احسان قبول ڪرڻ لاءِ تيار نہ هوس، ۽ گهڻوئي نٽايم، پر لاچار خاموش رهڻو پيم، تہ مباداً ناراض نہ ٿين. ميرن منهنجي لاءِ پنجاهہ اُٺ موڪليا هئا، ۽ اهڙيون هدايتون پڻ ڏنيون هئائون، تہ منهنجي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي پنڌ ڪرڻ نہ ڏنو وڃي. خانن کي تہ اها بہ ڳڻتي هئي، تہ منهنجن پالڪين ڪڻندڙن کي ڪنهن قسم جي سواري ڏني وڃي. اها ڳالهہ ممڪن نہ هئي، پر مون کي قبول ڪرڻو پيو، تہ پهريوارا سپاهي ۽ ٻيا سڀ ماڻهو اُنن تي سواري ڪن. اسان کي جو سيڌو سامان ڏنو ويندو هو، سو نهايت اعليٰ درجي جو هوندو هو. مون کي منهنجن ساٿين کي سکي رکڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي ويئي. هر روز اڻ مئي ڪنڊ، منايون ۽ آفيم ڏنا ويندا هئا.

رڙيءَ تائين مسافريءَ جي احوال ڏيڻ کان پوءِ، اهو ضروري نہ آهي، تہ ڪي ٻيون اجايو سجايون حقيقتون ڏجن. رڙيءَ کان مان شاهہ ڪپور ويس، جو اتان ڏهہ ميل پري

هو. اتان وري ٽي ميل پري ٻنوري ٻيڙيءَ تي، هڪڙي اونهيءَ ۽ سوڙهيءَ نديءَ رستي ويس، جنهن جو پاڻي بيٺل ٿي نظر آيو. پوءِ آمرا، جو هڪ ننڍڙو ڳوٺ آهي. ٽي ميل پري، ۽ ميرپور جو چار ميل پري هڪ چڱو خاصو شهر آهي. ان کان پوءِ، نوڙا، چار ميل- لائقپور، ڇهه ميل- ڍماڪا، پنج ميل- ٻنو، پنج ميل- قبول پور، اٺ ميل- مياڻي، چار ميل، ٽرڪل، پنج ميل- سومر جي وسي، اٺ ميل- جمڙي جي وسي، چار ميل- حيدرآباد، چار ميل.

اهي سڀ ڳوٺ ساڳئي نسوني جا آهن، جنهن جو بيان اڳي ڏنو ويو آهي. انهن کان سواءِ ٻين ڪيترين عارضي بستين مان لنگهيس، جن تي ڪنهن به ٽيڪا ٽپڻي ڪرڻ جي ضرورت نه آهي، سواءِ ان جي، ته انهن آبادين جي ڪري، ملڪ تمام وسندڙ ٿي نظر آيو. لائقپور ۽ ٽرڪل ۾ مون کي ٿارن جي ٻنگلن ۾ رهايو ويو هو، جي باغيچن ۾ هئا. انهن ۾ ڏاڍي چانوَ ۽ گلڪاري هئي. انهن ۾ ميرن جي شڪار جا ڪُنڌا هئا. حيدرآباد تائين ملڪ سنئون پٽ آهي. حيدرآباد کان ٻه- چار ميل اورتي ٽڪريون شروع ٿين ٿيون. رڙيءَ کان نوڙن تائين ڏاڍيون آباديون هيون، ۽ زمين نهايت زرخير هئي. مون کي ڪيترا واهه ٽپڻا پيا، جي آباديءَ لاءِ سنڌونديءَ[1] جي شاخن مان کوٽايا ويا هئا. انهن مان ڪيترن جي مٿان ننڍيون سرن جون پليون ٺهيل هيون. پلين جي مٿان، زمينن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ "مويا" يعني چڪ جا کوهه هئا، جي سمورو وقت پئي هليا. ڪڇ جي خشڪ ريگستان کان هڪڙي سرسبز ۽ آباديءَ واري ملڪ ۾ اچڻ تي منهنجي دل ۾ نهايت خوشي ۽ سنڌ لاءِ عزت پيدا ٿي.

مان انين تاريخ شام جو ٻني ۾ پهتس، ۽ پهريون دفعو سنڌونديءَ جو معائنو ڪيم. مون کي هن مشهور ۽ تاريخي نديءَ ڏسڻ جو ايترو ته شوق هو، جو مان سڀ پنهنجو سامان پنيان ڇڏي ۽ چاليهه ميل ڏينهن جو سواري ڪري، ٽڪجي ٽٽجي اچي شام جو ان جي ڪناري تي پهتس. منهنجي شوق پوري ٿيڻ ڪري، جي منهنجي دل ۾

---

[1] سڪندر کي پنهنجي مسافريءَ جي دوران ڪيتريون نادر ۽ عجيب شيون نظر آيون هيون- فرات ۽ دجله نديون ڏسڻ کان پوءِ به هو سنڌونديءَ جو نظارو ڏسي، حيران ٿيو هوندو- هندستان جي جنهن ڀاڱي مان هو پنهنجو لشڪر وٺي لنگهيو هو، تنهن جهڙو سرسبز آباد ۽ آبادين سان ڀرپور ملڪ ڪٿي ڪونه ڏٺو هوندائين.( رابرٽسن جي ڪتاب "هندستان" تان ورتل-) "سنڌ جو صوبو زمين، آبهوا، شڪل ۽ روپ ۾ مصر سان مشابهت رکي ٿو. ملڪ جي هيٺئين حصي جي زمين جي بناوت نباتات جو ميلاپ آهي، ۽ ان جي صورت هڪ ويڪري دوآبي جهڙي آهي. سنڌوندي، جا نيل درياءُ جيڏي آهي، هڪ سنئين پٽ مان وروڪڙ ڪري لنگهي ٿي ۽ هر سال اٿل کندي آهي.

جذبا پيدا ٿيا، تن جي بيان ڪرڻ جو هتي ضرور نہ آهي. منهنجن هندو ساٿين، تہ ڏسڻ سان درياءُ جي پوڄا ۽ بندگي ڪرڻ شروع ڪري ڏني. هنن جي نگاهہ ۾ ان پوتر پاڻيءَ ۾ ٽٻي ڏيڻ ڪري، ابدي آنند حاصل ٿئي ٿو. پر سڪندر جي ڪارگذارين جو جولانگاهہ ڏسي، جي منهنجي دل ۾ جذبا پيدا ٿيا، سي هندن جي دل ۾ ڪونہ ٿيا هوندا. هن عظيم ۽ فيض رسان نديءَ جو ڪرم ڏسي، چئجي ٿو، تہ پاڻيءَ ۽ پاڻيءَ جي ديوتائن جي پوڄا تي ڪنهن بہ قسم جو اعتراض ٿيڻ نہ کپي.

پڄاري شاخ، ٻني وٽ درياءُ مان نڪري ٿي. هن هنڌ درياءُ جو پيٽ هڪ ميل کان بہ وڌيڪ ويڪرو آهي. وچ ۾ هڪ سڪل واريءَ جي ٻيٽاري اٿس. لاڙڪپور کان ٻني ۽ ٻني کان حيدرآباد جي ويجهڙائيءَ تائين رستو ميرن جي هڪ گهاٽي شڪار جي ٻيلي مان لنگهي ٿو. تنهنڪري آسپاس وارو ملڪ ڏسڻ ۾ نٿو اچي. اسان جو رستو ڪيترائي ميل سنڌونديءَ جي ڪناري سان پئي هليو. ٻني کان ٿورو مٿي سنڌونديءِ مان هڪ عاليشان نهر نڪتل آهي. جا نهايت تجمل سان، ڪلاڪ ۾ اٽڪل ٽن ميلن جي رفتار سان تيز وهي ٿي. ان جو سڄو پيٽ هر وقت ٻيڙين سان ڀريل رهي ٿو.

رستي ۾ منهنجن ميزبانن، منهنجي نهايت تعظيم ۽ خاطرداري ڪئي. بعضي بعضي هو پاڻ منهنجي حفاظت لاءِ رات جو پهري تي ويهندا هئا. منهنجي پاسي ۾ هڪڙو ڪرمچي رنگ جي ريشمي ڇَوَ سان وڏو ڪپهہ جو گاديلو هميشہ تيار رکيو هوندو هو، تہ متان مون کي هيٺ لهڻ جو خيال ٿئي. اسان کي ٿڌي شربت جون گهگهيون ۽ ٻيو عيش عشرت جو سامان نهايت فراخدليءَ سان ڏنو ويندو هو. مون کي وندرائڻ لاءِ اميرن ڪيترا باز موڪليا هئا. ان ڪري منهنجي دسترخوان تي هر قسم جا پکي موجود هوندا هئا. پکين جو شڪار جيترو سنڌ ۾ آهي، اوترو ٻئي ڪنهن بہ ملڪ ۾ مون ڪونہ ڏٺو آهي. مون کي جلدي حيدرآباد پهچڻ جو ارادو هو. تنهنڪري اسان تيز رفتاريءَ سان سفر ٿي ڪيو. اسان جي عملي ۾ گهٽ ۾ گهٽ هزار کن ماڻهو هئا. انهن مان ڪيترا اُٺن تي سوار هئا. خانن، خود اُٺن جي سواري تي ڪئي. سنڌ ۾ اُٺن جي سواريءَ جو رواج آهي ۽ اها سهنجي بہ هوندي آهي. خان انن تي اهڙا تکڙا ٿي هليا، جو منهنجي گهوڙي سان برابر ٿي آيا. انن جي پاکڙن تي ريشمي گاديلا هئا، جنهنڪري سوارن کي اُٺ جي ڏکئي پنڌ کان تڪليف ڪانہ ٿَي پهتي. مان پانئيان ٿو، تہ جنهن رستي کان اسان پئي آياسين، تنهن رستي کان اڳي ڪوبہ يورپي آدمي

ڪونہ لنگھيو ھو. ماڻھو، اسان کي ڏسڻ لاءِ نھايت منتظر ۽ بيتاب ھئا. منھنجي تنبوءَ جي چوڌاري حشام ماڻھن جا ھئا. فرنگين کي ڏسڻ لاءِ ملڪ جي ھر حصي مان ماڻھو آيا ھئا. ڪن مون تائين پھچڻ لاءِ بيماريءَ جو بھانو ڪيو. جڏھن انھن جي نڳي ظاھر ٿي، تڏھن ھنن ھڪدم قبوليو، تہ اسان کي تنھنجي ملاقات جو شوق ھو ۽ سمجھيوسين ٿي، تہ ان ۾ اسان جي ڀلائي آھي.

حيدرآباد کان ٽيھن ميلن جي مفاصلي تي مون سان محمد خان ٺوڙھو اچي گڏيو. ھو ھڪ سردار آھي ۽ ميرن جي خاندان سان رشتيداري اٿس. ھو موسيٰ ڪاھتان نالي ھڪ ٻي وڏي عملدار سان گڏ منھنجي استقبال لاءِ موڪليو ويو ھو. ھنن سان ڪيترا خدمتگار ساڻ ھئا. مون کي ھنن مان خبر پئي، تہ درٻار ۾ منھنجي خيرمقدم لاءِ وڏيون تياريون ٿي رھيون ھيون. چيائون، تہ ٻيا يورپي اڳي سنڌ ۾ پنھنجن ڪمن سان ايندا ھئا، پر تون ميرن جي دعوت تي آيو آھين، تنھنڪري تنھنجي ٻئي نموني ۾ آجيان ڪئي ويندي.

تختگاھہ (حيدرآباد) جي ويجھو پوئينءَ منزل تي سنڌ جو وزيراعظم نواب ولي محمد خان لغاري مون سان گڏيو. ھن کي ميرن مون کي شرف ڏيڻ لاءِ اڳواٽ موڪليو ھو. ھن جي سواري نھايت شاندار ھئي. ان ۾ درٻار جا تقريباً سڀ مکيہ ماڻھو شامل ھئا. ھو ھڪ پالڪيءَ ۾ سوار ھو. جنھن کي اُٺ کنيو ٿي آيا. پالڪي ڪرمچي رنگ جي بخمل جي ٺھيل ھئي. ۽ ٻاھران نھايت قيمتي جھالر ۽ سونا جھاٻا لڳل ھئس. مون کي ڏسڻ سان. ھو پالڪيءَ مان لھي اچي مون سان پاڪر پائي محبت سان گڏيو. ھو ھڪ نھايت بزرگ، عمر رسيده ۽ معزز شخص آھي. ھن جي نشست ۽ برخاست جو نمونو شاھي درٻارين جھڙو آھي. ھو جھڙو لائق آھي، تھڙو مشفق بہ آھي، مون کي ھن پالڪيءَ ۾ پنھنجي سامھون ويھاريو. اسان ڪيترو پنڌ اھڙيءَ طرح سواري ڪندا رھياسين.

نومبر مھيني جي ڏھين تاريخ تي صبح جو مان حيدرآباد ۾ داخل ٿيس، منھنجي اڳيان جي گوناگون منظر ھئا، تن جو لفظن ۾ بيان ڪرڻ دشوار آھي. ھرڪو پنھنجي ڪم ۾ مصروف ھو، اتي انن- ڏھن ھزارن کان بہ وڌيڪ ماڻھن جو ميڙ ھو، سڀ مون کي ڏسڻ لاءِ آيا ھئا. ھندستان جي سڪر زالن جي رواج جي خلاف، زالون بہ پالڪيءَ جي ويجھو ڏوڪي آيون، ايتري تہ گپاگيھہ ھئي، جو اڳتي وڌڻ بہ مشڪل ٿي پيو، ۽ سنڌي سپاھين کي ترارين ۽ بندوقن سان

رستو صاف ڪرڻو پيو. شهر کان هڪ ميل ٻاهر مون کي هڪ شاندار ڪاري گهوڙي تي چاڙهيو ويو. جنهن تي نهايت سهڻا سنج پيل هئا. اهو ولي محمد خان پاڻ سان وني آيو هو. ۽ اسان جي سواريءَ سان آهستي آهستي گڏ آندو ويو هو. پر ماڻهو مُڙڻ جا نه هئا. تنهنڪري مون کي وري، پالڪيءَ تي ويهاريو ويو، ته جيئن ماڻهو مون کي ڏسي نه سگهن. ۽ مان گپاگيهه کان بچي وڃان.

اهڙيءَ طرح گهڻيءَ تڪليف کان پوءِ، شديد گرميءَ ۾، مان آخر حيدرآباد جي قلعي جي دروازي تي پهتس. قلعو ميرن ۽ سندن عيال جي رهڻ لاءِ مخصوص ٿيل آهي. اتي مون کي پهريون دفعو آگاهه ڪيو ويو، ته منهنجي هڪدم سنڌ جي والين سان ملاقات ڪرائي ويندي. ٻاهر جهڙو شور ۽ هنگامو هو، اهڙي ئي اندر قلعي ۾ خاموشي هئي. مان ڪيترين سوڙهين گلين مان، جن ۾ فقط درٻار جا خاص خدمتگار ١٠، لنگهي اوچتو هڪ وڏي ڪليل اڱڻ ۾ پهتس، جتي ڪيترا خوش پوشاڪ وارا سنڌي بيٺا هئا. اڱڻ جي ٻنهي پاسن کان پٿرين تي نقاشي ٿيل هئي ۽ پٽ تي گوناگون غاليچا وڇايل هئا. هڪ ڇيڙي تي، ٽن محرابن سان در هئا، جن کي سائي ڪپڙي جا پردا ڏنا ويا هئا. مون کي انهن مان هڪڙي در ڏانهن وزير ۽ عملدار وني هليا. مان جيستائين پاڻ سنڀاليان، تنهن کان اڳ منهنجي جُتي لاتي ويئي، ۽ مان ميرن جي حضور ۾ بيٺو هوس. مون کي هڪ ئي وقت ۾ ساري شاهي خاندان ڏسڻ جو موقعو مليو. مون اهڙو شاندار منظر اڳي ڪڏهن ڪونه ڏٺو هو. اهو منظر نندي هوندي جيڪي اسان مشرقي تجمل جا خيالي پلاءَ پچائيندا هئاسين، انهن سان هوبهو ٺهڪي تي آيو. ميرن کي خوشنما پوشاڪون پهريل هيون ۽ هو هڪ اوچي ڪمري جي ڇيڙي ۾ اڌ گول جي شڪل ۾ ويٺا هئا. ڪمرو ايراني غاليچن سان سينگاريل هو. ٻه وڏا مير وچ ۾ مسند تي ويٺل هئا. مسند، اڇي رنگ جي ولايتي ريشمي ڪپڙي جي پوش سان هڪ ٿلهي گدي هئي، جنهن تي پَٽ ۽ زريءَ جو سهڻو ڀرت ڀريل هو. ان جون ڪنبون، ڇئن ٿُلهن گولن سونن جهابن سان ٻڌل هيون. ان جي پٺيان هڪ ڀرت ڀريل بخمل جو طول وهاڻو رکيو هو. مطلب، ته مسند نهايت شاندار پئي لڳي. مير صاحب، جن جي ٻنهي پاسن کان سندن خاندان جا ياتي يعني پائنيا: مير صوبدار خان، مير محمد خان ۽ مير مراد عليءَ خان جا پٽ، مير نورمحمد ۽ نصير خان ويٺا هئا. انهن کان پرڀرو سندن چاچو مير محمود خان ۽ هن جا پٽ احمد خان ۽ جهان خان هئا. سفيد پوش خدمتگار، شهزادن جي پٺيان تلوارن ۽ ڍالن سان بيٺا هئا.

هڪڙو يورپي آدمي، جنهن اڳي اهڙي اعليٰ ڏيهي تهذيب جو مظاهرو ڪونہ ڏٺو هو، تنهن لاءِ هنن ماڻهن جي پوشاڪ جي نفاست ۽ صفائي نهايت دلڪش هئي. هتي رنگين پَنيُن ۽ ڪرمچي رنگ جي نمائش ڪانہ هئي: ۽ نہ وري تجمل ۽ غلاظت جي آميزش هئي، جا اڪثر هندو راجائن جي درٻارين ۾ نظر ايندين آهي: مگر هتي اهڙي سادگي ۽ لطافت هئي، جو اهڙي مون ڪٿي ڪانہ ڏٺي هئي. ميرن ۽ سندن خدمتگارن ڪي تقريباً هڪجهڙا ڪپڙا پيل هئا، يعني اڇي رنگ جي سنهي ململ جا صفائيءَ سان نهيل ۽ چٽيل انگرڪا، ريشم ۽ زريءَ جا ڪمربند، سوڙهن پانئچن سان ريشمي ترڪي سلوارون، ۽ ڪيمخاب يا پرت پريل بخمل جون سنڌي ٽوپيون، جن جو بيان مون اڳيئي ڏنو آهي. انهن ڪان سواءِ هرهڪ شهزادي جي ٻانهن تي اڪثر سفيد رنگ جي نهايت خوبصورت ڪشميري شالن جو جوڙو ۽ ڪمربند ۾ هيرن ۽ جواهرن سان جڙيل ايراني خنجر هئا، جن سندن پوشاڪ ۽ آرائش مڪمل ڪئي.

ساري خاندان ڪي جيڪڏهن هڪ نظر سان ڏسبو، تہ انهن جي اخلاق ۽ تهذيب جي تعريف ڪرڻي پوندي ۽ اهو قبول ڪرڻو پوندو، تہ گهڻن ۾ گهڻا ظاهري طرح هو جنهن ترقيءَ ۽ اوج ڪي رسيا آهن، تنهن جي لائق آهن. ننڍين شهزادن ڪي تہ اهڙي لياقت ۽ فضيلت هئي، جا ورلي يورپي يا ڏيهي ماڻهن ۾ نظر ايندي. وڏا مير شڪل ۾ گهڻا شاندار هئا. شايد ان ڪري جو هنن ننڍي هوندي سڪ ڪونہ ڏٺو هو، ۽ گهڻيون تڪليفون سَٺيون هئائون.[1] هو سڀ پيچ وڏيءَ عمر جا آهن، پر اهڙيءَ طرح

---

[1] مسٽر ڪرو جو لکيل چٺن پائرن جو احوال ڏجي ٿو- پر هن اهو احوال گنريل صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ لکيو. تهنڪري اهو فتح عليءَ ۽ غلام عليءَ سان خاص ڪري لاڳو ڪري سگهجي ٿو. هاڻوڪا وڏا مير ان وقت تمام ننڍيءَ عمر جا هئا. ٭چئن ميرن جو ٻالپڻو ڪلهوڙن جي حڪومت جي پوئين عرصي ۾ گمنامي ۽ غربت ۾ گذريو هو. ڪلهوڙن ڪي ٽالپرن جي قوم لاءِ محبت ڪانہ هئي، جيئن هنن جي جهڳڙن مان ظاهر آهي. چون ٿا تہ سنڌ جا هاڻوڪا حاڪم جهنگلن ۾ مال چارينڌا ۽ پنهنجن هٿن سان ماني پچائيندا هئا. خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو ۽ هنن جي سمجهہ، روش ۽ عادتون ڏيکارين ٿيون، تہ هنن ۾ تربيت ڪانہ آهي ۽ اعليٰ منصب ڪي رسڻ ڪان پوءِ بہ، هنن تعليم يا صحبت مان فائدو ڪونہ پرايو آهي. هنن جي خيالن جو دائرو سندن ملڪ جي جبلن ۽ پٽن ۽ نهايت قنتار تائين محدود آهي. هنن جي دانائيءَ ۽ سياست جي حد آهي: بادشاهہ جون حرڪتون معلوم ڪرڻ ۽ سندس عملدارن ڪي خراج جي وصوليءَ ۾ دير وجهڻ يا تخفيف ڪرائڻ. گهر ۾ هنن ڪي فقط ٻن ڳالهين جو انتظار هوندو آهي: هڪڙو پنهنجي ذاتي حفاظت، ٻيو دولت گڏ ڪرڻ. هو رات ڏينهن نفس پرستيءَ ۾ مشغول هوندا آهن. هو ان ڳالهہ تي غور ڪونہ ڪندا آهن، تہ ماڻهن جو ڪهڙو حال آهي ۽ ملڪ ڪي ڇا جي ضرورت آهي.

٭فارسي زبان درٻار ۾ ڪم آندي ۽ اسڪولن ۾ سيکاري ويندي آهي. مير فتح علي، جو پاڻ ڪي هٺ ۽ جهالت وچان رستم زمان ۽ ٽالپرن جي ڪارنامن ڪي پوين جي عبرت لائق سمجهندو هو، تنهن هڪڙي شاعر ڪان جو عالم نہ، پر احمق ضرور هو، فردوسيءَ جي طرز تي هڪ ڪتاب لکرايو هو، جنهن جو نالو شهره آفاق ڪتاب شاهنامي جي مقابلي ۾ 'فتحنامو' رکيو هئائين. هن هاڻي تازو ساڳيءَ طرح پنهنجي (هلنڊ)

ڏاڙهيءَ ۽ وارن کي خضاب ڪن ٿا. جو پنجاهه ورهين کان وڏيڪ عمر جا نٿا لڳن. انهن جا مهانڊا ننڍن شهزادن جي مهاندن سان نٿا لڳي اچن، سواءِ هڪڙي شهزادي جي. ننڍا شهزادا مائن تي ويل آهن. انهن جو رنگ گورو، وار بنهه ڪارا ۽ پنبڙيون ۽ ڀرون ڊگهيون اٿن. ميرنصير خان خاص ڪري هڪ نهايت حسين جوان آهي.

سنڌ جي دربار جي نشست ۽ برخاست جو طريقو بہ اهڙوئي تحسين جوڳو هو، جهڙي ميرن جي شڪل شباهت. جيڪي عملدار حاضر هئا، سي پوشاڪ ۽ اٿ ـ ويهہ مان اعليٰ مرتبي جا نظر پئي آيا. ڪنهن بہ آڏو اچڻ جي ڪوشش ڪانہ پئي ڪئي. ڪُت خلق کي درن کان ٻاهر ڪڍيو ويو هو. ڪمري ۾ هڪ قسم جي سڪونت ۽ ڳنڀيرتا هئي. هرڪو ماڻهو انتظام سان شانائتي نموني ۾ بيٺو هو. انهن سڀني ڳالهين منهنجي دل ۾ هڪ قسم جي عزت ۽ رعب پيدا ڪيو، جنهن جي مون کي اُميد ڪانہ هئي. مطلب، تہ مون کي ڪليل دربار ۾ ملاقات جو شرف ڏنو ويو. اسان جي سرڪار جي اڳين ٻن سفارتن سان جو ڏيهي وڪيل گڏجي آيو هو، سو هن موقعي تي بہ حاضر هو. مون کي خاطري ڏني، تہ منهنجي لاءِ جو انتظام ڪيو ويو هو، ۽ مون کي جا آجيان ڏني ويئي هئي، تنهن جهڙي هن پنهنجي سنڌ ۾ ويهن ورهين جي قيام ۾ ڪانہ ڏٺي هئي.

منهنجي جُتي در تي لهرائي ويئي هئي، پر مان فيصلو ڪيو، تہ ٽوپي نہ لاهيندس. تنهنڪري مان ٽوپيءَ سان ڪمري جي وچ ۾ هليو آيس. ساري خاندان منهنجو سلام ڪيو ۽ مون کي گاديءَ وارن ميرن جي آمهون سامهون هڪ مسند تي ويهاريو ويو. گفتگو هڪدم فارسيءَ ۾ شروع ڪئي ويئي. مون کان ساڳئي وقت پنجاهہ سوال پڇيا ويا: خوش آهين، چڱو ڀلو، راضي، طبيعت نيڪ اٿئي، وغيره وغيره- مان انهيءَ خوش خيرعافيت جو جواب چڱيءَ طرح ڏنو، ۽ چيومانِ تہ: ”مان جنهن وقت سنڌ ۾ پير پاتو آهي، ان کان وٺي مون سان هر قسم جي مهربانيءَ ۽ عزت جو برتاءُ ڪيو ويو آهي، جنهن لاءِ

---

برتري ڏيکارڻ لاءِ بلوچ عاشقن جو مشهور دهقاني قصو، جاميءَ جي يوسف و زليخان جي طرز تي فارسي شعر ۾ نقل ڪرايو آهي، تہ جيئن انهن بيتن جو ڦهلاءُ سنڌ کي ادب ۽ علم ۾ اهڙيءَ طرح مشهور ڪري، جهڙيءَ طرح هو جنگ جي فن ۾ مشهور آهي. فتحنامو دربار ۾ پڙهيو ويندو آهي. ڪيترا درباري چاپلوسي ڪرڻ لاءِ ان مان اهڙا ٽڪر ياد ڪندا آهن، جن مان حاڪمن جي اجائي ۽ واهيات شاراهہ ڪيل هوندي آهي. جنهن شهزادو ٻاهر نڪرندو آهي، تنهن هڪڙو شاعر سندس اڳيان وڏي آواز سان مبالغي جي لفظن ۾ سندس ثنا ڪندو هلندو آهي. شهزادو بہ بنا ڪنهن شڪ ۽ شرم جي هن جي همت افزائي ڪندو آهي ۽ چوندو اٿس، تہ تعريف ڏاڍيان پڙهي-

نهايت شڪر گذار آهيان". مير ڪرم عليءَ چيو، تہ توهان مهمان آهيو، ۽ اسان جي دعوت تي آيو آهيو. اسان جو سيڪجهہ توهانجي ملڪ آهي. اسان پنهنجي وزيراعظم کي توهانجو ميزبان مقرر ڪيو آهي: هن کي هدايت مليل آهي، تہ هو توهانجي هر نموني جي خاطر تواضع ڪري. توهانجي رهائش لاءِ شهر کان ٻاهران هڪ باغيچو تيار ڪيو ويو آهي. توهان اُتي رهہ ۽ جي توهانجي مرضي هجي، تہ توهان اسان سان حيدرآباد جي قلعي ۾ بہ رهي سگهو ٿا.

ان ڪان سواءِ مسٽر ايلفنسٽن، سرجان مالڪوم، سرايون نيشن، گورنر جنرل ۽ قبلا عالم بادشاهہ جارج چوٿين بنسبت پڇا ڳاڇا ڪيائون. انهن سڀني لاءِ ميرن کي نهايت عزت ۽ تعظيم هئي. چيائون، تہ ڪڇ جي سفير توکي اسان ڏانهن اچڻ جي اجازت ڏيئي، اسان سان وڏا ڀال ڀلايا آهن. انشاء الله، اسان جي انگريز سرڪار سان دوستي اڳي کان وڌيڪ مضبوط ۽ گهاٽي ٿيندي. ان کان پوءِ مير صاحب جن طب جي علم تي بحث ڇيڙيو. ڀهرياڻين مون کان تفصيلوار پڇا ڪيائون، تہ توهانجي عمر ڪيتري آهي، ۽ پنهنجو پيشو ڪيئن ۽ ڪٿي سکيو آهين؟ يورپ جي ماڻهن وانگر هنن کي بہ خيال ويٺل هو، تہ شباب ۽ علم جي دوستي ڪانہ ٿيندي آهي. هو البت انهيءَ ڳالهہ تي نااميد ٿيا، جڏهن ڏٺائون تہ منهنجي دعوا جي تائيد ۾، نہ آهن، سفيد وار ۽ نہ ڳنڀيرتا. پاڻ ۾ سس پس پئي ڪيائون، تہ هيءَ وات - ڳاڙهو ڇوڪر علاج ڇا ڪندو؟

ڪلاڪ ڪن کان پوءِ سڀني ڏارين ماڻهن کي رخصت ڏني ويئي، ۽ مراد عليءَ جي بيماريءَ جو ذڪر ڇوريو ويو. مير جي شڪل شبيهہ مان ائين ڪونہ ٿي ڏسڻ ۾ آيو، تہ هن کي ڪنهن بہ قسم جو ڪو مرض آهي. تشخيص بعد مون ڏٺو، تہ ڪيس ڪوبہ مهلڪ مرض ڪونہ هو، جيئن مان ڀهرين سمجهيو هو. سندس بيماري، خدمت ۽ تيمارداريءَ سان جيڪڏهن صفا ڇٽائي نہ، تہ بہ گهٽ ڪري سگهجي ٿي. جڏهن مون کين اها ڳالهہ ٻڌائي ۽ چيومان، تہ اوهين جراحيءَ کان تندرست ٿي ويندا، تڏهن هنن جو انديشو دور ٿيو، ۽ هو سڀ ڏاڍا راضي ٿيا. پڇاڙيءَ جو جڏهن اسان هڪٻئي سان ڪجهہ گهرا ٿياسين، ۽ مون ڏٺو، تہ هنن کي مون ۾ ويساهہ ۽ منهنجي لاءِ عزت آهي، تڏهن مون هنن کان هر شايان نموني ۾ پنهنجي اٽ - ويهہ ۽ گفتگو سان موهڻ ۽ خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مون کي ائين وسهڻ لاءِ ڪافي سبب آهن، تہ مان ان ڳالهہ ۾

ڪامياب ٿيس، اتڻ وقت ٻنهي گاديءَ وارن ميرن مون کي خاطري ڏني تہ: "اسان اڳي ڪنهن بہ يورپي ماڻهو کان ايترو خوش نہ ٿيا آهيون، جيترو توکان ٿيا آهيون".

دربار مان، مون کي نواب ولي محمد خان ماڻهن جي ساڳئي بيتاب انبوهہ مان اتي وٺي هليو، جتي منهنجي رهائش جو انتظام ڪيو ويو هو. اها جاءِ شهر کان سڌ پنڌ پري هڪ باغيچي ۾ هئي، جنهن کي چوڌاري پناهہ لاءِ ديوار ڏنل هئي. باغيچي ۾ وڻ ڪپي ۽ آبادي ڪري، اسان لاءِ جاءِ ڪئي ويئي هئي، ۽ ڪيترا تنبو ۽ شاميانا کڙا ڪيا ويا هئا. انهن مان هڪڙو شاميانو چاليهہ فوٽ ڊگهو هو ۽ ٻارنهن فوٽ اوچ.رن قناتون هئس. اهو شاميانو سائي ڪپڙي جو ٺهيل هو، ۽ ڳاڙها گل لڳل هئس، ۽ سڄو گلمن، غاليچن ۽ پلنگن سان سينگاريل هو. اهو شاندار شاميانو منهنجي ملاقات جو ڪمرو هو. اهي تنبو، ۽ جنهن نموني ۾ صبح جو منهنجو استقبال ڪيو ويو هو، تنهن مون کي الف ليليٰ جي منظرن جي يادگيري ٿي ڏياري. اجا ساهہ ئي نہ پٽيو هوم، تہ ڏنم ڪيترا خدمتگار ڪاڏي جا خونچا ڪنيو ٿي آيا. انهن مان هڪڙو طشت منهنجي اڳيان رکيو ويو. ان ۾ ڏهہ - ٻارنهن چانديءَ جون رڪابيون هيون، جن ۾ منهنجي ناشتي لاءِ قسمين قسمين طعام هئا. جن سيني جي مٿان سونا ورق لڳل هئا. ٻين ۾ منهنجن مسلمان ملازمن لاءِ پڪل گوشت ۽ ان سان گڏ هندن لاءِ ميوا، مٺايون ۽ ٻيا طعام هئا. شام جو بہ ساڳئي ڪار ٿي. آخر جڏهن چيومانِ، تہ مان انهيءَ فراخدليءَ جو وڌيڪ فائدو وٺڻ لاءِ تيار نہ آهيان، تڏهن ڪجهہ دستور ۾ ڪمي ڪئي وئي.

ساڳئي ڏينهن شام جو مون کي وري ميرن ملاقات لاءِ گهرايو. هن دفعي اسان جي ملاقات خانگي هئي، سواءِ نمائش يا جلوس جي. ميرن کي پوشاڪ ساڳي صبح واري پيل هئي، مگر ڪمربند ۽ هٿيار ڪونہ هئن. ٻيا نوڪر چاڪر بہ ايترا ڪونہ هئا. سندن گفتگو تمام دوستانا طريقي جي هئي. ڳالهيون گهڻو ڪري مراد عليءَ جي بيماريءَ متعلق هيون، جنهن جو هنن کي گهڻو انتظار هو. مير صاحب جن پنجن مهينن کان عليل هئا. مون کي تڏهن گهرايو هئائون، جڏهن مڪاني حڪيمن جواب ڏنو هونِ ۽ پاڻ اميد لاهي ويٺا هئا. مير صاحب جا پائر فتح علي ۽ غلام علي بہ شايد ساڳئي قسم جي شڪايت کان گذاري ويا هئا، جا سندن خاندان ۾ موروثي هئي. مير صاحب تہ

خود پنهنجي وصيت ڪري، ۽ ملڪيت ورهائي ڇڏي هئي، ۽ پنهنجي اولاد لاءِ لکيل نصيحتون تيار ڪيون هيون. اهڙين حالتن هيٺ مراد عليءَ ۽ سندس عزيزن کي جا سندس صحت بنسبت ڳڻتي هئي، ۽ ڇنڻ تي جا ڪين خوشي ٿي، سا سمجهي سگهڻ ڏکي نہ آهي.

علاج هڪدم شروع ڪرڻ ۾ دير ڪانہ ڪئي ويئي، پر مون کي علاج ۾ ڪي مشڪلاتون پيش آيون: پهريون تہ ميرن کي هڪ اجنبيءَ ماڻهوءَ جي هٿان دوا جو وزن وٺڻ هميشہ ڏکيو لڳندو هو. تنهن کان سواءِ مون کي ان ڪري بہ ڪجهہ ذاتي دقت ٿي، جو بلوچن جي رواج مطابق مريض کي گولي ڪارائڻ کان اڳ حڪيم کي بہ گولي کائڻي پوندي هئي. مير مراد علي دوا کي هٿ ڇو لائي، جيستائين اها پهريائين مان نہ کاوان. مان بہ انهيءَ اگريءَ دوا جا ٻہ - ٽي وزن وٺي ٿڪجي پيس. آخر شامت وجي هڪڙي بدبخت نوڪر تي پئي. هن ويچاري کي ناحق بيفائدو ڪيترو وقت ساندهہ پگهرجڻ جون پڙيون ۽ جلاب وٺڻا پيا، جن سندس دل ۽ دماغ کي يورپي حڪمت جي علم جو تمام برو اثر ويهاريو هوندو. اها رسم گهڻي وقت کان پوءِ، جڏهن مان ميرن سان وڌيڪ گهَرو ٿيس، تڏهن بند ڪئي ويئي. پر مون کي خاص طرح ڇيو ويو، تہ منهنجي لاءِ هيءَ وڏي ۾ وڏيءَ رعايت هئي. اها ڳالهہ سندن خيال ۾ اهڙي تہ اهم هئي، جو پنهنجي وڪيل کي هدايت ڏنائون، تہ اها ممبئيءَ جي گورنر جي ڌيان تي آڻي، تہ هو سمجهي تہ ڪين اسان لاءِ ڪيتري نہ محبت ۽ عزت هئي.

سخت پرهيز، باترتيب علاج ۽ معمولي ملم پٽي ڪرڻ سان مرض جون خوفناڪ علامتون20- نومبر ڌاري يعني منهنجي اچڻ کان پوءِ ڏهن ڏينهن جي اندر گهٽ ٿيون، مون کي خود ايتري فائدي تي تعجب ٿيو. سڀ مير ڏاڍا راضي ٿيا، جڏهن مان مراد عليءَ کي اعتدال سان پنهنجي رواجي ڪمن ڪارين ڪرڻ جي اجازت ڏني. ڪنهن بہ ماڻهوءَ تي بيماري سندس ساري خاندان لاءِ مصيبت جو باعث ٿئي ٿي. هنن ويچارن ڪيترا مهينا قلعي کان ٻاهر جي هوا ڪانہ کاڌي هئي. هاڻي شڪار لاءِ هڪدم سيني تياري ڪرڻ شروع ڪري ڏني، ۽ مون کي شڪار ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏني ويئي. مير کي ڪيترا هفتا تڪليف ڪانہ ٿي. مرض اٿلي پوڻ جي ڊپ کان هو باقاعدي هدايتن تي عمل ڪندو رهيو. پر علاج بند ٿيڻ کان پوءِ، هن کان وري ڪي غلطيون ۽ بي

اعتداليون ٿيون. جنهنڪري مرض تورو اٽلي پيو. پر هن کي صحت ۾ باقاعدي فائدو ٿيندو رهيو.

اميدن جي خلاف اوچتيءَ شفا جو مکيہ سبب هيءُ هو. تہ مون اڃڻ سان گرم دوائن جو استعمال بند ڪيو هو. پر ميرن سمجهيو. تہ مان ڪو نهايت حاذق حڪيم آهيان. وري خوش قسمتيءَ سان ڪي اهڙا اتفاق ٿيا. جو ميرن جو آڳي باقي وڏيڪ ويساھ پڪو ٿيو. ڪنهن وقت مراد عليءَ کي هڪ طاقت جي دوا ڪارائڻي هئي. ڪمبخت نوڪر تي دوا آزمائڻ ڪان پوءِ. بہ مير ڪائي چو تو؟ چوي. تہ جيستائين اهو نہ ٻڌائيندين تہ ان جو مون تي ڪهڙو اثر ٿيندو. تيستائي مان دوا کي هٿ بہ نہ لاهيندس. مان سمجهي ويس. تہ هيءَ هنن جي خيال ۾ منهنجي علم جي هڪ وڏي آزمائش آهي. مان منجهي پيس. تہ هاڻي ڇا ڪجي؟ آخر هڪڙو ڏڪو هنيم. ۽ خوش قسمتيءَ سان اهو صحيح نڪتو. هن خسيس ڳالھ جو ميرن تي ايترو اثر پيو جو هو هميشہ ياد ڪندا هئا.

پر هن معاملي ۾ سڀ ڪان وڏيڪ مشڪور "ڪوئنين" جو هوس. ڪوئنين هڪ اها شيءِ (دوا) آهي. جنهن جي سنڌ جي ماڻهن کي اڃا خبر ڪانہ آهي. اها مڪاني ماڻهن جي "واري جي بخارن" لاءِ هڪ ٺڪ علاج آهي. تنهنڪري مان اڳواٽ ٻڌائي سگهندو هوس. تہ ان جو ڪهڙو اثر ٿيندو. ۽ ماڻهو تي اُن حيران ٿيندا هئا. سنڌ ۾ اچڻ ڪان پوءِ ٿورن ڏينهن اندر مان انهيءَ ڪارائتي دوا جي وسيلي وزيراعظم جي هڪ خاص پياري ٻار کي. جنهن کي ڪيترن مهينن ڪان بخار ايندو هو. ۽ ميرن جي ٻين ڪيترن خاص ماڻهن کي ڇٽايو. مان اهڙيءَ طرح ٻين ماڻهن جو علاج ڪري. پنهنجو نالو ڪيدان ها. پر مير صاحبن کي جڏهن ڪوئنين جي اثر جي خبر پئي. تڏهن ڇا ڪيائون. جو ڪوئنين جو شيشو ئي مون ڪان بنا اجازت جي ڪسي پنهنجي استعمال لاءِ قفل ڪنجيءَ ۾ بند ڪري رکائي ڇڏيائون. ان ڪان پوءِ جڏهن مان خود سخت بيمار ٿي پيس. تڏهن بہ ان ما رتي بہ ڪڏهن ڪہ ڏنائون. موڪلائڻ وقت خالي بوتل واپس گهري مانِ. جو اها هڪ قيمتي دوائن جي پيٽيءَ مان نڪتل هئي. پر صفا نابري واريائون. ان جي عيوض ٻي هڪ شيشي آڇيمانِ پر اها قبول نہ ڪيائون. شايد سمجهيائون. تہ دوا سان گڏ شيشيءَ جو بہ جادوءَ جو اثر آهي.

سنڌ ۾ انگريزي نيم - حڪمت لاءِ چڱو ميدان آهي. ميرن کي خاطري هئي. تہ جيڪڏهن مان چاهيان. تہ جوانيءَ جي وڃايل طاقت واپس وٺي ڏئي

سگهان ٿو. مير سهراب مون کي چوائي موڪليو، تہ سندس هڪ ٻار جو علاج ڪريان، جنهن جو ٻارهن سالن کان مغز خراب هو. مير نورمحمد بدشڪل ۽ بيڊولو هوندو هو. هنن جي مرضي هئي، تہ مان ڪيس بدلائي سندس ڀاءُ نصير خان جهڙي شاندار شڪل ڪريانس. پر مان جڏهن چيومانس، تہ مون وٽ الاٰدين جو ڏيو يا جادوءَ جي لڪڙي ڪانہ آهي، تڏهن هو ڏاڍو نا اميد ٿيو. مير محمد خان مون کي درخواست ڪئي، تہ سندس حرم جي هڪ البيليءَ جي ڳچيءَ تي هڪ اڇو داغ ڇائي ڇم جو هو. سو لاهيان. مير صاحب وڏي جن البت ناراض ٿيا، جڏهن منهنجون ڪوششون ناڪام ٿيون. مائيءَ سان منهنجي ملاقات هڪ عجيب نموني ۾ ڪرائي وئي- ڀهرين صلاح ڪئي وئي، تہ مان ڪيس هڪ باغ ۾ ڪلهي جيڏي اُوچيءَ ڀت جي ٻيءَ پر کان بيهي ڏسان. مان اعتراض واريو، تہ هڪ مريض کي ڏسڻ جو هيءُ صحيح طريقو نہ آهي. نيٺ هن کي ويڙهي سيڙهي، سندس ٻڍين ۽ بدصورت ٻانهين سان گڏ مون وٽ وني آيا. مائي نهايت حسين هئي ۽ يورپي زالن جهڙو گورو رنگ هوس. ائين چئجي، تہ هوءَ سنڌي زالن جو نڪ هئي. سنڌ جون زالون هندستان جي زالن کان وڌيڪ حسين آهن. مون ڪيترين ناچ واريون ڏٺيون، جي سچ پچ خليفي وليد جي حرم جي لائق هيون.

جيئن مراد عليءَ جي صحت سڌري وئي، تيئن ميرن جي مون ڏانهن مهرباني ۽ شفقت بہ وڌندي وئي. مان جيڪي اڍائي مهينا ٻيا حيدرآباد ۾ رهيس، انهن ۾ هنن مون کي هر نموني ۾ راضي ۽ خوش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. مون کي سندس وزير ٻاڻ صبح سانجهيءَ دربار ۾ وٺي ويندو هو، جتي مان روز ڇهن ڪلاڪن کان وڌيڪ هنن جي صحبت ۾ گذاريندو هوس. ٻچاڙيءَ جو هو مون کي پنهنجن شهزادن سمان ليکيندا هئا. هڪ - ٻن ملاقاتن کان پوءِ، در تي جُتي لاهرائڻ جو رواج بند ڪيو ويو. مون ٻڌو آهي، تہ اڳي جڏهن اسان جا وڪيل هڪ - بہ دفعو ساڻن ملاقات ڪرڻ لاءِ آيا هئا، تڏهن انهيءَ ڳالهہ تي ميرن ڏاڍي شدت سان زور ڏنو هو. منهنجي لاءِ هنن هڪ ڪرسي رکي، پنهنجي دربار جو سمورو انتظام ڦيرايو. مون ڪيترو چيومانِ، تہ بہ هنن ٻچاڙيءَ تائين پنهنجي مهماننوازيءَ ۾ ڪمي ڪانہ ڪئي.

”جهڙا لانون تهڙا چـُـگهہ!“ جهڙي خودمختيار حاڪمن جي هلت هوندي آهي، سندن پوئلڳن جي هلت بہ اهڙي ئي هوندي آهي. جڏهن سنڌي دربارين،

ميرن جو رخ ڏنو، تڏهن هو بہ منهنجي خوشامد ڪرڻ لڳا. جڏهن مان حيدرآباد ۾ هوس، تڏهن مان ٻانئيان ٿو تہ سيني قومن جا سردار، جي درٻار ۾ رهيل هئا، سي مون سان گڏجڻ آيا. سڪن ۽ ٻين دوستن ڏانهن مراد عليءَ جي صحتيابيءَ جي اطلاع جا، جي خط تيار ڪيا ويا هئا، سي منهنجي روبرو درٻار ۾ پڙهيا ويا. انهن ۾ منهنجي ڀِوَ تي ساراهہ ڪيل هئي. ٻين ڪان سواءِ مير سهراب ۽ مير ناري وٽان بہ مبارڪ باديءَ جا خط آيل هئا، جن ۾ سفارش ڪئي وئي هئي، تہ منهنجي هر نموني خاطرداري ڪئي وڃي.

وٽن هر روز فارسي قصيدا پڙهيا ويندا هئا، جن ۾ نهايت ذليل قسم جي خوشامد ۽ چاپلوسي ڪيل هوندي هئي. مير اها ٻڌي خوشيءَ ۾ نہ ماپندا هئا. هو پاڻ تڪليف وٺي، ڏکين شعرن جي مون کي شرح ڪري ٻڌائيندا هئا.

حاڪمن جي روش جو اثر رعيت تي بہ اندازاً پيو. مراد عليءَ جي شفايابيءَ جي خبر ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ باهہ وانگي پکڙجي وئي. ماڻهن جا انبوهہ لاعلاج بيمارين جي علاج لاءِ هر طرف کان اچي ڪنا ٿيا. منهنجي باغ جي چوڌاري ڏورانهن ديسن جي ماڻهن جون ڇانوٽيون لڳي ويون. منهنجي در تي صبح کان سانجهيءَ تائين عرضدار بيٺا هوندا هئا. مان جنهن وقت ٻاهر نڪرندو هوس، تنهن وقت دوا ۽ سهائتا لاءِ دڪدائڪ پڪارون ٻڌندو هوس، مون کي لاچار سيني لاءِ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻو پوندو هو. مون سنڌ ۾ جيترو پورهيو ڪيو هو، ايترو مون اڳي ڪڏهن ڪونہ ڪيو هو. اميرن مون کي منهنجي محنت جو چڱو داد ڏنو. هنن کي ڪنهن ٻڌايو هو، تہ مون سندن ماڻهن تي ڇئن هزار رپين جون دوائون خرچ ڪيون آهن. مون کين خاطري ڏني، تہ مان سندن لاءِ هر قرباني ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، مگر اهو کين ٻڌائڻ مون ضروري نہ سمجهيو، تہ ڪمپني بهادر کي ڇئن هزارن جو تہ نہ، پر چاليهن رپين جو بہ نقصان ڪونہ پيو هو.

منهنجي محنت ۽ ڪشالي جو نتيجو اهو نڪتو، جو مون کي سخت بخار تي پيو، جنهنڪري مان ڪيترا ڏينهن بستري داخل هوس. ان وقت جا منهنجي تيمارداري ڪئي وئي، سا تہ وسارڻ جهڙي نہ آهي. اها حقيقت آهي تہ ميرن مون کي ڪوئنين کان جواب ڏنو، پر هو هر وقت منهنجي پڇا ۽ فڪر ڪندا هئا. ولي محمد خان جنهن جي ٻارن جي مون ڪجهہ خدمت ڪئي هئي، ۽ جنهن سان مان روز تبادلہ خيالات ڪندو هوس، سو منهنجو دوست ٿي ويو هو.

هڪڙي ڏينهن جڏهن مان بيهوش هوس، هو سمورو وقت منهنجي پاسي ۾ ويٺو رهيو. جڏهن مان هوش ۾ آيس، تڏهن منهنجي پهرين نظر انهيءَ بزرگ تي پيئي، ۽ ڏٺم، ته منهنجي شفا لاءِ دعا ويني گهريائين. اهڙي جانثاري هن کان وڌيڪ متقي ۽ تعليم يافته ماڻهن لاءِ فخر جو باعث ۽ مثال ٿي سگهي ٿي.

ڏارين حڪومتن کي خيال ويٺل آهي، ته سنڌ جي قسمت جون واڳون ٻن زنده ننڍن ڀائرن: مير ڪرم علي ۽ مير مراد عليءَ جئي هٿن ۾ آهن، جي سنڌ ۾ خواهه ٻاهر مکيه اميرن جي نالي سان سڏبا آهن، ۽ جن جون مهرون سڀني سرڪاري دستاويزن تي لڳنديون آهن. ائين آهي، ته انهن ٻن جو سياسي اقتدار ۾ ڪو ثاني ڪونه آهي، پر خاندان جا ٻيا به ڪيترا ڀاتي آهن، جن جو حيدرآباد جي دربار ۾ انهن کان گهٽ مرتبو نه آهي. فتح عليءَ ۽ غلام عليءَ ٻنهي، پٽ ڇڏيا هئا، جن کي حڪومت ۾ حصو هو. هنن جي ڪمسنيءَ ۽ سندن چاچن جي دٻاءَ جي ڪري، هنن جو نالو ڪونه ٻڌبو هو، پر هنن هاڻي زور ورتو آهي. منهنجي وڃڻ کان پوءِ، فتح عليءَ جو پٽ مير صوبدار، جنهن جو نالو نشان به ڪونه هوندو هو، ۽ جو مکيه اميرن جي چڻ چاڪريءَ ۾ گذاريندو هو، تنهن بغاوت ڪري پاڻ کي هنن جو ثاني ڪيو آهي. غلام عليءَ جي پٽ مير محمد کي به، جيڪڏهن همت ۽ مرضي هجي، ته هو به اهڙو ئي ڪامياب ٿي سگهي ٿو. مراد عليءَ جا ٻه پٽ: مير نورمحمد ۽ مير نصير خان به ملڪ جي والين ۾ شمار ٿي سگهن ٿا.

انهن سڀني حاڪمن جي قبضي ۾ سنڌ جا حصا آهن، جن تي هنن جو ضابطو آهي ۽ جن جي آمدني ڪين ملندي آهي. مير فتح عليءَ جي حياتيءَ ۾ ورهاست ڪانه ڪئي وئي هئي، ۽ سندن ننڍن ڀائرن جي گذران جو دارومدار سندس رحم ڪرم تي هوندو هو. هن جي وفات کان پوءِ، سنڌ جو صوبو چئن هڪجيترن ڀاڱن ۾ تقسيم ڪيو ويو هو، جنهن ۾ ٻه حصا مير غلام عليءَ کي ڏنا ويا هئا، جنهن حڪومت جي خرچ جو ذمو پاڻ تي کنيو هو، ۽ ٻه حصا ڪرم عليءَ ۽ مراد عليءَ کي ڏنا ويا هئا. غلام عليءَ 1811ع ۾ وفات ڪئي. ان کان پوءِ، ملڪيت ڪيترا دفعا تقسيم ڪئي وئي آهي. مراد عليءَ پنهنجي ڀاءُ مير محمد جي ڪيتري ملڪيت قبائي آهي، انهيءَ بهاني تي، ته ڪيس اولاد آهي، پرهن وقت [1] مير سهراب ۽ مير ٺاري جي قبضي ۾ جيڪي ضلعا آهن، ۽ جن جو ذڪر پڇاڙيءَ ۾ ڪيو ويندو. انهن کان سواءِ، ملڪ جي چئن اٽيورن

[1] جون 1828ع.

حصن ۾ ورهايل آهي، انهن مان وڏي ۾ وڏو حصو مراد عليءَ جو آهي، ۽ باقي حصا ڪرم عليءَ، مير محمد خان ۽ صوبدار خان جا آهن. مراد عليءَ جي حصي ۾ هو پاڻ ۽ سندس پٽ ڀاڳي ڀائيوار آهن. سنڌ جي آمدنيءَ متعلق مون ڪي ڪجهه وڏيڪ لکڻ جو ارادو ڪونه آهي، سواءِ ان جي، ته اها سال ۾ چاليهه لک رپين کان وڌيڪ نٿي شمار ڪئي وڃي.

متي ڏيکاريل شهزادن کان سواءِ، ٽالپر قوم جا ٻيا به ڪيترا سردار، ميرن جي درٻار ۾ دائمي رهندا آهن: جيتوڻيڪ هو "مير" يعني واليءَ جي لقب سان سڏبا آهن. پر ڪين حڪومت جي ڪاروبار ۾ دست اندازي ڪرڻ جي اختياري ڪانه هوندي آهي. هنن جو رعب تاب ان ڪري هوندو آهي، جو شاهي خاندان سان عزازت اٿن. مير سهراب ۽ مير ٺارو انهيءَ طبقي مان آهن. ڪين جدا جدا ضلعا مليل آهن، جن ۾ سندن حڪومت هلي ٿي. هو مکيه ميرن جا خراج ڀريندڙ آهن. ڪلهوڙن جي هار وقت هنن پنهنجي بهادريءَ سان ملڪ جون وڏيون ايراضيون هٿ ڪيون هيون، جي ان وقت کان سندن قبضي ۾ رهيون آهن. مير سهراب، پنجاب جي سرحد تي شڪارپور ۾، ۽ مير ٺارو ٿر ميرپور ۾ رهندا آهن، جتي هنن جي پنهنجي پنهنجي درٻار ٿيندي آهي. مير ٺارو پهريائين فتح عليءَ [1] جي خلاف هو، پر هو گهٽو ڪري ميرن جي مدد ڪندو هو، پر مير

[1] جڏهن بيروني حملي جو خطرو دور ٿي ويو، تڏهن مير سهراب خان گهڻن ٽالپرن ۽ ٻين سردارن جي صلاح سان رٿ ڏني، ته مير عبدالله خان جي پٽ مير غلام حسين خان، جو هاڻي بلوغت کي رسيو هو، تنهن کي سنڌ جي حڪومت جون واڳون سونپجن، جنهن جو هو وارث ۽ حقدار هو. هنن جو چوڻ هو، ته مير فتح عليءَ کي گادي عارضي طور ڏني ويئي هئي، ڇاڪاڻ ته ان وقت غلام حسين صغير هو. انهيءَ حجت جو جواب مير فتح عليءَ اهو ڏنو، جو هو رڪاب ۾ پير وجهي ميدان تي نڪتو. ٻنهي ڌرين پنهنجون فوجون ڪنيون ڪيون. سڄا تي ڏينهن فوجون صفون ٻڌيو، هڪٻئي جي سامهون بيٺيون هيون. ٽالپر قوم جي هن خانه جنگيءَ ۾ عزيز، عزيز جي خلاف هو. پٽ، پيءُ جي گلي ڪپڻ لاءِ تيار هو، ۽ ڀائرن پنهنجو رت وساري ڇڏيو هو. پر قوم جي بزرگن ڪين سمجهايو، ته انهيءَ وحشت ۽ خونريزيءَ جا خراب نتيجا نڪرندا. زالون تپ ڏيئي، جهيڙي ٽارڻ لاءِ اچي ترارين جي وچ ۾ پيون. آخر ٻنهي ڌرين کي عقل آيو. مير غلام حسين، مير فتح عليءَ جي حڪومت تسليم ڪئي، ۽ سندس سنيال هيٺ رهڻ جو وعدو ڪيو. هو اڃا هن جي سنيال هيٺ رهي ٿو. مير فتح علي خان اها ڳالهه قبول ڪئي، ته مير سهراب خان ۽ مير ٺارو خان هميشه پنهنجي پنهنجي حدن اندر آزاد ۽ خودمختيار رهندا. انهيءَ نظام ڪان پوءِ، مير فتح علي خان نهايت فراخدليءَ سان پنهنجن ٽن ڀائرن، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان کي سندن رتبي مطابق جاگيرون مقرر ڪري ڏنيون، ان لاءِ هو گڏجي خاندان ۾ مفاد لاءِ ڪم ڪندا رهندا. خاندان جي عزت لاءِ هو اڳي به جنگ جي ميدان ۾ لڙيا هئا، خاص ڪري مير غلام علي خان، جنهن نهايت سرجوشيءَ کان ڪم ورتو هو. ساڳيءَ طرح هن ڪين حڪومت ۾ پاڻ سان شريڪ ڪيو، ۽ سندن مسندون پنهنجي مسند جي پاسن کان رکيائين ۽ اهو رواج اڃا تائين هلندو اچي ٿو. - ڪرو.

ٺاري ڪيترا دفعا هنن سان لڙايون ڪيون آهن، ۽ انهن ۾ پنهنجي ارهه زورائيءَ لاءِ سَنو اٿس. هو ٻيٺي وڏي عمر جا آهن. مير ٺارو ته ايڏو پيرسن آهي جو انڌو ٿي پيو آهي.[1] هن جو پٽ علي مراد، سنڌ درٻار جو سڀ کان وڏيڪ سرڪش تابعدار آهي. هن هاٿي تازو مياڻن قوم جي ڏاڙيلن کي پناهه ڏئي پاڻ ڏانهن انگريزن ۽ ڪچ جي حڪومتن جو ڌيان ڇڪايو آهي. انهن سردارن جي، ميرن سان جا عزازت آهي، سا ٽالپرن جي شجري ۾ ڏيکاريل آهي.

ظاهراً ائين تو نظر اچي ته، ڄڻ سنڌ جو اختيار حڪومت جي وڏن ماڻهن يا سردارن ۾ يڪسان ورهايل آهي. پر جاچي ڏسبو، ته معلوم ٿيندو، ته جيتوڻيڪ انتظام جو بار گهڻن ماڻهن جي ڪلهي تي آهي، پر اهو هڪ خود مختيار ماڻهوءَ جي سرفرازيءَ لاءِ آهي. پر اهو ماڻهو مير مراد علي آهي، جنهن پنهنجي فضيلت ۽ لياقت سان خاندان جي ٻين شاخن جي همدردي ۽ مدد حاصل ڪئي آهي. هو پنهنجي پاءِ ڪان تندو آهي، پر ياڻس هن جي اثر هيٺ آهي ۽ هو ڪيس ٻين سان گڏ ڪارائتو سرڪردو ۽ عيوضي ڪري تسليم ڪندو آهي.

هاڻي مان انهيءَ حقيقت جي سببن ڏيڻ جي ڪوشش ڪندس. ايشيا جي ظالم حاڪمن جي سلسلي ۾ دلي محبت جو ذڪر شايد ڪن ماڻهن کي ڏکيو لڳي، پر اها حقيقت آهي، ته هن خاندان ۾ هڪ اهڙو گڻ آهي، جو پنهنجو مٽ پاڻ آهن. جنهن جي ڪري هو اوج کي پهتا آهن، ۽ گڏريل ٿيهه ورهيه سنڌ امن امان ۾ رهي آهي. منهنجو اشارو فتح عليءَ ڏانهن آهي، جنهن حڪومت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، برادرانه محبت ۽ شايد مصلحت وڃان پنهنجن ڀائرن جون مسندون پنهنجي مسند سان گڏ رکايون هيون، ۽ اهڙيءَ طرح ڪين انفرادي طرح بغاوت ڪري، حڪومت هٿ ڪرڻ کان روڪيو هو. عموماً مخالف اغراض ۽ مقصد برادرانه محبت جهڙي نازڪ جذبي لاءِ قاتل هوندا آهن، پر ان هوندي به اها حقيقت آهي، ته ٽالپر خاندان جي سيني شاخن ۾ انهيءَ جذبي جا اهڃاڻ آهن، جنهنڪري نندا هميشه وڏن جي چئي ۾ هوندا آهن ۽ سندن حياتيءَ ۾ گهٽ ۾ گهٽ پنهنجا جذبات قبضي ۾ رکندا آهن. هيءَ رايو شايد ڪن کي خيالي نظر اچي، پر مراد عليءَ جي عزيزن کي سندس بيماريءَ لاءِ جو انتظار ۽ انديشو هو، سو جنهن ڏنو هوندو، سو ضرور انهيءَ رايي جو ٿيندو. جي ميرن

---

[1] مير ٺارو آگسٽ 1829ع ۾ گذاري ويو، ۽ هن جي ملڪيت جو وارث سندس پٽ علي مراد ٿيو.

جو هڪٻئي سان سنو سلوڪ نہ هجي ها، تہ جيڪر سنڌ جي حڪومت جو ناموافق انتظام ايترو وقت هلي نہ سگهي ها.

مراد علي اٽڪل پنجونجاهہ ورهين جي ڄمار جو آهي. هن جو رنگ گورو آهي، ۽ هن جي شڪل سندس ملول ۽ اداس دل جو آئينو آهي. هو خشڪ ۽ شوم طبيعت جو آهي، ۽ سندس منهن تي ورلي مشڪ نظر ايندي آهي. هو ڪڏهن بہ دل کولي ڪونہ ڳالهائيندو آهي. هن جا محب، فقط سندس گهر جا ياتي آهن. اها خبر نٿي پوي، تہ هو محبت جي ڪري سندس سڄڻ آهن يا ڪانئس ڊڄن ٿا: بهرحال. هو پنهنجي زور ۽ زبردستيءَ ۽ رعيت جي خوف ۽ هراس سان سنڌ جي قسمت تي قبضو ڪيو ويٺو آهي. اها ڳالهہ تعجب جهڙي آهي، تہ هيءُ ظالم سچ پچ گيدي ۽ ڪانئر آهي. هن کي هر وقت موت جو خوف رهندو آهي، ۽ وهمي پوت اڳيان ڦرندا اٿس. سندس رعيت جا ڪي ماڻهو، تہ چوندا آهن تہ هو بهادر بہ آهي، پر اها ڳالهہ ناقابلِ اعتبار آهي. مگر مون خود ڏٺو آهي، تہ هن کي ڪا معمولي بيماري تيندي آهي، تہ ڳڻتيءَ ۾ ڪيتريون راتيون ننڊ نہ ايندي اٿس.

مراد عليءَ کي حرص جو مرض آهي. هو پنهنجي طمع جي پوري ڪرڻ لاءِ، پنهنجي عزت ۽ رعيت جي فائدي جو بہ خيال ڪونہ ڪندو آهي. هو ورلو ڪو وعدو ڪندو آهي ۽ جي ڪندو آهي، تہ پاڙيندو نہ آهي. مطلب تہ هو هڪ خودغرض ۽ لول ظالم آهي، هو ٻيو ايشيا جو ٽبيريس (روم جو شهنشاهہ) يا فلپ ٻيو آهي. هو پنهنجي طاقت جي زور تي حڪومت ڪري ٿو، ۽ سندس دل ۾ ڪي بہ نازڪ انساني جذبا ڪونہ آهن، هو روم جي شهنشاهہ ٽبيريس سان ايتري تہ مشابهت رکي ٿو، جو رومي تاريخ نويس جيڪو شهنشاهہ جو بيان ڏنو آهي، سو هن سان هوبهو لڳي اچي ٿو.

مير ڪرم علي، ڀاءُ جي بلڪل برعڪس آهي، هن جي بهادري تسليم شده آهي، هو درٻار جي آداب ۽ رسوم مطابق ڪلمک، مهربان ۽ شفيق آهي، هو چڱي پوشاڪ ۽ ڏيک ويک جو شوقين آهي، ۽ عام ماڻهن جي خوشامد کي پسند ڪندو آهي. هوڏانهن مراد علي ڏيکاريندو آهي، تہ کيس چاپلوسي پسند نہ آهي. ٿورو وقت اڳ مير ڪرم علي تمام هٿ - ڦاڙ هوندو هو، هاڻي بہ هو سخي آهي، جيتوڻيڪ سنڌ جي حاڪمن جي روايتن مطابق پئسو گڏ ڪرڻ شروع ڪيو اٿس.

مون ڏٺو، تہ حيدرآباد ۾ خلق جو آواز هن جي فائدي ۾ هو، ڇاڪاڻ تہ هو پنهنجي رعيت ۽ زيردستن تي مهربان، ۽ وعدي جو پڪو آهي. هو قد جو لانيرو آهي، شڪل موچاري ۽ عادتون وٺندڙ اٿس. هو مراد عليءَ کان فقط پنج ورهيہ وڏو آهي، پر هن جي منهن ۾ گهنج ۽ جوانيءَ جي غلطين جا نشان آهن. ڏسڻ ۾ تو اچي، تہ هو جلدئي ميدان پنهنجي جانشي ۽ چالاڪ ڀاءُ لاءِ خالي ڪري ويندو.

ڪرم عليءَ ۾ گهٽو حوصلو ڪونہ آهي، جيتوڻيڪ هن کي چڱي تعليم مليل آهي. هو اهڙو تہ ضعيف طبع ۽ آسائش پسند ماڻهو آهي. جو هن حياتيءَ ۾ هميشہ ڀين جي صلاح ۾ مرضيءَ تي هلڻ جو پاڻ کي عادي ڪري ڇڏيو آهي. جيڪڏهن هن جو ڀاءُ ڪانئس اڳ گذاري ويو، تہ ممڪن آهي، تہ هو ان کان پوءِ گوشہ نشينيءَ ۾ رهڻ پسند ڪندو، ڇاڪاڻ تہ ڪيس اولاد ڪونہ آهي، ۽ وري ڪيس پنهنجن پائٽن کي قبضي ۾ رکڻ جي طاقت ۽ همت نہ آهي، پر جيڪڏهن هو اول فوت تي ويو، تہ پائن ۾ ايتري ٻڌي ۽ محبت آهي، جو هن جي خزاني ۽ ملڪيت جو وارث مراد علي ٿيندو ۽ حڪومت جون واڳون اڪيلي سر سنڀاليندو.

مکيہ ميرن کان پوءِ، ٻيو نمبر درجو آهي، مير غلام عليءَ جي پٽ، مير محمد خان جو. هن جي اٽڪل ٽيهہ ورهيہ ڄمار ٿيندي. هو هڪ ناهوڪو جوان آهي، جيتوڻيڪ چپ لڙڪيل اٿس، جنهن ڪيس ڪجهہ بدزيبو ڪيو آهي. هن کي پنهنجي پيءُ کان گهٽي دولت ۽ اثر ورثي ۾ مليو هو. ڪجهہ وقت، تہ هو پنهنجن چاچن سان گڏ مسند تي ويهندو هو، ۽ جڏهن ٻاهر نڪرندو هو، تڏهن ڪيس سندس چاچن وانگر حيدرآباد جي قلعي جي ديوارين تان سلامي ملندي هئي: پر هو هڪ نرم دل ۽ گهٽ حوصلي وارو ماڻهو آهي، ۽ ڪيس عزت يا مرتبي جو ڪو خيال ڪونہ آهي. هن جي ملڪيت جي وڏي حصي تي مراد عليءَ ۽ هن جي خاص نوڪرن قبضو ڪيو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن جو مٿن رعب ڪونہ آهي ۽ هن ۾ پنهنجي ڪاروبار سنڀالڻ جي لياقت ڪانہ آهي. هو نهايت حليم طبع جو آهي، ۽ حڪومت ۽ ادمبر جي پرواهہ ڪانہ رکندو آهي. هن جا، جي خاص خدمتگار آهن، تن جي ساڻس ڏاڍي محبت آهي. هنن مان ڪيترن سندس نوڪريءَ مان وڏيون ملڪتيون ٺاهيون آهن.

مير محمد خان کي ٻار ٻچو ڪونہ آهي. ياد رکڻ کپي، تہ سنڌ جي دربار جو رواج آهي، تہ حاڪمن کي جي ٻانهين مان ٻار ٿيندا آهن، تن کي ماريو ويندو آهي.

هن خوفناڪ رواج ڪري نهايت بي قياسيءَ سان ظلم تيندا هوندا. مون کي خاطريءَ سان معلوم تيو آهي، تہ هن خاندان جي فقط هڪ ڄڻي، گهٽ ۾ گهٽ ستاويهہ ري نڪاح ٻار قبر داخل ڪيا هئا. هندن ۾ صدين کان وني ستيءَ ۽ ٻارن جي مارڻ جي هولناڪ رواجن جي اجازت ڏنل آهي، ۽ انهن کي ڌرمي متن جي پڻ ٽيڪ آهي. هڪڙو مغرور راجپوت، جيڪڏهن پنهنجي ڌيءُ کي ڄمندي ئي نڙيءَ تي ننهن ڏئي تہ هن کي، جيڪڏهن معافي نتي ڏئي سگهجي، تہ بہ متس رحم ڪري سگهجي ٿو، چاڪاڻ تہ هنن کان وڏي هوندي ڪڇ جي ملڪ وانگر بدپيشو ڪرايو ويندو آهي. پر سنڌ ۾ جو وحشياڻو رواج آهي، ان جي بيرحميءَ کان انسانيت جي لونءَ لونءَ ڪاندارجيو وڃي ٿي. اهو جهڙو قرآن شريف جي احڪامن جي خلاف آهي، تهڙو انساني فطرت جي فرمان جي- مطلب تہ ان لاءِ اهو معقول عذر نہ آهي. حضرت محمد ﷺ جن فرمائين ٿا تہ: "جيڪي پنهنجي جهالت ۽ بيعلميءَ کان پنهنجا ٻار مارين ٿا ۽ جيڪي خدا جي ڏنل رزق کي حرام ٺهرائين ٿا، انهن جي لاءِ ڪو چوٽڪارو ڪونہ آهي- هو خدا تي ڪوڙ مڙهين ٿا".

مير مراد عليءَ جو وڏو پٽ نورمحمد اٽڪل ٽيهن ورهين جي عمر جو آهي- هو، هوبهو پيءُ جو نقل آهي- هن ۾ پيءُ جون سڀ خراب خصلتون ۽ هن جا تورا چڱا لڇڻ آهن. هن کي ماڻهو ڌڪاريندا هئا. مون ڪونہ ٻڌو آهي، تہ هن ۾ ڪو چڱو گڻ آهي، سواءِ ان جي، تہ پيءُ لاءِ مطلبي محبت اٿس. هن جي حياتيءَ جو ظاهري مقصد آهي دنيا گڏ ڪرڻ. سڄي خاندان ۾ هيءُ هڪڙو سردار آهي، جو اڻ پڙهيل آهي. هن کي هڪ رواجي خط فارسيءَ ۾ لکي پيءُ ڏي موڪلڻو هو. مون ڏٺو، تہ هن اهو بہ هڪ منشي کان لکارايو. هن مير شهداد نالي هڪ ڳڻڪو پٽ آهي، جنهن جي عمر ٻارنهن ورهيہ ٿيندي.

مير محمد نصير خان، مراد عليءَ جو ٻيو پٽ آهي. سنڌ جي شاهي خاندان ۾هو سڀني کان وڌيڪ رلڻو ملڻو ۽ خوش خلق آهي. هو پنجويهن ورهين جي عمر جو آهي. شڪل جو سهڻو پر ڪجهہ ٿلهو ۽ نهايت فضيلت وارو آهي. هن جي تمام شاندار صورت آهي ۽ پيءُ ۽ ياءُ سان ڪابہ مشابهت ڪانہ اٿس. خوش قسمتيءَ سان هو وصفن ۾ بہ اهڙو ئي هنن جي برعڪس آهي. نصير خان اهڙو ئي سخي آهي، جهڙا هو ڪنجوس آهن. هن پنهنجي دولت نهايت فراخدليءَ سان اُڏائي آهي. فراخدلي، گڻ هجي يا اوگڻ، پر سخيءَ جي هميشه خاص ڪري مشرقي ملڪن جي تعريف ۽ واکاڻ ڪئي ويندي آهي.

حيدرآباد ايندي، مان رستي ۾ مير صاحبن جي خصلتن ۽ شاعراڻي شعور جي گهڻي تعريف ٻڌي هئي. مون سمجهيو، ته دنيا جي هر ملڪ ۾ مصنفن کي ساڳيون ڪمزوريون هونديون آهن. تنهنڪري مان پهرينءَ ئي ملاقات جي وقت وجهه وٺي، مير صاحب جن کان "ديوان جعفري" نالي سندن تصنيف جي گهر ڪئي، جنهن جي شهرت لاءِ مون کين چيو، ته سڄي هندستان ۾ پکڙجي وئي آهي. اها ڳالهه کين نهايت پسند آئي. تورن ڏينهن کان پوءِ، مون کي انهيءَ تصنيف جو هڪ نهايت سهڻو ۽ باتصوير نسخو ڏنو ويو، جنهن جي پهرين صفحي تي سندن هٿ اکر هئا. جيڪڏهن تصنيف سچ پچ سندن آهي، ته پوءِ هنن بيشڪ کيرون لهڻيون، پر مون کي هنن جي گفتگوءَ ۾ اهڙي بلند خياليءَ جي ثابتي ڪڏهن ڪانه ملي هئي.

ديوان جعفريءَ کان پوءِ، مون کي ٻين ميرن کان وڏيڪ قيمتي سوغاتون مليون. هنن وٽ پنهنجون تصنيفون تہ ڪونہ هيون، پر هنن مون کي حافظ ۽ سعديءَ جي ديوانن جا نهايت خوبصورت نسخا ڏنا، جن مان ڪي، ڪيتريون پيڙهيون ڪلهوڙن جي ڪتبخاني ۾ رهيا هئا، ۽ نہ فقط قيمتي هئا، پر ايراني خط جا بهترين مثال پڻ هئا، ۽ مون کي ٻيون بہ ڪيتريون نادر سوغاتون مليون. ولي محمد خان مون کي ڪابل جي بادشاهہ شاهہ شجاع الملڪ جي پيرن جي هڪ سهڻي سائي رنگ جي جُتي ڏني، جنهن لاءِ هن کي اهڙي عزت هئي، جا هڪ وزير کي بادشاهہ لاءِ هئڻ کپي.

مير نصير خان کي انگريز سرڪار لاءِ هميشہ عزت پئي رهي آهي. حيدرآباد ۾ جو اسان جو ڏيهي وڪيل رهندو آهي، انهيءَ جي هن هميشہ عزت پئي ڪئي آهي. منهنجي تہ هو خاص طرح تعظيم ڪندو هو. هو مردانگيءَ ۾ ٻين سيني کان سرس آهي، جنهنڪري سپاهہ ۾ ڏاڍي عزت اٿس. ٽالپر خاندان جي نندين شاخن مان هيءُ ئي هڪ شهزادو آهي، جنهن جي ترقيءَ ۽ اوج جو امڪان آهي. ائين آهي، تہ هو پختي ارادي جو ماڻهو نہ آهي ۽ نہ هن وقت ترقيءَ جو خيال اٿس. پر چئي نٿو سگهجي، تہ جيڪڏهن کيس ميدان صفا تي مليو، تہ ان جو سندس طبعيت تي ڪهڙو اثر پوندو، خاص ڪري جڏهن عوام جو رايو سندس فائدي ۾ آهي.

مون کي مير صوبدار خان سان ملاقات ڪرڻ جو موقعو ڪونہ مليو هو. مان جڏهن سنڌ ۾ هوس، تڏهن مٿس مير صاحب وڏي جو ناراضپو هو. هن مون

ڏي نياپا موڪليا، پر مير ان ڳالهہ تي اعتراض ورتو هو. هو فتح عليءَ جو پٽ آهي، جو ٽالپر خاندان جي عظمت جو باني هو. هو سنہ 1801ع ۾، پيءُ جي وفات کان ٻہ - چار ڪلاڪ اڳ ڄائو هو. فتح علي، ياٿرن کي معصوم ٻار جي پارت ڪري گذاري ويو. صوبدار ڪيترا سال ڪرم عليءَ جي گود جو پٽ هو، پر هن کي مرگهيءَ جو مرض هوندو هو. هڪڙي ڏينهن ڪيس انهيءَ بري مرض جي دؤري ۾ ڌڪ لڳو، ۽ هو بيهوش ٿي درٻار ۾ ڪِري پيو. مراد عليءَ پاءُ کي چيو، تہ انهيءَ بدبخت مان ڪي ڪين ورندو. انهيءَ وقت کان وٺي، هو غربت ۽ گمناميءَ ۾ گذاريندو آهي، ۽ ڪيس پنجويهہ هزار رپين جو حقير ساليانو وظيفو ملندو آهي.

مير صوبدار سمجهي ٿو، تہ سندس مصيبتن لاءِ مراد علي جوابدار آهي. جڏهن مراد علي بيمار ٿيو، تڏهن صوبدار ۽ هن جا دوست خوش ٿيا، تہ اجهو ٿو مري. تنهن کان سواءِ هن پنهنجي حق لاءِ ڪليو ڪلايو گهر هئي، ان تي مراد عليءَ کي منيان لڳي. صوبدار لاچار ميرن جي دٻاءَ ڪري، درٻار ۾ حاضر رهندو هو. پر مون ڏٺو، تہ هن سان ڪوبہ ڪونہ ڳالهائيندو هو، ۽ نہ ئي هن کي ڪنهن بہ قسم جي عزت ڏني ويندي هئي.

پر مراد عليءَ، صوبدار کي چڱيءَ طرح ڪونہ سڃاتو هو. هن پنهنجي مورثي حقن حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيءُ جي باقي بچيل دوستن ۾ مير ٺاري جي سرڪش پٽ، مير علي مراد سان سازش ڪرڻ شروع ڪري ڏني. منهنجي هئڻ ڪري هو پنهنجون رٿون عمل ۾ آڻي نہ سگهيو. پر مان حيدرآباد مان نڪتس، تنهن کان پوءِ، هو جلدئي ريگستان ۾ اسلام ڪوٽ جي قلعي ڏانهن پهچي ويو، جتي پنجن ڇهن ڏينهن اندر سندس ساٿي ۽ پوئلڳ، جي ڪل اٽڪل پندرنهن سؤ ماڻهو هئا، وڃي شامل ٿيا، ۽ سڌو حيدرآباد تي چڙهائي ڪيائون. هن جي انهيءَ بهادراڻي چال گاديءَ وارن ميرن کي ڪکو وکو ڪري ڇڏيو. پر هنن مصلحت کان ڪم وٺي صلح ڪيو. صوبدار خان کي ملڪ جو حصو ڏنائون، ۽ ڪين حڪومت ۾ شريڪ ڪيائون. جوان شهزادي جي سرفرازي خاندان جي بين فردن کي ڪين آئڙي. امڪان آهي، تہ جيڪڏهن ڪو موقعو ملي وين، تہ هو ڪيس ڪيڻ جي هرممڪن ڪوشش ڪندا، جو هو سندن رستي ۾ هڪ ڪنڊو آهي.

مير صوبدار شڪل جو موچارو آهي. هن جو قد وچولو آهي ۽ هو البت فربهيءَ ڏانهن مائل آهي. هن جو اٿڻ - ويهڻ پُر تڪلف آهي. پر هن تي گهڻو وقت چوڪسي رهي آهي، جنهنڪري هن معاملي ۾ صحيح اندازو نٿو ڪري سگهجي. مون ٻڌو آهي، ته هن جي تعليم تي گهڻو ڌيان ڏنو ويو هو. هو لاشڪ ضعيف طبع ماڻهو آهي، ۽ ڪنهن نه ڪنهن فرقي جي اثر ۾ اچي ويندو. پر جي فارسي ڪتابن ۾ شعر جي ڄاڻ کي علم ڪوٺي سگهجي ٿو، ته هن ۾ ادبي شعور آهي ۽ هو صاحبِ علم آهي.

سنڌ ۾ خالص فوجي حڪومت آهي. ماڻهو، حاڪمن جي رحم و ڪرم تي آهن. انهن جي ڪمبختي اها آهي، ته سندن حاڪم انهيءَ اهم حقيقت کان غير واقف آهن، ته ڪنهن به منتظم حڪومت ۾، حاڪم جو فائدو رعيت جي بهبوديءَ ۾ هوندو آهي. ايشيا جي ٻين ناظمن وانگر مير به پنهنجو ترت فائدو. پوءِ اهو ڪهڙو به خسيس هجي- آئيندي جي فائدي لاءِ قربان نه ڪري سگهندا آهن. بدقسمتيءَ سان هو سمجهن ٿا، ته سندن گهراڻي جي استقلال ۽ شان جو دارومدار خزاني جي جمع ڪرڻ تي آهي، تنهنڪري هنن جي حڪومت جو سمورو نظام انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪم آندو وڃي ٿو. انهيءَ مان ڪين هڙ حاصل به گهڻو ڪجهه ڪونه ٿو ٿئي ۽ ماڻهن کي گهڻو نقصان رهي ٿو. انهيءَ ڪوتاهه نگاهه نظام ڪري سنڌ ۾ محصول ۽ ڍلون اهڙيون موتمار آهن، جو واپار کي سخت نقصان رسائين ٿيون، ۽ نتيجو اهو ٿو نڪري، جو ملڪ جي صنعت تي ان جو برو اثر پوي ٿو. ڍلون، جيڪو وڏو واڪ ڏيندو آهي، ان کي نيڪي تي ملنديون آهن. نيڪيدارن کي نيڪا حاڪمن جي مهربانيءَ سان ملندا آهن، ۽ ڪين ڪنهن به صورت ۾ معافي ڪانه ملندي آهي، تنهنڪري هو پنهنجي مختصر ايامڪاريءَ ۾ هر نموني جو ظلم ۽ زبردستي ڪندا آهن.

هر يوربي آدمي، جنهن هن معاملي تي غور ڪيو آهي، تنهن کي تعجب لڳندو آهي، ته اهڙي نموني جو انتظام ڪيئن ايترو وقت هلندو آيو آهي! ميرن جي ٻڌي ۽ اتفاق جو ذڪر مان اڳيئي ڪيو آهي. ايشيا جي حڪومت جي تاريخ ڏيکاري ٿي، ته انسان کي ڪيتري سهڻ جي شڪتي آهي ۽ حاڪم جزا لوڙڻ کان سواءِ، ڪيترو جور و جفا ڪري سگهن ٿا. تنهن کان سواءِ، سنڌ کي ٻين هڪجهڙن ملڪن جي مقابلي ۾ وڏيڪ سهوليتون آهن. انهن سهوليتن جي

ڪري سنڌ، ڪجھ قدر بدانتظامي ۽ جهالت جو مقابلو ڪري سگهي ٿي. سنڌ، موسمي برسات ۽ ان جي نہ پوڻ ڪري، جي ٻيہ وارن ملڪن ۾ ڏڪر ۽ آفتون ٿينديون آهن، تن ڪان آجي آهي. قدرت ان کي سنڌونديءَ جهڙي پائيدار ۽ مستقل نعمت عطا ڪئي آهي، جا واپار ۽ زراعت جو هڪ اهڙو ذريعو آهي، جنهن کي ظلم بہ بند نٿو ڪري سگهي. ان ڪري ڪڙمي، نہ فقط پنهنجون ٻنيون ٿوري خرچ ۽ تڪليف سان آباد ڪري سگهن ٿا. پر پوري وقت تي چڱي فصل جي اميد بہ رکي سگهن ٿا. ۽ جيڪڏهن سندن خواهش هجي، تہ پنهنجي محنت جو منو سڦلو قل آسانيءَ سان نفعي تي ٻين ملڪن ۾ موڪلي سگهن ٿا. حاڪمن جي مخالفت هوندي بہ زمين جي زرخيزيءَ ڪري سنڌ ۾ مزدوري ۽ ڪاڌي پيتي جون شيون، ڪيچ ملڪ ڪان سستيون آهن. ڪچ جا ماڻهو هميشہ تنگيءَ جي وقت ۾ قوت گذران لاءِ، اسان جي علائقن جي بدران سنڌ ڏانهن ويندا آهن. تنهنڪري هن بدنظام ملڪ ۾ ماڻهو ساوا ۽ آسودا نظر ايندا آهن، جا ڳالھ ڏسي انهن ماڻهن کي تعجب لڳندو آهي، جي سمورين حقيقتن تي ويچار نہ ڪندا آهن.

اهو چوڻ ضروري آهي، تہ هر انسان شرارت وانگر ظالم جي ظلم جي بہ حد ٿيندي آهي. البت ايترو قبول ڪبو، تہ مير حڪومت جي اصولن ڪان غير واقف آهن ۽ تعصب جي ڪري سندن ذهنيت خراب ٿيل آهي، نہ تہ هو پنهنجن ڪاروباين ۾ هرويرو ظالم ۽ بيرحم نہ آهن. تنهن ڪان سواءِ هو اهڙا انڌا بہ نہ آهن، جو ڪين اها خبر نہ پوي، تہ رعيت کي حد ڪان وڌيڪ آزارڻ ۾ ڪهڙا خطرا ۽ خوف آهن. خوش قسمتيءَ سان مالي انتظام ۾ اهڙيون پابنديون آهن، جي ڪجھ قدر رعيت کي فائدو رسائين ٿيون. حڪومت کي رعيت ڪان وڌيڪ ٺيڪيدار سان همدردي ڪانہ هوندي آهي. تنهنڪري ٺيڪيدار جي برخلاف، جي پڪارون ٿينديون آهن، سي حڪومت خوشيءَ سان ٻڌندي آهي. ۽ اڪثر ذرين جا تڪرار مفتيءَ ڏانهن شرعي فيصلي لاءِ موڪليندي آهي. ٻي ڳالھ آهي مسلمان سپ سپاهي آهن. هنن وٽ نہ ايترو پئسو آهي نہ صبر ۽ استقلال، جو هو ٺيڪيدار ٿي سگهن. تنهنڪري ڍلون گهڻو ڪري هندن جي هٿ ۾ هونديون آهن. هندن جي طبقي کي درٻار ۾ ٿورو رسوخ هوندو آهي. ڪين ملڪ ۾ سواءِ دولت جي ٻيو ڪو اثر يا آبرو

ڪونہ آهي. نيڪيدارن کي ڪڇ ملڪ وانگر ديواني عدالت جون سهوليتون ميسر ڪونہ آهن. ضلعن جا مسلمان ۽ فوجي ناظر، ڪين حسد جي نگاهن سان ڏسندا ۽ ڌڪاريندا آهن. هو هنن جي دولت تي رشڪ ڪائيندا آهن. ڪين ۽ سندن مذهب کي نفرت سان ڏسندا آهن. انهيءَ ”ويڙهائي راڄ ڪرڻ“ جي اصول مان ماڻهن کي فائدو رسندو آهي. اها هڪ ڏک جهڙي ڳالهہ آهي، تہ سنڌ ۾ ملڪيت جي حفاظت جو سارو دارومدار حاڪمن جي بُرن جذبن جي ميزان تي آهي. حاڪمن جو فائدو اڪثر ان ۾ هوندو آهي، تہ هو گڏجي يڪمشت تي غريب ڳوٺاڻن کان سندن محنت جو ڦل ڦرين.

انهن مشڪلاتن هوندي بہ مون کي شڪ آهي، تہ سنڌ اڳي ڪڏهين ايترين نعمتون ڏٺيون نہ آهن، يا ڪين ايترو سياسي اقتدار مليو آهي، جو هن وقت ڪيس حاصل آهي. سنڌ جا حاڪم جاهل ۽ جابر آهن، پر سنڌ جي تاريخ ڪانہ تي ڏيکاري، تہ ڪو ڪيس هن کان بهتر حڪومت ڪڏهن ملي آهي، جا ڪيس هن وقت آهي. سنڌ جي حاڪمن لاءِ اها فخر جي ڳالهہ آهي، تہ هنن سنڌ کي گذريل ٽيهہ ورهيہ ساندهہ امن امان ۽ صلح سانت ۾ رکيو آهي. تنهن کان سواءِ اهي سرفروش جوڌا جن انقلاب آڻي ڪلهوڙن کي ڪيرايو هو، سي گذريل اڌ صديءَ ۾ ميدان مان غائب ٿي ويا آهن يا عمر رسيده ۽ ڪمزور ٿي ويا آهن. هاڻوڪي نسل کي پنهنجن وڏن جي خونريزيءَ ۽ غارتگريءَ جون فقط ٻڌل خبرون آهن. انهيءَ طوفان کان پوءِ سنڌ ۾ سڪون ٿي ويو آهي. ٻين ملڪن وانگر سنڌ ۾ گوڙ فساد ۽ وڳوڙ کان پوءِ آهستي آهستي حڪومت اندر اهڙو انتظام ۽ استقلال پيدا ٿيو آهي، جو سنڌ اڳي ڪڏهين ڪونہ ڏٺو هو.

اها حقيقت آهي، تہ سنڌ ۾ تنزل ۽ بربادي‌ءَ جون گهٽيون نشانيون آهن. ماڻهن جو خيال آهي تہ اهي خانہ جنگيءَ واري عرصي جو نتيجو آهن. اهڙي ثابتي ڪانہ آهي، تہ ڪو اهي علامتون ميرن جي صاحبيءَ ۾ خاص طرح وڌيون هيون يا مير، پوين ڪلهوڙن کان وڌيڪ رعيت جي بهبوديءَ ۽ واپار جا بدخواهہ آهن. (ميان محمد) سرفراز خان ڪلهوڙو، نہ فقط هڪ خونخوار ظالم هو، پر هو هر طريقي سان واپار ۽ صنعت جي ترقيءَ جي آڏو رڪاوٽ ٿي ايندو هو. هن

ڪيترا ظلم ڪيا ۽ انهن مان هڪ اهو بہ هو، تہ نتي [1] مان انگريزن جي ڪوني ڪٽائي ڇڏي هئائين. ان ۾ شڪ ڪونهي، تہ آمدنيءَ گهٽ ٿي آهي. پر هن قصور لاءِ مير جوابدار آهن. جن اجايون قربانيون ڪيون آهن. مثلاً: هنن آباديءَ [2] لاءِ زمينون نيڪي تي ڏيڻ بدران سپ ڪان وڌيڪ زرخيز ضلعن جون وڏيون ايراضيون پنهنجي شڪار لاءِ جهنگ ڪري ڇڏيون آهن.

ڪابل جي حڪومت جي ٽٽڻ ڪري ميرن جي جند هڪ بالادست اختياريءَ جي اطاعت کان ڇٽي آهي. هو هاڻي تقريباً خودمختيار حاڪم آهن. ان ڪري هو شڪارپور جو زرخيز ضلعو هضم ڪري سگهيا آهن، جو هنن پنج ورهيہ اڳ زوريءَ ورتو هو. شڪارپور تي مير سهراب حڪومت ڪندو آهي، پر ان جي آمدنيءَ مان ٻين ميرن کي بہ حصو ملندو آهي. ساڳئي وقت هو پندرنهن لکن رپين جي ساليانو خراج جي بوجهہ کان بہ آزاد ٿيا آهن، جي ڪين افغان درٻار کي ڏيڻا پوندا هئا. رنجيت سنگهہ، ڪابل جي رياستن جي واليءَ جي حيثيت ۾ ڪيترا دفعا ڪانئن اصلوڪي خراج گهرڻ جو ارادو ظاهر ڪيو آهي، پر هنن هميشہ

---

[1] انهيءَ ڳالهہ جي ثابتيءَ لاءِ، تہ سنڌ ۾ هن وقت حالتون ڪلهوڙن جي زماني کان وڌيڪ خراب نہ آهن، مان هيٺيون حوالو ميجر رينيل جي ڪتاب مان ڏيان ٿو. جو ٽالپرن جي زماني کان اڳ جو لکيل آهي. "تخمينو ڪيو ويو آهي، تہ هندو جي ملڪ جا اصل رهاڪو هوندا هئا، ۽ ڪئپٽن هئملٽن جي وقت ۾ مسلمانن کان ڏهوڻا هئا، تن تي مسلمان ناظم سختيون ڪندا آهن. هنن کي مندر يا عبادتخانا ڪونہ ناهڻ ڏنا ويندا آهن. انهيءَ سختيءَ جي ڪري انهن مان ڪيترا ٻين ملڪن ڏانهن لڏي ويندا آهن". (رينيل جي تذڪري تان ورتل.) مسٽر ايلفنسٽن بہ ثابت ڪري ٿو، تہ سنڌ جون گهڻيون هاڻوڪيون مصيبتون ميرن جي اعمالن جو نتيجو نہ آهن. مان اها ڳالهہ اڳيئي لکي آيو آهيان، تہ عبدالنبيءَ هڪ لڳا ڪابل جي بادشاهہ کان مدد ورتي هئي. ڪهڙي نموني جي مدد هئي، سا مسٽر ايلفنسٽن جي لفظن ۾ ڏجي ٿي: "هن وقت (1781ع ۾) ٽالپرن جي بغاوت شروع ٿي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو سنڌ جي ناظم کي هڪالي ڪڍيو ويو. ٻي سال بادشاهہ (تيمور شاهہ) باغين کي سزا ڏيڻ لاءِ فوج موڪلي، جنهن ٿورڙي ئي وقت ۾ سڄي صوبي تي قبضو ڪيو. ٽالپر، پنهنجي اصلوڪي ريگستان ڏانهن موٽي ويا ۽ ٻيا ماڻهو دراني لشڪر کان پاسو ڪري، ٽڪرين ۽ جهنگلن ڏانهن ڀڄي ويا. مدد خان ملڪ کي باهين ۽ خونريزيءَ سان تلف تاراج ڪري ڇڏيو. هن اهڙا تہ ملڪ ۾ راڱا ڪيا، جو انهيءَ حملي کان پوءِ، اڃا ڏڪر پيو. چون ٿا، تہ سنڌ ان وقت جيڪي سَئو هو، تنهن جي اثر کان اڃا سنڀڻ نہ ٿي آهي". (ايلفنسٽن جي ڪتاب "ڪابل" تان ورتل.)

[2] ميرن کي شڪار جو ڪيترو شوق آهي، سو هن نقل مان ظاهر ٿيندو: مير فتح عليءَ پاڻ کي ساليانا ٻن - ٽن لکن رپين جي ڍل جو نقصان پهچائي، حيدرآباد جي پرسان هڪڙو تمام زرخيز علائقو ويران ڪري ڇڏيو آهي. چاڪاڻ تہ ان ۾ 'ڪوتا پڇا' نالي هڪ قسم جو هرڻ رهي ٿو. جنهن جي شڪار جو ڪيس شوق آهي. ٿورو وقت ٿيو، تہ هن جي ڀاءُ مراد عليءَ هڪڙي قديم ڳوٺ جي ماڻهن کي ڪڍي ڳوٺ ڊهرائي ميدان ڪري ڇڏيو. چاڪاڻ تہ ڪڪڙن جي ٻانگن ۽ مال جي چرائيءَ ڪري، سندس ڀاءُ جي جاگير ۾، جا ان ڳوٺ جي لڳ هئي، شڪار لهي ويندو هو.

انڪار پئي ڪيو آهي. رنجيت سنگهه مڪاني مشغولين يا سياسي معاهدن جي بار ڪري، پنهنجي مطالبي حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ تي ڪاهي نہ سگهيو آهي.

ميرن جو سمورو خاندان مذهبي احڪامن جو پابند آهي. مون خود ڏٺو آهي، تہ هو عام دربار ۾ گوڏا ڪوڙي نماز تي ويهي ويندا آهن. پر هن اهم معاملي ۾ منجهن عجيب اختلاف آهي. وري تعجب جي ڳالهہ هيءَ آهي، تہ اختلاف [1] انهن ٻن پاڙن جي وچ ۾ پاڻ وڌيڪ آهن، جن جو پاڻ ۾ اتفاق ۽ ٻڌي آهي؛ ٽالپر بلوچ عام سنڌين وانگر اصل سني هئا. پر هنن جو ايران سان لاڳاپو رهيو آهي، جنهنڪري ايران جي بدعتن ڪي سنڌن دربار ۾ دخل مليو آهي. مراد عليءَ ۽ صوبدار کان سواءِ، جي اجا شرعي اصولن تي قائم آهن، ٻيا سڀ شيعا يعني حضرت عليءَ رضي الله تعاليٰ عنہ جا معتقد آهن. مير مراد عليءَ جي اوڳڻن ۾ هڪ اهو بہ آهي، تہ هو هڪ تعصبي مجذوب آهي. ٻيا بہ ڪي هن کان وڌيڪ ڪشاده دل نہ آهن. جڏهن مان علالت سبب بستري ۾ داخل هوس، تڏهن مان پنهنجي مريض جي خبرچار لهڻ لاءِ هڪڙو هندو نائب حڪيم موڪليو هو، جڏهن هو دربار ۾ ويو، تڏهن يڪراءِ فيصلو ڪيو ويو، تہ هن جو هٿ مريض لاءِ مضر ثابت ٿيندو، تنهنڪري هن کي رخصت ڏني وئي. ان لاءِ پوءِ مون کان معافي ورتي وئي.

جڏهن مان سنڌ ڇڏي، تڏهن ميرن مون کي بہ واچون مرمت لاءِ ڏنيون. منهنجو هڪڙو نوڪر اتفاق سان ڇٽي وينو، تہ پيچ ۾ هڪڙو هندو آهي، جو واچن جي مرمت جو ماهر آهي. اهو ٻڌي هنن واچون منهنجي حوالي ڪرڻ کان

[1] ميرن جي خاندان ۾ جو مذهبي خيالن تي اختلاف آهي، سو سر جان مالڪوم جي سني ۽ شيعي فرقن تي لکيل تبصري ۽ ميجر پاٽنجر جي هيٺ ڏنل حوالي پڙهڻ کان پوءِ، اجا بہ وڌيڪ تعجب خيز معلوم ٿيندو. ياد رکڻ کپي، تہ مير خود بلوچ آهن ۽ پنهنجي حسب نسب تي فخر اٿن. "ظاهر آهي، تہ سني شيعي مذهب وارا هڪٻئي سان گڏ صلح سانت ۾ رهي نٿا سگهن. ٻنهي ڌرين جي تعصبي ماڻهن کي مخالف طريقي جي معتقدن کان ذاتي مذهب جا ماڻهو وڌيڪ مٺا لڳندا آهن: ڇاڪاڻ تہ مخالف طريقي وارا هر وقت سنڌن اصولن تي حملا ڪندا رهندا آهن. اها ڳالهہ اڳيئي ظاهر ڪئي وئي آهي، تہ سنڌن اختلاف مذهبي ۽ اصولي ڳالهين متعلق آهن، ۽ نہ عملي ڳالهين متعلق". (مالڪوم جي ڪتاب "ايران"، جلد - 2 تان ورتل.) "هنن جي مذهب متعلق هي عرض ڪرڻو آهي، تہ اولهہ طرف وارا سڀ بلوچ، سواءِ ڪنهن ايڪڙ - ٻيڪڙ جي، سني مسلمان آهن ۽ ڪين شيعن لاءِ سخت نفرت ۽ ڌڪار آهي. بلوچستان ۾ شيعو سڏائڻ ڪرستان سڏائڻ، کان بہ وڌيڪ خطرناڪ آهي". (پاٽنجر جي ڪتاب "بلوچستان" تان ورتل.)

انيسٽيسيبس ڪتاب جو مصنف انهن فرقن بنسبت لکي ٿو تہ: "هنن فرقن ۾ جيترو اختلاف گهڻ آهي، اوترو ئي منجهن هڪٻئي لاءِ نفرت آهي. ترڪ سڀ سني آهن، ۽ ايراني سڀ شيعا. ترڪ وڌيڪ تعصبي آهن ۽ ايراني وڌيڪ پرمي".

انڪار ڪيو. جيستائين مان وعدو ڪيو، ته اهي هڪ بت پرست جي هٿن ۾ نه ڏنيون وينديون. هڪڙي نهايت قيمتي تلوار جا مير صاحب جن مون کي سوغات طور ڏني هئي، تنهن تي سندن وزير جوهڪ ڪتبو لکيل آهي، جنهن تي هو فخر ڪندا آهن. ان جو مطلب آهي، ته شل لک هندو ان ترار جي ڌار [1] سان مرن!

مان ميرن سان مذهبي مسئلن تي ڪيترا دفعا بحث مباحثو ڪيو. ڪين عيسائي مذهب لاءِ عزت هئي، ڇاڪاڻ ته ان جي بانيءَ کي حضرت محمد (ﷺ) جن وڏو پيغمبر ڪري قبوليو هو. هنن جا سوال ۽ دليل عجيب هئا. هڪڙي دفعي مون کان پڇيائون، ته ڇا تون انهن ڪرستانن مان آهين؟ جي ان گڏهه جي پيرن جي پوڄا ڪندا آهن، جنهن تي مسيح بيت المقدس ۾ چڙهي آيو هو؟ ۽ جنهن جا پير اڃا يورپ جي ڪنهن ڪليسا ۾ يادگار طور محفوظ آهن. انهيءَ ڳالهه دهرائڻ جي ضرورت نه آهي، ته هنن کي عيسائي فرقن جهڙوڪ: ڪئٿولڪ، گريڪ (يوناني) ۽ پرائيسٽنٽ ۾ ڪهڙو فرق آهي، تنهنجي خبر ڪين ڪانه آهي.

سنڌ جي حڪومت ۽ رعيت ۾ مذهبي فراخدليءَ جي بوءِ به ڪانه آهي. مير، سڀ کان وڌيڪ پنهنجي زبردستي، محمدي مذهب جي پکيڙڻ ۾ ڪندا آهن. تعجب آهي، ته هندو ڪيئن هن ملڪ ۾ رهيا پيا آهن؟ انهيءَ جو فقط هڪڙو ئي سبب ٿي سگهي ٿو، سو هيءُ آهي، ته اسان کي به نباتات وانگر پنهنجي جنم ڀوميءَ لاءِ محبت ٿئي ٿي. هندن سان نهايت دشوار عقوبتون ڪيون وينديون آهن. هنن کي مسلمانڪي پوشاڪ پائڻي ۽ ڏاڙهي رکائڻي پوندي آهي. ٿورو وقت ٿيو، ته هنن جي طبقي کي گهوڙي تي سواري ڪرڻ جي منع هوندي هئي. هاڻي به ٿورا ڪي سرڪاري ڪامورا آهن، جن کي زين تي سواري ڪرڻ جي رعايت ۽ فخر حاصل آهي. شاهوڪار ۽ معزز واپاري به گڏهن يا خچرن تي سواري ڪندا آهن. اهي جانور اهڙا، ته پليت سمجهيا ويندا آهن، جو ٻين ملڪن ۾ به ذليل اڇوت سمجهي، انهن کي هٿ نه لائيندا آهن. جڏهن ڪو متڪبر مسلمان لنگهندو آهي، ته هو (هندو) انهيءَ حقير سواريءَ تان به لهي پاسو وٺي ويهندا آهن.

---

[1] "مان ڪهڙ رک، ۽ جوهر جي ۽ ايران جي پيدائش آهيان. مان ڏسڻ ۾ هلڪي، پر دشمن لاءِ ڳران آهيان. جو ڪو بهادر ماڻهو پوريءَ طاقت سان مون کي ڪم آڻيندو، ته منهنجي ڌار سان سو هزار هندو مرندا".

مسلمانن کي سنڌ ۾ اها ترغيب ڏني ويندي آهي، تہ هو بت پرستيءَ جون سڀ نشانيون ڊاهي ڇڏين. برهما جي حقير ۽ ڪمبخت پوڄارين کي مذهبي آزادي ڪانہ آهي. ڍهل دف ڪو ورلي ٻڌبو آهي. جي ڍهل وڄائڻ جي اجازت ڏني ويندي آهي، تہ اهو هٽ سان، ۽ نہ ڏونڪي سان وڄايو ويندو آهي. حيدرآباد ۾ ٻٽن ڪان سواءِ ڪي مندر آهن، پر انهن جي اندران سرود جو آواز ڪڏهن نہ ٻڌڻ ۾ بہ ايندو آهي. جيڪڏهن ڪي بہ مومن شاهدي ڏين، تہ ڪنهن هندوءَ قرآن مجيد جي آيت يا محمد رسول الله (ﷺ) جو ڪلمو پڙهيو آهي، تہ هن جو هڪدم طهر ڪيو ويندو آهي. هيءَ هڪ تمام رواجي ڳالهہ آهي، پر ان کي مظلوم طبقي جا هندو ماڻهو سڀ ڪان وڏيڪ جبر ۽ مصيبت ڪري سمجهندا آهن. ڪهڙو بہ خسيس بهانو مليو، تہ ٺهہ پهہ طهر تي ويندو. وڏي ڳالهہ تہ هميشہ عذر اهو ڏنو ويندو آهي، تہ طهر، مظلوم کي آخرت ۾ شفاعت پهچائڻ لاءِ ڪيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح مظلوم کي جسماني درد سان گڏ، روحاني عذاب بہ ڏنو ويندو آهي........[1]

هندن سان جنهن نموني جو انصاف ڪيو ويندو هو، تنهن جي ڏسڻ جو مون کي موقعو مليو هو: هڪڙي ڏينهن هڪڙو واڻيو مون وٽ ڪيترا ڪپڙا وڪڻڻ لاءِ ڪٺي آيو. ٻاغ مان نڪرڻ کان پوءِ، هن هڪ ڪلاڪ اندر موٽي اچي دانهن ڏني تہ: "تنهنجي هڪڙي سنتريءَ مون کان هڪڙي قيمتي ريشمي ڪپڙي جو ٽڪر ڦريو آهي". فطرتاً مون کي سپاهيءَ جي روش تي غصو آيو. چاڪاڻ تہ هن ڏارين ماڻهن جي نظر ۾، منهنجي ۽ ڏيهي فوج جي گهٽتائي ڪئي هئي. تنهنڪري مون هڪدم ڏوهہ جي باريڪ جاچ ڪرڻ شروع ڪري ڏني. هندو ڪابہ ثابتي پيش ڪري نہ سگهيو. ڪيترن شاهدن شاهدي ڏني، تہ جوابدار بي قصور هو. مون کي خاطري ٿي، تہ تهمت ڪوڙي هئي. مون کي خانگي طرح معلوم ٿيو، تہ واڻيي کي منهنجي دوست، گوپالداس وڪيل، فرياد ڪرڻ جي صلاح ڏني هئي. هن جو خيال هو، تہ سپاهيءَ کي بچائڻ لاءِ، آءٌ هڪدم قيمت هڙان پري ڏيندس. تنهنڪري مون اهو معاملو ختم ڪري ڇڏيو ۽ ٻنهي ڌرين کي چيم، تہ جي اها ڳالهہ مون وري ٻڌي، تہ ميرن جي ڏيان تي آڻيندس.

---

[1] خال واري جاءِ تي، مصنف طرفان ڪي اهڙا لفظ استعمال ڪيل آهن، جي حقائق کان پري ۽ نهايت ٺي دل آزاريندڙ آهن. پر ساڳئي وقت انهن لفظن جي ذريعي، ڪنهن بہ قسم جي ڪا معلومات ڏنل ڪانہ آهي. انهيءَ سبب ڪري مترجم انهن کي خارج ڪري ڇڏيو آهي. (مترجم)

هندوءَ ٻئي ڏينهن وري اچي ساڳيو راڳ آلاپيو. تنهنڪري مون شام جو مير صاحبن کي انهيءَ تڪرار کان واقف ڪيو. مون کين وڌيڪ چيو، تہ تهمت انهيءَ جماعت جي هڪڙي فرد تي آهي، جنهن هڪ ادنيٰ ۾ ادني سپاهيءَ کي بہ هڪ ڪلاڪ نوڪري ۾ رهڻ لاءِ، پنهنجي چڱيءَ چال جي ثابتي ڏيڻي آهي. اهي ئي ماڻهو آهن، جي حڪومت جي پاران وڙهن ٿا. تنهنڪري هنن جي نيڪناميءَ جي حفاظت ڪرڻ منهنجو فرض آهي. مون کين عرض ڪيو، تہ جاچ ڪرائي وڃي، ۽ وعدو ڏنومانِ تہ جيڪڏهن سپاهيءَ تي ڪابہ ثابتي هوندي، تہ ڪيس پُڇ واپس موڪليو ويندو، جتي هن کي سخت سزا ڏني ويندي. ميرن مون کي نهايت تحمل سان ٻڌو، ۽ انهيءَ واقعي لاءِ افسوس ظاهر ڪيائون، ۽ انهيءَ ماڻهوءَ جو نالو پڇيائون، جنهن مون کي هيتري دقت پهچائي هئي. مون جواب ڏنو، تہ هڪ هندو آهي. هندوءَ جي نالي ٻڌڻ سان، مٿن جادوءَ جو اثر ٿيو. مراد عليءَ هڪدم چيو تہ: "بس، جاچ جي ضرورت نہ آهي"، حڪم ڏنائين تہ: "مجرم کي زوريءَ مسلمان ڪيو وڃي". مون ڏنو، تہ انهيءَ حڪم جي پيرويءَ ڪرڻ لاءِ ڪيترا ماڻهو هڪدم تيار ٿيا. مون انهيءَ سختيءَ تي اعتراض ورتو. مير صاحب کلي جواب ڏنو تہ: "تون سنڌ جي هندن کي نٿو سڃاڻين، هو سڀ لچ ۽ بدمعاش آهن". پر مون هن غريب تان شامت ٽاري ڇڏي. مون کي ان ڳالهہ تي فخر آهي، تہ منهنجو ولي محمد تي ايترو اثر هو، جو مون ڏوهيءَ کي ميرن جي چاڙ کان سواءِ ڇڏرائي ڇڏيو.

اهو تعصب جنهنڪري ايترين ظالمانہ ڪاروايون ٿين ٿيون، سو هڪ ٻيءَ ڳالهہ ۾ بہ ظاهر ٿئي ٿي. سيدن يعني آل رسول کي بيحد عزت ڏني وڃي ٿي. هندن کي برهمڻ ۽ پروهتن جو ايترو خوف ۽ هراس نہ هوندو، جيترو مسلمانن کي سيدن جي قوم کان ٿيندو آهي. هڪڙو ذليل ادنيٰ ماڻهو، جو انهيءَ عالي نسل جي دعويٰ ڪري سگهي ٿو، تنهن کي بہ مجلس ۾ وڏي ۾ وڏي دنيوي مرتبي جي ماڻهن کان وڌيڪ بهتر جاءِ ملندي آهي. مون وٽ جي علاج لاءِ حشام ماڻهن جا ايندا هئا. سي سڀ خوشيءَ سان سيدن کي پهرين وارو ڏيندا هئا. مون ڏٺو، تہ مير بہ انهيءَ طبقي جي ماڻهن سان ٿورو گهڻو گهائل مائل ٿيندا هئا. ماڻهوءَ کي ڪيترو بہ جوش ۽ غصو هوندو، تہ بہ هن کي همت نہ ٿيندي، جو ڪنهن سيد کي گهٽ وڌ ڳالهائي يا ڏک هڻي. ٻيا ماڻهو اتي جو

اتي ساھ ڪڍي ڇڏيندس. انهن رعايتن ۽ سهوليتن ڪري سيدن جون بهيرون پر وارن ملڪن مان سنڌ ۾ ايندڀون آهن. هو نہ فقط سماج جا نڪما ۽ سست رڪن آهن، پر هنن جو عوام جي دلين تي تمام برو اثر پوي ٿو، ۽ هو خلق تي ڳرو بوجهہ آهن. حيدرآباد جا رستا فقيرن سان ڀريا پيا آهن. هو نهايت بيحيائيءَ ۽ آڪڙ سان خيرات گهرندا آهن، جنهن مان سندن اثر ۽ طاقت جو اندازو ڪري سگهجي ٿو. تحقيق هي فقير ماڻهن جي اخلاقي پستيءَ جي هڪ دڪدائڪ ثابتي آهن.

انهيءَ تعصب جا اثر، جن جو مون ذڪر ڪيو آهي، اهڙا تہ نمايان آهن، جو ڪوبہ ماڻهو هڪ هفتو بہ ملڪ ۾ رهندو، تہ اهي سندس ڏيان تي ايندا. مون سان جيڪو هندو وڪيل ساڻ هو، تنهن سان منهنجا ساٿي ۽ سندن پوئلڳ هر نموني جون مسخريون ۽ ٺٺوليون ڪندا هئا. حيدرآباد جي قلعي جي ڪنگرن مٿان انگريزن جو جهنڊو لهرائيندو ڏسڻ جو جيترو انتظار معزز هندن کي هو، ايترو ٻئي ڪنهن کي ڪونہ هو. هو بنا پڇڻ جي پنهنجون شڪايتون ٻڌائيندا هئا، ۽ اڪثر پنهنجن ظلمن جا داستان بيان ڪندا هئا.

سنڌ جا مير، عام مسلمان حاڪمن کان عياشي ۽ نفس پرستيءَ ۾ گهٽ مدهوش آهن. هو ايترا حوصلي وارا ماڻهو آهن، جو ڪين عيش پرستيءَ جو خيال بہ ڪونہ رهندو آهي. ممڪن آهي، تہ هو دنيا جا سڀ مزا اڳيئي وٺي چڪا هجن. مراد علي هڪڙي دفعي مون کان پڇيو تہ: "'دارو' واپرائڻ ۾ اعتراض تہ ڪونہ آهي؟" مون سمجهيو، تہ هن جو مطلب آهي نشيدار شراب. آءُ ڪيس چوڻ وارو هئس، تہ بهتر ٿيندو، تہ هن وقت سيني گرم شين ۽ خاص ڪري شراب کان پاسو ڪجي، تہ مون کي هڪدم چيائين تہ: "انگور جو رس حرام آهي، ۽ ان جو نالو هڪ مومن جي اڳيان وٺڻ نہ کپي". مون کي پوءِ خبر پئي، تہ مير صاحب جن جو مطلب "ڏاڙهون" هو. هن نقل مان شايد ائين نظر اچي، تہ مير کي مجلس اڳيان پنهنجي نمائش ڪرڻ جو ارادو هو. پر مون کي اها خاطري آهي، تہ مير نشيدار شيون ۽ شراب ڪونہ واپرائيندا آهن. مون ٻڌو آهي، تہ جيڪي ماڻهو سندن روبرو نشي جي حالت ۾ ايندا آهن، تن کي هو بي آبرو ڪري ڪڍندا آهن. بهادر خان ڪوڪر، هڪ وڏي گهراڻي جو بلوچ سردار آهي، ۽ مراد عليءَ جي ملازمت ڪندو آهي. هو هڪ دفعي نشي جي حالت ۾ ڏنو ويو

هو، تنهنڪري ڪيس ڪيترو وقت نوڪريءَ مان برطرف ڪيو ويو هو. هميشه انهن دوائن وٺڻ کان انڪار ڪندا هئا، جن ۾ نشيدار عرق مليل هوندا هئا. درٻار ۾ حقو نظر ڪونہ ايندو آهي. ساري خاندان ۾ ڪوبہ آفيم ڪونہ کائيندو آهي. اميد اها هئي، تہ حاڪمن جي پرهيزگاريءَ جو اثر رعيت تي پڻ پوندو، پر منهنجو آزمودو آهي، تہ اڪثر سپاهي ۽ گهٽا درٻاري اهڙيون شيون واپرائيندا آهن، جي دل کي ڪمزور ۽ جسم کي ضعيف ڪن ٿيون. سنڌ ۾ آفيم جو ايترو ئي واهپو آهي، جيترو ڪيچ ۾ برانڊيءَ جي هڪ - ٻن بوتلن کان وڌيڪ ڪو تحفو وڌيڪ مقبول ڪونہ سمجهيو ويندو آهي. مون کي ماڻهو هر وقت علاج لاءِ تنگ ڪندا هئا. ڪو اڻسڌيءَ طرح چوي، تہ مون کي ڳجهي مرض جي ايذاء کان ڇڏاءِ ۽ ڪو چوي، تہ عيش ۽ نفس پرستيءَ ۾ وڃايل طاقت واپس آڻي ڏي.

امير پنهنجو ڪاروبار، پرڀات کان ٻہ ڪلاڪ اڳ شروع ڪندا آهن. ان وقت هو خانگي درٻار ڪندا آهن، جنهن ۾ ڪارون ٻڌندا ۽ پنهنجن علائقن جو انتظام ڪندا آهن. اهو ئي هڪ وقت هوندو آهي، جڏهن هو پڳ پائيندا آهن. سج اڀرڻ مهل هو ڪپڙن بدلائڻ لاءِ، پنهنجن ڪمرن ۾ ويندا آهن، ۽ ٿوري وقت کان پوءِ، هو درٻار ۾ ايندا آهن، جتي سمورو خاندان باقاعدي موجود هوندو آهي، ۽ جتي حڪومت جو سمورو ڪاروبار هلايو ويندو آهي. جيڪي خط رات اڳئين ڏينهن تي آيل هوندا آهن، سي هنن اڳيان ڍڳ ڪري رکيا ويندا آهن. يارهين ٻجي تائين خطن پڙهڻ، انهن تي حڪم ڪرڻ ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ وقت صرف ڪيو ويندو آهي، ۽ پوءِ هو ناشتي لاءِ اٿندا آهن. ٻپي ٻجي، هو وري ٻاهر نڪرندا آهن، ۽ سج لٿي تائين گڏ هوندا آهن. جنهن کان پوءِ هرڪو پنهنجي گهر وڃي رات لاءِ آرامي ٿيندو آهي. آءٌ هميشہ عام درٻار ۾ ملاقات ڪندو هوس. مڪي اميرن سان خانگي طرح گفتگو ڪرڻ جو مون کي ڪڏهن موقعو ڪونہ مليو هو. ننڍا شهزادا گهر وڃڻ کان پوءِ، پنهنجي جدا ڪچهري ڪندا هئا، جتي سيڪجهہ وڏن ميرن جي شاهاڻي دستور جي خلاف هوندو هو. اتي ڪابہ پابندي ڪانہ هوندي هئي. اسان اصطبل ۾ سوئرن جي ويڙهہ، ملهون، ڪينهونءَ راند، ڪشتي ۽ ٻيون ڪيتريون رانديون روندليون وڃي ڏسندا هئاسين.

مير فتح عليءَ جي حياتيءَ ۾، جڏهن اڃا انهيءَ انقلاب جي يادگيري تازي هئي، جنهن جي وسيلي سان ميرن جي خاندان حڪومت هٿ ڪئي هئي، تڏهن

غير معمولي احتياط ڪيو ويندو هو، تہ جيئن ساڻن ڪو ڏوڪو يا سازش نہ ٿئي. چارئي پاٿر گڏ ڪاٺيندا ۽ هڪ ڪمري ۾ سمهندا هئا. ڪمري جي رڳو دروازي تي روشني هوندي هئي، ۽ سنجيل گهوڙا ۽ غلام تيار هوندا هئا. سنڌ ۾ گذريل ٿيهہ ورهيہ لڳاتار امن امان رهيو آهي، جنهنڪري حاڪمن کي اطمينان آهي. پر هو هميشہ بيدار هوندا آهن، جنهنڪري هنن جي برخلاف ڪابہ سازش ڪرڻ مشڪل آهي. هاڻي هو اڳيئن وانگر ساڳئي ڪمري ۾ ڪاٺيندا ۽ سمهندا نہ آهن. پر هو ساري رات پنهنجن ڪمرن جي ٻاهران صفن ۾ گذاريندا آهن. سنڌن هٿيار پاسن کان رکيل هوندا آهن، ۽ مٿان ايماندار خدمتگارن جو پهرو هوندو اٿن.

ميرن جي هڪ عجيب خصوصيت هيءَ آهي، تہ هنن کي هڪٻئي ۾ اعتماد ڪونہ آهي. مون انهيءَ ڳالهہ جو اڳيئي ذڪر ڪيو آهي، تہ مراد عليءَ جي علالت وقت، هو سڀ ڪيترا مهينا حيدرآباد جي قلعي کان ٻاهر نڪرندا ئي ڪونہ هئا. جڏهن هو شڪار تي نڪرندا هئا. تڏهن احتياطاً پنيان ڪنهن کي ڪونہ ڇڏيندا هئا. مير صوبدار خان جڏهن اسلام ڪوٽ ڏانهن پڇي وڃي بغاوت ڪئي هئي، تڏهن هو بين جي پنيان پنيان پٺي آيو. اهڙي بدگمان ۽ خطرناڪ آئين ۾ حڪومت ڪرڻ هڪ اهڙي ڳالهہ نہ آهي، جنهن تي رشڪ ڪجي. مراد عليءَ هڪڙي ڏينهن مون کي دل کولي چيو تہ: "حاڪمن جي سر تي شيهي جهڙو ڳرو بوجهہ آهي، ان جي بار جو اندازو فقط حاڪم ئي ڪري سگهن ٿا". انهيءَ راءِ لاءِ، هن جس لهڻي! جيتوڻيڪ ان ۾ شڪ نہ آهي، تہ اهو خيال ڪنهن فارسي ڪتاب تان ورتل آهي. بهرحال، ظاهر آهي، تہ مير تخت کي گلن جي سيج ڪري نٿا سمجهن.

مير دربار ۾ خوش اطوار، پر ساڳئي وقت متڪبر ۽ ڳنڀير هوندا هئا. هو پنهنجن سڀ کان وڏيڪ پيارن نوڪرن سان بہ گستاخ ڪونہ ٿيندا هئا. منهنجي لاءِ جا ڪرسي ايندي هئي، تہ ساڳئي وقت بہ صندل، هڪ گاديءَ وارن حاڪمن ۽ بيو ننڍن شهزادن لاءِ رکيا ويندا هئا. سڀ درباري ۽ خدمتگار، پري زمين تي يا ٻاهر ويهندا هئا. هو وڏي ۾ وڏي عملدار کي بہ پاڻ سان گڏ ويهڻ ڪونہ ڏيندا هئا. البت هڪ يا بہ دفعو اسماعيل شاهہ ۽ سنڌن ڪن پيارن پيرزادن کي اهو شرف بخشيو هئائون. مير، گهڻو ڪري دربار ۾ گڏجي ايندا هئا، ۽ ويندا

ٻہ گڏجي هئا. آءٌ جڏهن حيدرآباد ۾ رهيل هوس، تڏهن مراد عليءَ جي علالت ڪري، سندس ڪمري ۾ درٻار تيندي هئي. هونئن سندن رواج آهي، تہ هو واري واري تي هڪبئي جي جاين تي گڏبا آهن.

پهرين ملاقات جو ذڪر ڪندي، مان هنن جي پوشاڪ ۽ نشست - برخاست جو احوال ڏنو آهي. ڪشمير جي شالن، ۽ نٽي جي ريشمي ۽ زريءَ جي لونگين يا بوچڻن کان سواءِ، هو گهڻو ڪري، ولائتي نهيل ڪپڙو بہ ڪم آڻيندا هئا. سرديءَ جي موسم ۾ هو ململ ۽ انگرکن بدران تمام قيمتي ڪشميري شالن جا پهراڻ پائيندا هئا، جن تي زريءَ جا ڳانا ۽ قنڌار جي ڪاري پشم لڳل هوندي هئي. ٻين موقعن تي هو ولائتي ڦولدار ريشم يا پَٽ جا گرم آسترن سان ۽ ڪپهہ سان ڀريل ڪپڙا پائيندا هئا، جن تي تلوار يا خنجر جو ڌڪ اثر نہ ڪري سگهندو هو. درٻار ۾ سندس چاچو، مير محمود، جو هڪ شاندار شڪل جو بزرگ هو، سو سڀ کان وڌيڪ زيبدار ڪپڙا پائيندو هو. هو اڪثر ڪري گلابي ريشم جو ڦولدار چوغو پائيندو هو. مير ڪرم علي ۽ نصير خان روز صبح جو ٻئي - ٻئي نموني جي پوشاڪ پهريندا هئا. اهي ڪپڙا ٽورن ڏينهن کان پوءِ، آءٌ سندن خاص نوڪر کي پائيندي ڏسندو هوس.

ميرن جي درٻار ۾ جا ڳالهہ سڀ کان وڌيڪ ڌارين ماڻهن جو ڌيان ڇڪائي تي، ۽ سچ پچ قابل توجهہ آهي، سا آهي سندن جواهرات ۽ هٿيارن جو نادر ذخيرو. هنن جي عظيم‌الشان خزاني ۾ گهڻو ڪري ياقوت، هيرا، موتي ۽ زمرد آهن، جي سندن خنجرن، تلوارين، ۽ بندوقن ۾ جڙاءُ ٿيل آهن، جن مان گهڻا هو منڊين ۽ بازوبندن وغيره ۾ [1] ڪپڙن مٿان پائيندا آهن.

ڪابل جي حڪومت جي ٽٽڻ ڪري، ان حڪومت جا شهزادا ۽ سردار مفلس ۽ ڪنگال ٿي ويا آهن. تنهنڪري هنن کي پنهنجا قيمتي جواهرات نيڪال ڪرڻا پيا آهن. ميرن هنن جي مجبوريءَ جو فائدو ورتي، پنهنجا ماڻهو موڪلي سندن ڪيترا جواهر سستي اگهہ تي خريد ڪري ورتا آهن. ايشيا جي سيني ملڪن جا جواهري، سنڌ جي دارالسلطنت ۾ ايندا آهن. جتي سندن جوهرن

[1] ڪبوتر جي آني کان وڏو زمرد، جنهن جو ڪرنل پاٽنجر ذڪر ڪيو آهي، سو اڄا ميرن جي قبضي ۾ آهي. پر اهو مغلن جي طائوسي تخت ۾، طوطي جي شڪل ۾ زندهہ طوطي جيڏو جيڪو زمرد لڳل آهي، تنهن جو مٽ نہ آهي.

جو اڳهه ٿيندو آهي. دربار ۾ هڪ - ٻه ايراني سونارا آهن، جي ميناڪاريءَ جو ڪم ڪندا آهن، ۽ ميرن جي جواهرات کي پنهنجي هنر سان وڏيڪ زيبدار بنائيندا آهن. لوهه ۽ سون جي اکرن جي پـِچڪ ڪاري ڪرڻ جي هنر ۾ هنن ڪماليت حاصل ڪئي آهي.

اميرن کي تلوارن ۽ بندوقن جي نالين جي خريد ڪرڻ لاءِ، ايران، ترڪي ۽ فلسطين ۾ گماشتا آهن، ۽ انهن شين جو جهڙو قيمتي ذخيرو هنن وٽ آهي، سو دنيا جي ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ شايد ئي هجي. مون وٽ هڪڙو سادو بنا جڙت جي، تلوار جو ڦر آهي، جو هنن اڌ لک رپين ۾ خريد ڪيو هو. هنن وٽ پراڻين ۽ عمدين تلوارن جو قدر آهي، ۽ هو تلوار جي قيمت جو اندازو ان جي جوهر ۽ آب مان ڪندا آهن. هڪڙي تلوار، جا مون کي مير ڪرم علي ڏني هئي، تنهن تي سنه 1166 هجري (1708 عيسوي) لڳل آهي. ان جي سنڌ ۾ ٻه هزار رپيا قيمت ڪٿي وڃي ٿي. ميرن جي اسلحخاني ۾ ايشيا جي هر مشهور حاڪم جون تلوارون موجود آهن. مون شاهه عباس اعظم، نادر شاهه، احمدشاهه دراني ۽ ايران جي هاڻوڪي شهنشاهه ۽ ٻين مشهور ماڻهن جي تلوارون هٿ ۾ کڻي ڏٺيون آهن. انهن جي ڦرن تي سونن اکرن ۾ ڪتبا لکيل آهن. جيڪي شيعا حاڪم آهن. تن جي تلوارن جي ڪتبن ۾ عرض و معروض ۽ دعائون آهن، جي حضرت علي رضي الله تعاليٰ عنه ڏانهن مخاطب ٿيل آهن. ٻين ۾ قرآن مجيد جون آيتون پاڪ يا موزون فارسي شعر آهن. مير ڪرم عليءَ جي سيني تلوارن تي "بنده آلِ محمد، ڪرم علي" لفظ لکيل آهن. مون کي جيڪا هن تلوار ڏني هئي، تنهن تي شاهنامي مان هڪ شعر، سندس هڪ شعر، ۽ ولي محمد جي شعر مان هڪ مصرع لکيل هئي. مير نصير خان مون کي هڪ تلوار ڏني، جنهن تي خاص موقعي لاءِ سندس لکيل ڇهه مصرعون هيون، ۽ انهن ۾ هڪ هنڌ منهنجو نالو ٻه آيل هو.

ميرن جون تلوارون اسان جي انگريزي تلوارن کان وڏيڪ ڳريون نه آهن، پر هنن جو وزن نالي نموني ۾ ورچ ٿيل آهي. منهنجي اڳيان هڪ جوان شهزادي، تلوار جي هڪ ڌڪ سان دنبي کي ٻه اڌ ڪري ڇڏيو. انهيءَ واقعي مون کي شهره آفاق، فاتح صلاح الدين جي يادگيري ڏياري، جنهن جو ذڪر سر والٽر اسڪاٽ جي ڪتاب، "صليبي پهلوانن جا قصا" ۾ ڏنل آهي. انهن تلوارن استعمال ڪرڻ لاءِ خاص اٽڪل

ڪپي ۽ گهڻي آزمودي ۽ ڦڙتائيءَ جي ضرورت آهي. منهنجي حيدرآباد اچڻ کان ٿورو وقت اڳ، وزير اسماعيل شاهه جي هڪڙي پٽ هڪڙو نهايت قيمتي تلوار جو ڦر مشق ڪندي پيجي وڌو هو. اسان جو انگريزي وڍ ڪٽ جو سامان جو سڄي يورپ ۾ مشهور آهي، تنهن جو ميرن جي نظر ۾ ڪوبه قدر ڪونه آهي. هنن ڪڏهن ڪونه ٻڌو هو، تہ ڪو انگلستان ۾ بہ قيمتي تلوارون نهنديون آهن. هنن کي ٻڌي نهايت تعجب ٿيو، تہ بادشاهه سلامت تازو ڊيوڪ آف ناردمبر لئنڊ نالي هڪڙي لارڊ کي، هڪ لک رپين جي تلوار بطور انعام ڏني.

هنن کي پليءَ پت خبر هئي، تہ اسان جي بندوقن جا گهوڙا، سنڌن بندوقن جي گهوڙن کان وڏيڪ ڪارآمد آهن. هنن مون کي منٿ ڪئي هئي، تہ پنهنجي سرڪار کي چوءَ تہ اسان کي بہ ڪجهہ گهوڙا گهرائي ڏئي. مون ڏٺو، تہ هنن وٽ ڪيتريون قيمتي ۽ عمديون بندوقون هيون، جي ڪين هند سرڪار وٽان وقت بوقت تحفي طور مليون هيون. هنن، انهن بندوقن جا گهوڙا ڪڍي، بندوقون نڪميون سمجهي، اجلائي ڇڏيون هيون، ۽ گهوڙا پنهنجي بندوقن ۾ وڌا هئا. ميرن جي بندوقن جي شڪل ۽ نمونو پاٽنجر جي سفرنامي جي منڍ ۾ جا تصوير آهي، ان ۾ ڏيکاريل آهي. ميرن جون بندوقون انهن بن بندوقن جهڙيون هيون، مگر انهن تي ڪم گهڻو تيل هو. بندوقن جون نريون گهڻو ڪري، گوليءَ جي استعمال لاءِ نهيل هونديون آهن. اهي اڪثر قسطنطنيہ جون هونديون آهن، ۽ اهي اسان جي بندوقن جي نرين کان ڊيگهہ ۾ بيٺيون هونديون آهن، ۽ سوراخ سوڙهو هوندو اٿن. سنڌي، سنها ڇيرا اصل ڪم ڪونہ آڻيندا آهن. ۽ هنن وٽ پستولن ۽ ٿوتيءَ وارن گهوڙن جو قدر ڪونہ هوندو آهي. جڏهين هنن، مون کي سنڌن هيرن جواهرن ۽ هٿيارن جي تعريف ڪندو ٻڌو، تنهن کان پوءِ هنن مان ڪيترا هر روز مختلف نمونن جا هٿيار ۽ جواهرات پهريندا هئا ۽ مون کي پنهنجون تلوارون ڏسڻ لاءِ ڏيندا هئا. جي تلوارون بادشاهن جي ڪيترين پيڙهين جي هٿن مان لنگهيون هيون. اسان جي گفتگو اڪثر انهن جي تاريخ ۾ بين مڪاني ڳالهين متعلق هوندي هئي. پر بعضي بعضي انهن کان وڌيڪ دلچسپ مضمون تي بہ بحث ٿيندو هو. ميرن جي خيالن ۽ راين جو چٽائيءَ سان بيان ڏيڻ مشڪل آهي، پر مون کي جيتريقدر يادگيري آهي، اوتريقدر مان انهن جي گفتگوءَ جو تفصيلوار احوال ڏيندس: پهريان، تہ هو هندستان متعلق ڪابہ ڳالهہ ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئا. پر جڏهين هنن ڏٺو، تہ مون کي سنڌن سوالن جا جواب ڏيڻ تي

اعتراض ڪونہ هو، تڏهن هو دل کولي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا. هنن کي اسان جي سلطنت جي آمدنيءَ معلوم ڪرڻ جو خاص انتظار هو. مون کان ڪيترا سوال پڇيائون تہ: "اجاريدار مانواري ڪمپني، انگلستان جي بادشاهہ کي ملڪ جي پـَٽي لاءِ ڪيتري رقم ڏيندي آهي؟" مون جو ڪين ان سوال جو جواب ڏنو، تنهن تي هو مطمئن ڪونہ ٿيا. مون ڪين چيو تہ: "منهنجي خيال ۾ بادشاهہ سلامت يا ڪمپنيءَ کي آمدنيءَ مان بچت ڪانہ آهي، ۽ ڪن صوبن ۾ اٿلو خرچ آمدنيءَ کان وڌيڪ آهي". تڏهن ڪرم علي عجب ظاهر ڪري چيو تہ: "اهو ڪيئن ممڪن ٿي سگهي ٿو؟ توهان جي قبضي ۾ تہ پنج وڏيون حڪومتون آهن؟" مون ڪيس جواب ڏنو تہ: "اها حقيقت آهي، تہ اسان جي قبضي ۾ تمام وسيع ايراضي آهي، پر اسان جي حڪومت جو انتظام مسلمان ۽ مرهٽن جي انتظام کان نرالو آهي. توهان فقط پنهنجي پيٽ ۽ پنهنجي فصل لاءِ ثمر ٺاهيندا آهيو، مگر اسان پوئين لاءِ قاعدا ٺا ٺاهيون. اسان کي حڪومت مان ذاتي فائدو نہ آهي، پر انهيءَ نظام مان اسان جا ٻار ۽ اسان جي رعيت جو اولاد فائدو وٺندا". هنن اها ڳالهہ قبول ڪئي، تہ اسان حق تي هئاسين، ۽ چيائون تہ: "توهان بيشڪ عقل جي زور تي هندستان هٿ ڪيو آهي".

رياست پرتپور بنسبت هنن ڪيترا سوال پڇيا، ۽ خاص ڪري لڙائيءَ جو سبب. مون جواب ڏنومان تہ: "راجا سرڪشي ۽ هٺ ڪري، پنهنجي سر تي پاڻ ئي مصيبت آندي هئي. هن جي اهڙي روش هئي، جا ڪابہ وڏي حڪومت برداشت نٿي ڪري سگهي، تنهنڪري پرتپور جو قلعو جنهن تي هيڏو گهمنڊ هوندو هون، سو ڪيرائي زمين دوز ڪيو ويو هو". منهنجي انهيءَ قول يا شايد سندن دل ۾ بيچيني ۽ ڪٿڪو پيدا ڪيو. جواب ڏنائون تہ: "توهان جيڪا حڪومت ڪئي آهي، ان ۾ ڏقير هو. اهڙو ڪوبہ ملڪ نہ آهي، جت حاڪم ۽ رعيت هڪبئي سان ٻڌل هجن ۽ اهو توهان رستو ورتو هجي". لاشڪ اميرن کي خام خيال وينل هو، تہ اسان جو خوشحال ۽ يڪمشت ملڪ، ڪنهن بہ ذاريي فاتح جو چڱيءَ طرح مقابلو ڪري سگهندو. مون سندن ڏيان هندستان جي تاريخ ڏانهن ڇڪايو، ۽ چيومان تہ: "جڏهن بہ ڪنهن حاڪم جي قسمت [1] بگڙي آهي، تڏهن سندس ئي

---

[1] شڪست جو مکيہ سبب هو، پٺاڻن جي ذلالت. هو عيش پرستيءَ ڪري نازڪ ۽ ڪمزور ٿي ويا هئا ۽ منجهن عزت ۽ غيرت ڪانہ رهي هئي. هنن ۾ بي ايماني ۽ خانہ جنگي گهر ڪري ويئي هئي، جنگ جي ميدان ڇڏي وڃڻ ۾ شرم ڪونہ هون، ۽ ڏوڪو پڻ ڏيڻ هنن وٽ عيب نہ سمجهيو ويندو هو. خون ڪرڻ عار نہ هو، ۽ ڪنهن ڏر جو پاسو وٺڻ هڪ معمولي ڳالهہ هئي- ("فرشتہ".)

درٻاري ڪيس ڏوڪو ڏيئي، ڇڏي ويا آهن". هنن برما جي لڙائيءَ جو پڻ ذڪر ڪيو، ۽ چيائون تہ: "توهان جا گهڻا ماڻهو ان ۾ زيان ٿيا آهن؟" مون کين ٻڌايو، تہ دشمن، ملڪ جي وڏي ايراضي ڏئي، اسان سان صلح ڪيو هو". ان ڳالھ جي کين خبر ڪانہ هئي، ۽ شايد کين اها خبر چڱي بہ نہ لڳي.

ڪڇ جي معاملي ۾، ميرن سڀ ڪان وڌيڪ دلچسپي پئي ڏيکاري. هو وري وري انهيءَ ڳالھ تي پئي آيا، ۽ نهايت باريڪ سوال پئي پڇيائون. سيني چيو تہ، "ڪڇ هڪ اهڙو صوبو آهي، جو دنيا جو بهترين شڪار گاهہ ٿي سگهي ٿو". مون کان ڪيترا دفعا پڇيائون تہ: "اتي شڪار ڪرڻ جو ڪهڙو طريقو آهي، ۽ انگريز سوئرن جو شڪار ڪيئن ڪندا آهن؟" هو ٻڌي ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا، تہ هڪڙي ضلعي جي عملدار جي هڪ ٽوليءَ، هڪ مهيني ۾ سٺ ڪان بہ وڌيڪ جهنگلي سوئر ماريا هئا. هڪڙي ڏينهن چيائون تہ: "جي توهان کي ڪڇ جي فوج ٻيءَ ڪنهن جاءِ تي ڪم آڻڻي هجي، تہ اسان دوستيءَ ۾ پنج - ڇهہ هزار بلوچ سپاهي موڪلي، ڪڇ جي حفاظت ڪرڻ لاءِ تيار آهيون؟" مان جيڪڏهين انهيءَ ڳالھ تي ظاهري بيپرواهي نہ ڏيکاريان ها، تہ هو جيڪر اها تجويز لکت ۾ موڪلين ها.

هنن ڪيترا دفعا مون کان پڇيو تہ: "توهان کي ڪڇ جهڙي ويران ملڪ، جنهن جو خرچ آمدنيءَ کان وڌيڪ آهي- رکڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟" هڪ لڳا مون کي چيائون تہ: "جيڪڏهن توهان جي سرڪار ڪڇ جي حڪومت اسان جي حوالي ڪندي، تہ اسان خراج ڏيڻ جو ذمو پاڻ تي کڻنداسين، ۽ ان لاءِ شاهوڪار واپاري ضامن ڏينداسين". مون ڪانئن پڇيو تہ: "انهيءَ نموني جي انتظام کان توهان کي ڪهڙو فائدو ٿيندو، جو اسان ائين بہ ڪريون؟" هنن جو رايو هو، تہ راءَ جا وزير پيدائش کائي ٿا وڃن. مون خاطري ڏني مان تہ ڪڇ ۾ سچ پچ دولت ڪانہ آهي. مراد عليءَ چيو تہ: "اسان پاڻهي پيداوار وڌائڻ جو ڪو نہ ڪو طريقو ڳولي ڪڍنداسين". جڏهن هنن انهيءَ معاملي ۾ گهڻي دلچسپي ڏيکاري، تڏهن مون کين چيو تہ: "اسان کي پنهنجن عهد و اقرارن لاءِ عزت آهي. اهي اسان لاءِ نقصانڪار هجن يا نہ، پر اسان کي اهي ضرور پاڙڻا آهن". هنن کي البت تعجب ٿيو، پر جڏهن مون چيو تہ: "اسان ڪڇ جي حفاظت پنهنجي خون جي خزاني سان اهڙيءَ طرح ڪنداسين، جهڙي طرح ڪنهن زرخير ۽ آباد پرڳڻي جي".

هنن کي روس ۽ ايران جي لڙائيءَ، بلڪ تبريز جي فتح، جنهن جي خبر کين حيدرآباد ۾ منهنجي هوندي ملي هئي، تنهنجي معلومات ڪانہ هئي. هو رنجيت سنگهہ کي سک ڪري سڏيندا هئا، ۽ سندس نالو عزت سان ڪونہ وٺندا هئا. هنن هڪڙي دفعي مون کي غصي ۾ چيو تہ: "هو مومن مسلمان کي پنهنجي ويجهو اچڻ ڪونہ ڇڏيندو آهي". پنجاب جي ڪاروبار متعلق، مراد عليءَ مون کان پڇيو تہ: "توهان سيد احمد شاهہ کي، جو سکن سان جهاد ڪري رهيو آهي، پئسي جي مدد ڪريو ٿا يا نہ؟" مون کين چيو تہ: "توهان جي مغز ۾ اهڙو خيال ڪيئن آيو آهي؟ سيڪنهن کي خبر آهي، تہ سيد پنهنجي مذهب لاءِ وڙهي رهيو آهي". پر منهنجي جواب تي هو مطمئن ڪونہ ٿيا. چيائون تہ: "شايد ممبئي سرڪار، جنهن جي تون نوڪري ۾ آهين، تنهن کي انهيءَ ڳالهہ جي خبر نہ آهي، پر بنگال وارن کي سيڪجهہ معلوم آهي".

مون کي اهو ڏسي ڏاڍي البت تعجب ٿيو، تہ هنن کي بادشاهہ سلامت، شاهي خاندان ۽ انگلستان جي بين معاملن بنسبت چڱي ڄاڻ هئي. هڪڙي دفعي چيائون تہ: "انگريز خلاصي ۽ بلوچ سپاهي دنيا جا بهترين آهن". هنن کي نيپولين جي خصلتن ۽ هار جي خبر هئي، پر سندس موت جي خبر اجا ڪانہ پهتي هئن. ماتا جي ٽڪن جي هنن خبر ٻڌي هئي. جڏهن مون کين ٽڪن جا فائدا ٻڌايا، تڏهن چيائون تہ: "اسان سنڌ ۾ بہ شروع ڪنداسين"، ۽ مون کي وڏيڪ چيائون تہ: "تون انهيءَ معاملي ۾ اسان کي مدد ڪر". ڳالهين ڳالهين تان مون، کين ٻاڦ جي انجڻ جي اهم ايجاد جي خبر ٻڌائي، مگر کين هن معاملي ۾ انگلستان جي آمدنيءَ بابت يقين ڪونہ ٿيو. سمجهيائون، تہ اهي سيلانين جون ڏند ڪٿائون آهن. هو اها ڳالهہ ٻڌي خوش ٿيا، تہ مون کي سندن خاندان جي تاريخ، جنهن تي فخر ڪندا هئا، تنهن جي چڱي خبر هئي. هنن مون کي پنهنجي ڏاڏي مير بجار جي تلوار ڏيکاري، جنهن جي قتل جي ڪري، ڪلهوڙن جي گهراڻي جو خاتمو ٿيو هو. مون کين مير بجار جي حج تي وڃڻ ۽ ساٽس ڏوڪي ٿيڻ جي ڳالهہ ٻڌائي، جا ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيا ۽ البت تعجب بہ لڳن.

منهنجي هڪڙيءَ ڳالهہ ميرن جي پيشانيءَ ۾ گهنڊ آندو: هڪڙي ڏينهن سندن وزير سان ڪابل جي حڪومت بابت ڳالهائيندي، مون سندس حاضريءَ ۾ هڪ وڏو هندستان جو نقشو کولي ڏنو. وزير اها ڳالهہ وڃي ميرن سان ڪئي. هنن

جي نظر ۾ اها هڪ نادر شيءِ هئي، ۽ مون کي چيائون تہ: "اسان کي ڏيکار". مون نقشو درٻار ۾ کڻي وجي کين ان جو مطلب سمجهايو. هنن کي نهايت تعجب لڳو، جڏهين مون کين آگر سان منزل بمنزل سنڌ، جيسلمير ۽ لاهور جا سمورا رستا ڏيکاريا. ۽ چيومان تہ: "آءٌ هن نقشي جي مدد سان، سواءِ رستي پڇڻ جي توهان جي ساريءَ حڪومت مان گهمي سگهان ٿو". اها ڳالهہ خلاف مصلحت هئي، پر ان وقت آءٌ پاڻ کي جهلي نہ سگهيس، ۽ سنڌن مختصر ملڪ کي هٿ سان ڍڪي، هندستان جي شاهي ۽ شاندار سلطنت جون حدون ڏيکاريم. پهريائين، تہ هنن لاپرواهي ڏيکاري، ۽ چيائون تہ: "اسان کي بہ توهان جي حڪومت جي ايتري ئي خبر آهي، جيتري توهان کي اسان جي حڪومت جي خبر آهي". پر ان کان پوءِ، هو انهيءَ ملاقات ۾ سمورو وقت ڳنڀير هئا. تنهن کان پوءِ مون کي ڪن ماڻهن مان، جي درٻار مان مون کان پوءِ نڪتا، خبر پئي تہ هنن نقشي جي ڳالهہ وري دهرائي هئي. انهيءَ ڳالهہ منجهن تشويش ۽ اضطراب پيدا ڪيو ۽ فرنگين کي اسان جي ملڪ جي سموري خبر آهي.

ميرن جي درٻار جي نشست برخاست جو احوال مان هينئر ڏئي آيو آهيان. مير جيڪڏهن تندرست هوندا آهن، تہ مهيني ۾ ٻہ دفعا پنهنجن پنهنجن شڪار گاهن ڏانهن ويندا آهن. انهن موقعن تي هنن سان هڪ وڏو جلوس ساڻ هوندو آهي. هو اڱواٽ اهو بہ ظاهر نہ ڪندا آهن، تہ ڪٿي وڃڻو اٿن. اهڙيءَ طرح هو پنهنجو شوق بہ پورو ڪندا آهن، ۽ مختلف ضلعن جي ماڻهن کي ڊپ ۾ بہ رکندا آهن. هو شڪار ڪرڻ لاءِ بازن ۽ ڪتن سان نڪرندا آهن، پر هنن جي شڪار جو نمونو يورپي شڪارين کي پسند نہ آهي. هو اُن ۾ ڪڏهن ڪونہ بيهندا آهن. هو آرام سان ڪنهن محفوظ جاءِ ۾ ويهي، چڱيءَ طرح شست وٺي هرڻ ۽ سوئر ماريندا آهن، جي ڪنهن چشمي يا ڪڏ مان پاڻي پيئڻ لاءِ وٽانئن لنگهندا آهن، ۽ سنڌن پوئلڳ تاڙيون وڄائيندا ۽ ساراهيندا اٿن.

شڪارگاهہ وڏا جهنگ آهن. انهن کي اهڙيءَ طرح لوڙها ڏنل هوندا آهن، جيئن انهن مان جانور نڪري نہ سگهن. جڏهن مير صاحب شڪار تي ويندا آهن، تڏهن سڀ کُهيون بند ڪيون وينديون آهن ۽ فقط هڪڙي کُهي جا سنڌن تنبن يا بنگلن جي پرسان هوندي آهي، سا کليل رکندا آهن. پوءِ "تَڙ" تيندي آهي ۽ جانور پاڻيءَ جي ڳولا ۾ اچي پنهنجو ساهہ ڏيندا آهن. بعضي هو بن لڳو لڳ شڪارگاهن جي وچ

۾ ڪڏٺا ٿاهي، انهن ۾ ويهندا آهن. پوءِ ٻه - ٽي سَوَ بندوقن وارا وجي، هڪڙي شڪار گاهه ۾ تڙ ڪندا آهن. تنل جانور هڪ شڪار گاهه کان ٻيءَ ڏانهن ڀڄڻ مان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ۽ امير اتي مارينداويندا اٿن.

مير گهوڙي تي شڪار اصل ڪونه ڪن. بعضي بعضي هو اُٺ تان ”گرگ“ ڪري، هرڻ جو شڪار ڪندا آهن. شڪار ڪرڻ جي هنن کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي به اجازت ڪانه هوندي آهي. اهڙو شڪار ورلي ٿيندو آهي، جنهن ۾ ٻه - ٽي رعيتي ماڻهو بندوقن يا سوئرن جي هٿان ماريا نه آهن! سنڌ جا سڀ وڏا ماڻهو جڏهن ٻاهر نڪرندا آهن، تڏهن سندن بازن وارا پنهنجن شڪرن سميت ساڻ هوندا اٿن. ڪرم علي وٽ مون هڪڙو باز ڏٺو، جنهن جي قيمت ٻه هزار رپيا هئي. مير صاحب جن، مون کي به هڪڙو قيمتي باز تحفي طور ڏنو هو. چون ٿا ته سڀ کان سٺا باز، ترڪستان ۽ ڪابل جي اتر واري علائقي مان ايندا آهن.

سنڌ خواهه ٻين مشرقي ملڪن ۾ درباري حاڪم جي حضور ۽ حڪم ۾ رهندا آهن. سنڌ ۾ درٻارين کي جو رتبو حاصل هوندو آهي، تنهن جو سارو دارومدار ميرن جي شفقت تي هوندو آهي. انهن درٻارين بنسبت گهڻو ڪجهه لکڻ اجايو آهي. دربار ۾ هنن کي جنهن صفائيءَ ۽ شان سان رهڻو پوندو آهي. سو سڀڪجهه هو پاڻ سان گهر ڪونه کڻي ويندا آهن. هو گهڻو ڪري تمام غريب هوندا آهن. ڇاڪاڻ ته ملڪ جي سموري دولت حاڪمن جي هٿ ۾ هوندي آهي، ۽ ڪين نٽ ٺانگر ڪرڻ جي وصيت ڪانه هوندي آهي. مير جي خاص ماڻهن کي سون چڙهيل تلوارون هونديون آهن. جن مان ڪين سجاڻي سگهبو آهي. مير جڏهن ڪنهن تي راضي ٿيندا آهن، ته انهن کي اهڙيون تراريون انعام ڏيندا آهن. رواج آهي، ته دربار ۾ اهي جڙائو هٿيار به پهريا ويندا آهن. جي ميرن جا ڏنل نه هوندا آهن. مير تحفن ڏيڻ ۾ اڪثر ڪفايت شعاريءَ کان ڪم وٺندا آهن. جنهنڪري سندن تحفن جو قدر ڪيو ويندو آهي. وڏين خدمتن لاءِ، مير بعضي بعضي، پر ورلي پنهنجون هيرن سان جڙيل تلوارون انعام ڏيڻ فرمائيندا آهن.

جتي سڀ تابعدار آهن، اتي آزاديءَ جي اميد رکڻ اجائي آهي. سنڌ جا درٻاري پنهنجن عهدن تي فقط ڪامل اطاعت، بالادستن جي عاجزيءَ ۽ خوشامد ڪرڻ سان ئي رهي سگهن ٿا. هو جنهن نموني ۾ اجنبي ماڻهن ۽ هڪٻئي جي چاپلوسي ڪندا آهن، سا يورپي ماڻهن کي اڻسهائيندڙ لڳندي

آهي. مون کي بہ وڏي عهدي جا ماڻهو هڪبئي جي ذليل خوشامد ڪرڻ کان سواءِ گڏجندي نہ ڏٺا. وري اهي بيئي گڏجي مون کي آسمان تائين پڏائيندا ۽ منهنجي اجائي ۽ واهيات تعريف ڪندا هئا. هنن جو تڪلف نهايت ڏکوئيندڙ هوندو آهي. هڪ ملاقات دوران، مون سان چار- پنج دفعا ساڳين لفظن ۾ خوش خير عافيت ڪندا هئا. جنهن وقت مان ڪرسيءَ تان اٿندو هئس، تہ سڀ جماعتي اپا تي بيهندا هئا. تيستائين بيٺا هوندا هئا، جيستائين مان نہ ويهندو هوس. پوءِ وري هڪبئي کي سلام ڪري سڀ ويهندا هئا. آءٌ پائنيان ٿو، تہ هن معاملي ۾ هو ڪابل ۽ ايران جي درٻارين جو نقل ڪندا آهن.

مير مراد عليءَ جي خوءِ متعلق جيڪي مون لکيو آهي، ان مان ظاهر آهي، تہ هو اهو حاڪم نہ آهي، جو ٻين جي صلاح تي هلي. اهڙي خشڪ مزاج ۽ اڻميل حاڪم بابت اهو چوڻ مشڪل آهي، تہ هو ڪنهن تي مهربان آهي. ڪو بہ نہ چئي سگهندو، تہ هن جي ملول دل ۾ ڇا ٿو وهي واپري! ڪو ائين ڪونہ چئي سگهندو، تہ هن جو مون ۾ ڪو ڀروسو آهي! تنهن هوندي بہ ٻہ اهڙا شخص آهن، جي ڪيترن سببن ڪري سنڌ جي درٻار ۾ اهميت رکن ٿا، ۽ جن جو هت خاص ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. اهي آهن: ولي محمد خان ۽ سيد اسماعيل شاهه ميرن جا مکيہ ٻہ وزير جن جي مختصر احوال ڏيڻ جي آءٌ هت ڪوشش ڪندس. انهن ٻنهي کي سرڪار وٽان وڏيون پڳهارون ملنديون آهن، ۽ هنن لاءِ پالڪيون ۽ حمال مقرر ٿيل آهن، جا عزت ملڪ ۾ ٻئي ڪنهن بہ رعيتي ماڻهوءَ کي حاصل نہ آهي.

مير، خود نواب ولي محمد لغاريءَ کي سنڌ جو وزير ڪري سڏيندا آهن. مير جي حڪومت ۾ ٽالپر خاندان جي پاتين کان پوءِ، 'نواب' کي هڪ اهم شخص ڪري سمجهڻ گهرجي. هو پاڻ هڪ بااثر قوم جو فرد آهي، جنهن هاڻوڪن حاڪمن جي سرفرازيءَ ۾ ميدان جنگ ۾ پاڻ موکيو هو. هو هميشه سندن وفادار ۽ ڪارگر خادم ٿي رهيو آهي. هن ۾ نہ فقط سندس مالڪن جو پورو پورو ويساهه آهي، پر هن کي عام ماڻهن جي عزت ۽ محبت بہ حاصل آهي، جا ڳالهہ هڪ خودمختيار حڪومت ۾ غير معمولي آهي. هو حڪومت جي اندروني ڪاروبار ۾، ميرن جو صلاحڪار آهي. هن کي ايتري قوت آهي، جو هو پنهنجي تدبير ۽ نرميءَ سان درٻار جي ظلم ۽ زبردستيءَ جي تشدد کي ٺي سگهي ۽ هو اهڙو موقعو هٿن مان ڪڏهن ڪين وڃائيندو آهي.

هن عمر رسيده ۽ معتبر بزرگ کي پنهنجي مالڪن جي ڀلائيءَ جي اوني سيڪاريو آهي، ته انگريز سرڪار سان دوستاڻا تعلقات رکڻ ضروري آهن. ميرن مون کي هن جي صلاح تي دعوت ڏيئي، پاڻ وٽ گهرايو ۽ رهايو هو. ولي محمد خان چڱو خاصو ستر ورهين جي ڄمار جو هوندو. هن جي حياتي گهٽو وقت جتاءُ نه ڪري، جي هو گذاري ويو، ته مير هڪ وفادار خادم، ۽ سنڌ جا ، اٺهو هڪ مهربان محافظ وڃائيندا. هن جو پٽ ٽيهن ورهين جو عياش جوان آهي، جنهن ۾ پيءُ جي ڪابه وصف ڪانه آهي. نواب هڪ چڱي پايي جو شاعر آهي. ائين آهي، ته هن جو شعر مداحن سان لبريز آهي، پر ان ڪري هن جي شعر جي گهٽتائي ڪرڻ نه ڪپي، ۽ نه هن کي فارسي مصنفن تان نقل ڪرڻ ڪري ڏوهه ڏيڻ ڪپي. هن حڪمت جي عنوان تي ڪيترا بند لکيا آهن، جي قديم حڪيمن جي خيالن ۽ اصولن تي ٻڌل آهن. پر ماڻهو انهن کي سندس ايجاد ڪري سمجهندا آهن. ان ڪري هو سنڌ ۾ هڪ وڏو فاضل سمجهيو ويندو آهي. هن ڪيترن مرضن جي علاج تي هڪڙو ننڍڙو رسالو پڻ لکيو آهي، جو مير مراد عليءَ جي نالي پنيان سڏبو آ.ي ۽ مير صاحب ان تي فخر ڪندو آهي.

سيد اسماعيل شاهه سرڪار جو بيروني معاملن ۾ صلاحڪار آهي. جهڙيءَ طرح نواب ولي محمد خان اندروني معاملن جو صلاحڪار اٿن. مير، اسماعيل شاهه کي نواب ولي محمد کان پوءِ ٻئي نمبر ۾ عزت ڏيندا آهن. هو رسول ﷺ جن جي اولاد مان آهي، جنهنڪري مير هن جو احترام ڪندا آهن. ازانسواءِ هنن کي خيال وينو آهي، ته هو نهايت داناءُ ۽ آزمودگار آهي. هن جو پيءُ ايراني هو، جو اٽڪل پنجاهه سال اڳ سنڌ ۾ لڏي اچي وينو هو. هو پوئين ڪلهوڙن وٽ حڪيم جي حيثيت ۾ نوڪري ڪندو هو. تنهن کان پوءِ هو ميرن جو طرفدار ٿيو، جن کيس پنهنجي نوڪريءَ ۾ رکيو. اسماعيل شاهه کي سنه 1820ع ۾، ممبئيءَ سفير ڪري موڪليو ويو. اسماعيل شاهه جي پهچڻ تي جڏهن ٻن حڪومتن جي وچ ۾ لڙائي لڳڻ جو امڪان هو، ان وقت هن جي چڱي خاطرداري ڪئي ويئي هئي ۽ مسٽر ايلفنسٽن مٿس خاص مهربان هو. هو مون سان اڪثر اها ڳالهه ڪندو هو. پر اها عام خبر آهي، ته هو وفادار دوست نه آهي، ۽ انگريزن جي بلڪل فائدي ۾ نه آهي. اسماعيل شاهه شڪل شبيهه ۾ معتبر آهي، ۽ نشست برخاست جو ڍنگ اٿس. هو اٽڪل پنجاهه ورهين جو ٿيندو. هو البت خودپسند آهي ۽ ڏيکاريندو ائين آهي، ته عام ماڻهن جي زبان

يعني سنڌيءَ کان غير واقف آهي. هو فارسيءَ کان سواءِ ٻيءَ زبان ۾ نہ ڳالهائيندو آهي، ۽ نہ ٻڌندو آهي. هن کي ڪڏهن ڪڏهن ڪابل جي درٻار ۾ موڪليو ويندو آهي. هن مون کي ٻڌايو، تہ جڏهن مسٽر ايلفنسٽن ڪابل سفارت وٺي ويو هو، تڏهين هو بہ اتي وڪيل جي حيثيت ۾ موجود هو. هو منصوبي بازي ۽ بهاني سازيءَ جي آئين ۾ پڙ آهي، جنهن جي ايشيا جي وزارتن ۾ سخت ضرورت هوندي آهي. هن کي ڪيترا پٽ آهن، جن کي حڪومت ۾ وڏا وڏا عهدا مليل آهن. انهن مان هڪڙو، تازو سفير ٿي، ممبئيءَ ويو هو، ۽ ٻيو شڪارپور ۾ ميرن جو عيوضي آهي. هو پاڻ پارنهن سؤ رپيا ماهوار پگهار، حڪيم جي حيثيت ۾ ڪڍندو آهي، حيدرآباد ۾ اهو وڏي ۾ وڏي پگهار وارو عهدو آهي، پر مير هن جي نسخن تي گهٽو ڌيان ڪونہ ڏيندا آهن.

اها فطرتي ڳالهہ آهي، تہ سنڌ جي درٻار جي ٻن وڏن عملدارن جي وچ ۾ ڪا رقابت نہ هجي. هو نہ فقط مالڪن وٽ پاڻ کي سرخرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، پر اهڙيون اڻنگيون ڳالهيون ڪندا آهن، جن تي يورپي مدبرن کي کل ايندي آهي. هو ٻئي پاڻ کي حڪمت جا ماهر ۽ حاذق حڪيم ڪري سمجهندا آهن. ٻئي مصنف آهن ۽ پنهنجن تصنيفن تي فخر اٿن. هنن جي علمي لياقتن تي فتوا ڏيڻ جي ضرورت نہ آهي، ۽ مون هميشہ پنهنجيءَ راءِ ڏيڻ کان پاسو پئي ڪيو آهي، پر ميرن، ٻنهي جي علمي لياقتن جو صحيح اندازو لڳايو آهي. اسماعيل شاهہ کي وظيفو ڏنو اٿن، ۽ نواب کي شهرت. هنن جي اخلاقي وصفن جي ڀيٽ ڪري نٿي سگهجي. ميرن جو ولي محمد ۾ ڪلي اعتماد آهن، پر هو سندس رقيب جي ايمانداريءَ ۾ شڪ رکندا آهن، ۽ ان ۾ هو حق بجانب آهن. نواب هڪ سنئون سڌو ۽ سخي مڙس آهي، ۽ اسماعيل شاهہ مغرور ۽ تنگ دل سيد. فقط پنهنجي نسب ۽ ماڻهن جي طرفداريءَ ڪري چڙهيو آهي، ۽ خان، عمر ڀر جي وفاداريءَ ۽ مخلصيءَ ڪري. اها خوشيءَ جي ڳالهہ آهي، تہ سنڌ ۾ انهن وصفن جو قدر ڪيو ويو آهي.

انهن عملدارن کان پوءِ، ٻيو درجو آهي ڪن درٻارين جو، جي رات ڏينهن ميرن جي خدمت ۾ حاضر هوندا آهن، يا بلوچ قومن جا سردار آهن، جنهنڪري اهي خاص اثر رکن ٿا. انهيءَ طبقي مان پهريون شخص، جو قابل ذڪر آهي، سو آهي مرزا خسرو. هو اصل هڪ جرجي غلام آهي، هن کي ارڙنهن سال اڳ مير ڪرم عليءَ

خريد ڪيو هو. هاڻي ڪيس گوڊ جو پٽ ڪري ليکيندو آهي. هاڻي هو مراد عليءَ جو لاڏلو نہ آهي ۽ سياسي حيثيت ڪانہ اٿس. جيتوڻيڪ سنہ 1823ع ۾ هو ممبئيءَ جو سفير هو. هو گوشہ نشيني پسندُ ڪندو آهي. هن ڪيترا شعر لکيا آهن، جن لاءِ هو سنڌ ۾ مشهور آهي. مگر شعر هن ڪرم عليءَ ڏانهن منسوب ڪيا آهن، جنهن کي شاعر سڏائڻ جو شوق آهي. مون هڪڙي ڏينهن، مير صاحب کان سندس ڪو شعر تلوار تي لکڻ لاءِ گهريو، تہ هن هڪدم مرزا خسروءَ کي گهرايو، ۽ هن سان سس پس ڪري، هڪ شعر ڏنائين، جو چيائين، تہ سندس لکيل هو[1].

مرزا باقر بہ هڪڙو جرجي جوان آهي، جنهن تي ڪرم عليءَ جي نظر عنايت آهي. محمد خان ڪوڪر ۽ خير محمد نوڙهو بہ سردار آهن، جن تي مير صاحب جو راز آهي. مير صاحب هڪڙي موقعي تي مون کي چيو، تہ بهادر خان سندس پوئلڳن ۾ سڀ کان وڏيڪ بهادر ۽ ممتاز شخص آهي. هو بيئي با اثر بلوچ قومن جا سردار آهن، ۽ هميشہ درٻار ۾ رهن ٿا، جتي کين وڏين ذميدارين ۽ وڏين پگهارن وارا عهدا آهن. خير محمد، مراد عليءَ جي خانگي ڪاروبار جو عام مختيار آهي.

نواب ولي محمد جو ڀاءُ، غلام الله لغاري[2] ، عمرڪوٽ جي مشهور قلعي جو محافظ آهي، جتي چيو وڃي ٿو، تہ سنڌ جي حاڪمن جو ڪيترن ڪروڙن جو خزانو رکيل آهہ . فتح عليءَ حڪومت هٿ ڪرڻ کان پوءِ، هڪدم ڪلهوڙن جي شاهي خزاني تي قبضو ڪيو هو. ان کان پوءِ ان خزاني ۾ گهڻو اضافو ٿيو آهي، ۽ هاڻي ميرن وٽ ججهي دولت هوندي! مير، پئسو جمع ڪرڻ کي هن دنيا جو توشو ڪري سمجهندا آهن، پر امڪان آهي، تہ انهيءَ ترتيب جو حشر بہ اهو ٿيندو، جو تاريخ جي بين اهڙين تجويزن جو هميشہ پئي ٿيو. اهو خزانو ڪنهن قسمت واري ڌاڙيل جي ور چڙهندو، جو اهو سندن ۽ سندن خاندان جي خلاف استعمال ڪندو. سخندان هيوم (Hume) چوي ٿو تہ: "اهو خزاني گڏ ڪرڻ جو لازمي نتيجو آهي."

---

[1] اها مصرع هن ريت آهي: آءُ افلاطون جي عقل کان بہ تيز آهيان، آءُ حسين جي معشوق جي ابروءُ کان بہ وڌيڪ خونخوار آهيان.

[2] منهنجو ڀاءُ عمر ڪوٽ جي باري ۾ هيئن ٿو لکي: "مون ٻڌو آهي، تہ هيءُ ريگستان جو شهرهء آفاق نخلستان، جتي شهنشاهہ همايون پناهہ ورتي هئي، جتي اڪبر ڄائو هو. جو سنڌ ۾ جوڌپور جي جهڳڙي جو باعث آهي ۽ جتي سنڌ جي ميرن جا خزانا ۽ جواهرات پوريل آهن. سو هڪ ننڍڙو سرن جو قلعو آهي. ان جو ڏاکڻيون پاسو تازو ٻوڏن سبب ڪري پيو هو. ان جون پٽيون لکپت جي قلعي کان بہ ننڍيون آهن. قلعي کي پناهہ لاءِ هڪ کاهي آهي، جيتوڻيڪ اهو قلعو هڪ درياءُ جي پڙ ويجهو آهي". (ليفٽيننٽ برنس جي "سنڌونديءَ تي مضمون"، تان ورتل.)

منشي خوشيرام هڪڙو هندو آهي، جنهن کي مير منشيءَ جي حيثيت ۾ هڪ سؤ رپيا مهينو ملندو آهي. هن کي ڪو اثر ڪونہ آهي. سرڪاري خط سڀ هو لکندو آهي، ۽ چون ٿا، تہ خطن جي ترش زبانيءَ لاءِ هو ئي جوابدار آهي. هن جي غير حاضريءَ ۾، مون ڏي جيڪي ميرن جي طرفان خط آيا هئا، سي سڀ هن جي لکيل خطن کان وڌيڪ خوش اخلاقيءَ جا هئا. مير، پين ماڻهن ڏي جيڪي خط لکندا آهن، تن ۾ خوش اخلاقي گهٽ هوندي آهي، پر هو انهيءَ ڳالهہ جو گهڻو خيال رکندا آهن، تہ ڪين جيڪي خط لکيا وڃن، سي بافضيلت ۽ بامروت هجن. هنن جي اها عادت هيٺئين قصي مان واضح ٿيندي: آءُ جڏهن درٻار ۾ هوس، تڏهن سرجان مالڪوم ۽ مسٽر ايلفنسٽن وٽان ڪين ڪي خط پهتا هئا، جن ۾ ڪين ممبئيءَ جي حڪومت تبديلين متعلق اطلاع ڏنل هو. خط ۾ هر هڪ القاب ۽ عبارت جو هڪ - هڪ لفظ توري تڪي لکيو ويو. منهنجي روبرو مراد عليءَ، پاءُ کي چيو، تہ سرجان جي خط ۾ هڪڙو اصطلاح اهڙو مؤدبانہ نہ هو، جهڙو ٻئي خط ۾ هو.

سنڌ جي ماڻهن متعلق ڪجهہ بہ لکڻ منهنجي مقصد کان ٻاهر آهي، نہ ڪي مون کي انهن جي اخلاق ۽ پين وصفن لکڻ جو ڪو ارادو آهي. انهن ڳالهين تي پين مصنفن اڳيئي تفصيلوار مضمون لکيا آهن.[1] آباديءَ جو پورو

---

[1] "سنڌ جا رهاڪو هڪ سير ۽ تندرست ماڻهن جي قوم آهن. هنن ۾ ايتري جنبش آهي، جيترو هو ڪم ڪري سگهن ٿا. هو گهڻو ڪري قداور ۽ سياهہ رنگ جا آهن. جيڪي ماڻهو آرام ۽ آسائش ۾ وقت گذاريندا آهن، سي غير معمولي طور ٿلها ٿين ٿا. هو گير گهڻو پيئندا آهن، جنهنڪري بہ ٿولهہ ڏانهن مائل ٿين ٿا. شهزادا، اڪثر بدن جا ويڪرا ۽ ٿلها آهن. ڪيترا بلوچ سردار ۽ سرڪاري ڪامورا اهڙا ٿلها آهن، جو يورپي ڪرسين ۾ ڪونہ ماپي سگهندا آهن. ٿولهہ وڏماڻهپائيءَ جي نشاني آهي، تنهنڪري ٿلها ماڻهو سهڻا سمجهيا ويندا آهن. ڪيترا ماڻهو ڪوشش ڪري ٿلها ٿيندا آهن. ٿولهہ جي نسخن جو هتي گهڻو قدر آهي. سنڌي مغرور، بي صبر، شرير ۽ ذليل آهن. هو مڪران ۽ هندستان جي وچ ۾ رهن ٿا، ان ڪري منجهن مڪرانين جي وحشت ۽ هندستانين جي تربيت جا عيب آهن، سواءِ انهن جي خوبين جي. پر هنن جو ذهن چڱو آهي. جيڪڏهن هنن جي حوصلہ افزائي ڪئي وڃي، تہ هو چڱو ڪم ڪري سگهن ٿا. هنن جو اخلاق اهڙو نہ آهي، جنهن جي تعريف ڪجي. هو پروسي جهڙا نہ آهن. تعصب، وهم ۽ ظلم، هنن جو اخلاق ڏينهون ڏينهن وڌيڪ خراب ڪري رهيو آهي. ماڻهن ۾ تبليغ کان سواءِ ٻيو ڪو اشتياق ڪونہ آهي. عيد ملهائڻ کان سواءِ ٻيو ڪو جذبو، ۽ پراڻن مقبرن کي سينگارڻ کان سواءِ ٻيو ڪو شعور ڪونہ اٿن. هنن جي مشغولي شڪار ۽ تلوار بازي هوندي آهي، جنهن ذريعو هو تلوار جي پاٽيءَ ۽ پنهنجن ٻازن جي قوت جي آزمائش وٺندا آهن. هو بندوق سان نشان وٺڻ ۾ پڙ آهن، ۽ تير ڪمان هلائڻ ۾ تمام هوشيار آهن. هو شڪار لاءِ تير ڪمان ڪم آڻيندا آهن. هو تير سنئو نہ پر ڏنگو جوڙيندا آهن، جنهنڪري نشان کي ٻان جي ڇهنب نہ پر پاسو لڳندو آهي. هو انهن تيرن سان ساڄي ڪاٻي اڏامندڙ تتر اهڙيءَ طرح ماريندا آهن، جهڙيءَ طرح يورپي شڪاري ٻنالي بندوق سان. سيني شهزادن شڪار جي گهڻي مشق ڪئي آهي، جنهنڪري هو بندوقن ۽ ڪمانن جي استعمال ۾ ماهر آهن. سواريءَ ۽ شمشير زنيءَ ۾ سنڌي هوشيار نہ آهن، ۽ نہ وري هنن وٽ ڪا خاص ڪسرت آهي". (ڪرو جي مضمون تان ورتل.)

اندازو ڪري نٿو سگهجي. ڪئپٽن هئملٽن لکي ٿو تہ: "اڳئين صديءَ جي منڍ ۾، سنڌ ۾ ڏهن هندن پٺيان هڪ مسلمان هوندو". ڏسجي ٿو تہ ظهر جي تيز چريءَ ملڪ ۾ ڏاڍا ويل ڪيا آهن. هن وقت آءٌ سمجهان ٿو، تہ مخالف طبقا هڪجيترا آهن، اجا بہ مسلمان وڌيڪ هوندا. سنڌ جو سرڪاري مذهب قرآن مجيد تان ورتل آهي. اهڙيءَ طرح عدل ۽ انصاف جو طريقو بہ شرعي آهي. جيڪڏهن ڌريون مسلمان هونديون آهن، تہ قاضي عدل ڪان ڪم وٺندا آهن. پر قاضيءَ کي حڪومت جي خلاف شڪايتن ٻڌڻ جي جرات نہ ٿيندي آهي. هن جي نوڪري ميرن جي رحم ۽ ڪرم تي هوندي آهي. تنهنڪري هو حاڪمن تي چوڪسي نہ رکي سگهندو آهي، جيتوڻيڪ قانون کيس اهڙي اختياري ڏئي ٿو.

مون هن ڪتاب ۾ ٻئي هنڌ ڏيکاريو آهي، تہ هندن کي ڪهڙي نموني جو انصاف ملندو آهي. هو گهڻو ڪري پنهنجا فيصلا حڪومت جي اختياريءَ وارن بدران پنئچاتن يا امينن کان ڪرائيندا آهن. بلوچ اڪثر پنهنجا فيصلا پاڻ ڪندا آهن. هو قصاص جو سولي اصول ۾ ويساھ رکندا آهن، مير بہ گهڻو ڪري هنن سان دست اندازي نہ ڪندا آهن. پر جڏهن شخصي اختلافن جو سڀين قومن تي اثر پوندو آهي، تڏهن هو جبراً فيصلو ڪندا آهن، يا ڌرين جو ناھہ ڪرائيندا آهن. آءٌ جڏهن حيدرآباد ۾ هوس، تڏهن اهڙي قسم جو هڪ شديد جهڳڙو هڪ خسيس ڳالھہ تان ٿيو هو. مير صاحبن کي ان جهڳڙي ۾ دخل ڪرڻو پيو. هنن مخالف ڌرين کي منهنجي روبرو درٻار ۾ گهرايو، ۽ مٺن گهمائي، ڪانئن وعدو ورتو ۽ هو وري هڪٻئي سان نہ وڙهندا.

سنڌ جي فوج منهنجن اميدن جي بلڪل خلاف ثابت ٿي. آءٌ ڪجهہ وقت ڪڇ ۾ رهيو هوس، جتي حملن ۽ لڙاين جا هر وقت افواھ ٻڌبا هئا. مون کي ۽ ڪڇ جي ماڻهن کي خيال ۾ ويٺل هو، تہ حيدرآباد ۾ ڪا زبردست فوج رکيل آهي. پر حقيقت ۾ بلڪل ان جي خلاف آهي. قلعي جي حفاظت لاءِ فقط بلوچن جو هڪ ننڍڙو دستو رکيل آهي. ان کان سواءِ ميرن وٽ هٿياربند سپاهي تمام ٿورا رکيل آهن، ۽ اهي بہ حقارت جهڙا! پر ڪيترن قومن جا سردار مستقل طور درٻار ۾ رهندا آهن. هو ڪنهن مخفي نموني ۾، ٿورن ڏينهن اندر پنهنجي قومن جا ماڻهو گڏ ڪري سگهندا آهن. جي هونءَ پوکي راهيءَ جا ۽ ٻيا رواجي ڌنڌا ڪندا آهن. چون ٿا، تہ انهيءَ طريقي سان سرڪار اٽڪل چاليھہ هزار

ماڻهو گڏ ڪري سگهي ٿي. ڪئپٽن سيٽن پنهنجي روبڪاريءَ ۾ لکي ٿو تہ: "هنن ڪي هڪ پئسو روز ملندو آهي، جڏهن هو فوجي خدمت بجاء آڻيندا آهن". آءٌ سمجهان ٿو، تہ اها هن جي پُل آهي يا اهو قديم زماني جو ڪو قاعدو آهي. مون ٻڌو آهي، تہ گهوڙيسوارن کي ٽيهن رپين جي معقول رقم مهيني ۾ ملندي آهي. ممڪن آهي، تہ ڪنهن وقت سڀي مسلم آبادي يڪمشت اٿي کڙي ٿئي. پر دنيا جي هن ڀاڱي ۾ حب الوطنيءَ جو نالو نشان بہ نہ آهي. ٿي سگهي ٿو، تہ ڪو رياڪار مجذوب ۽ مذهبي جنون جو فائدو وٺي، ملڪ کي ڀڙڪائي.

ميرن جي فولادي ڏنبي، رعيت جو ۽ فوجي طبقي جي همت ۽ روح کي ماري ڇڏيو آهي، ۽ ملڪ ۾ جيڪو امن امان آهي، تنهن سندن طاقت کي سست ڪري ڇڏيو آهي. پر هو اڃا رهزن آهن، ۽ ڪنهن بہ ڳالهہ لاءِ اُٿي کڙا ٿيندا، جي ان مان کين ڪو فائدو ٿيندو يا ڦرلٽ ڪرڻ جو موقعو ملندن. بڪايل ڳجهن وانگر هنن کي پريان ئي ڍونڊ جي بانس ايندي آهي. جڏهن فساد جي باهہ ڀڙڪي اٿندي، تڏهن هو جنگ جا نعرا هڻندا ۽ اک ڇنڀ ۾ اچي گڏ ٿيندا. صوبدار جي سازش بہ - ٽي ڏينهن مڪمل ٿيڻ ۾ ورتا هئا. جڏهن ويهہ - ٽيهہ هزار سپاهي مخالف جهنڊن هيٺ ڀرتي ٿي ويا ۽ ٻيا ڪيترا ايندا ٿي ويا، تڏهين مس ڏرين جو ناهہ ٿيو. جنگ جي ميدان ۾ سنڌي سپاهيءَ ۾ انتظام ڪونہ هوندو آهي. هن جي پگهار ٿيچ آهي، ۽ ان جي ملڻ جي بہ پڪ ڪانہ هوندي اٿس: تنهنڪري هو سمجهندو آهي، تہ رستي تي ڳوٺن ۾ ڦرمار ڪري، پنهنجون ضرورتون پوريون ڪرڻ جو مون کي پورو پورو حق آهي. اها ڳالهہ تسليم ٿيل آهي، تہ هو بهادر ۽ جانٺو آهي، پر هن جي ڌارين ملڪن ۾ ايتري شهرت نہ آهي، جيتري سنڌ ۾ اٿس. هن جي خود نمائي ۽ شيخي مشهور آهي. سپهہ سالار ڪانہ وٺي، فوج جي هڪ ادنيٰ سپاهيءَ تائين، هو سمورو وقت پنهنجن يا وڏن جي گذريل يا خيالي ڪارنامن جون ڳالهيون ڪندا آهن. تعجب جي ڳالهہ آهي، جو هو نهايت تحمل ۽ صبر سان هڪبئي جون اهي واهيات ڳالهيون ۽ ٻٽاڪون ٻڌندا آهن! ميرن جو لشڪر ڇُون ڇُون جو مربو آهي. ان ۾ هر ملڪ جا ڪرايي تي حاصل ڪيل ماڻهو هوندا آهن، ۽ کين هر قسم جون پوشاڪون پيل هونديون آهن. ان ۾ اڪثر بلوچستان جي پهاڙن جا سرويچ جوان هوندا آهن: انهن مان هڪڙي رندن جي قوم آهي، ٽالپر بہ پاڻ کي رند سڏائيندا آهن.

هر سال ڪيترا گهوڙا ڪابل ۽ قنڌار ڪڇ ۽ ممبئيءَ ڏانهن ايندا آهن. جتي اهي انگريز سرڪار لاءِ گماشتا خريد ڪندا آهن. انهن جو رستو سنڌ مان آهي، تنهنڪري اهي هتي سستا ملندا آهن. شايد ائين سمجهيو وڃي، ته بلوچ سپاهين ڪي، جي گهٽو ڪري گهوڙيسوار هوندا آهن، سٺا گهوڙا هوندا، پر ميرن جي اصطبلن کان سواءِ ٻئي هنڌ پلا گهوڙا نظر ڪونه ٿا اچن. مير هر سال عاليشان گهوڙا خريد ڪندا آهن. جڏهن اهي سنڌ مان لنگهندا آهن، ميرن وٽ سٺن گهوڙن کان سواءِ ڪيترا اعليٰ نسل جا ڪتا بہ هوندا آهن، جي هو اتر وارن ملڪن مان گهرائيندا آهن. مون سنڌ ۾ ڪيترا وڏا مضبوط خچر پڻ ڏٺا، مون سمجهيو، تہ اسان جي سرڪار ڪي ايراني نار جي ڏورانهن بندرن کان توپخاني لاءِ خچرن گهرائڻ بدران، سنڌ مان خچر خريد ڪرڻ وڌيڪ سولو لڳندو، تنهنڪري مون انهن متعلق پڇا ڳاڇا ڪئي. پر معلوم ٿيو، تہ اهي سستا ڪونہ پوندا ۽ نہ ڪي سنڌ مان خريد ڪرڻ ۾ وڌيڪ آساني ٿيندي.

مان يانئيان ٿو، تہ ميرن کي اها پليءَ پت خبر آهي، تہ جيڪڏهن اسان جي حڪومت مٿن حملو ڪري، تہ هو ڪنهن بہ قسم جو مقابلو ڪري نہ سگهندا. اسان جي سوپاري نالي جو ملڪ ۾ ڏاڪو آهي، ۽ مشرقي ماڻهن جي دلين ۾ اهو وهم گهر ڪري ويو آهي، تہ خدا جي مرضي آهي، تہ انگريز ڪنهن مدي تائين، جنهن ڪم ۾ هٿ وجهندا، ان ۾ ڪامياب ٿيندا. انهن ڳالهين ڏيهي ماڻهن جي وهمي ۽ پرمي دلين ۾ هڪ قسم جو سنسو جاڳايو آهي. هو پنهنجو هراس لڪائڻ لاءِ عجيب اُپاءَ جهڙوڪ: لافزني، ڏارين حڪومتن کي غرور سان خطاب ٿيل خط لکڻ، ۽ اجنبي ماڻهن تي پنهنجي شان شوڪت جو اجايو رعب وجهڻ وغيره، اختيار ڪندا آهن، جي اٿلو کين ظاهر ڪري وجهندا آهن. دنيا ۾ گهڻا ماڻهو پنهنجي جهالت، تڪلف ۽ حجاب کي پردي ۾ لڪائيندا آهن، اهڙيءَ طرح ميرن کي بہ خبر آهي، تہ جيڪڏهين سندن حالتن جي باريڪ جاچ ڪئي ويئي، تہ راز فاش ٿي پوندو. اهوئي سبب آهي، جو هو ڪوشش ڪندا آهن، تہ اسان کي سندن ملڪ يا سندن ذات جي صحيح معلومات نہ ملي.

جنهن بہ ماڻهوءَ سنڌ اکين سان ڏٺي آهي، ۽ صحيح حالتن جو معائنو ڪيو آهي، تنهن کي انهن ڪوڙن بهانن تي ڏوڪو ڪونہ ايندو. سنڌ ۾ جيڪي ٿورا ڪوٽن وارا شهر آهن. سي بلڪل ردي آهن ۽ قلعن سڏائڻ جي لائق نہ

آهن. عمر ڪوٽ، جتي سرڪاري خزانو پوريل آهي، سا هڪ تمام محفوظ جڳهه سمجهي ويندي آهي. چون ٿا، ته اهو ريگستان جي وچ ۾ آهي. جتي پاڻيءَ جو قطرو ملڻ به مشڪل آهي. اسان کي هاڻي معلوم ٿيو آهي، ته اهو قلعو سنڌونديءَ جي هڪ شاخ جي ويجهو آهي، ۽ مضبوط نه آهي. حيدرآباد جو شهر ڪچين پونگين جو ردي ڍير آهي، جنهن کي نه پناهه آهي، ۽ نه نزاڪت ۽ نه آسائش واريون جايون آهن. ميرن جو قلعو جنهن تي هو فخر ڪندا آهن، ۽ جو ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي نهيل آهي، سو به پڪين سرن جي هڪ حقير عمارت آهي. ان جون سرون آهستي آهستي ڳرنديون ٿيون وڃن. اهو قلعو هڪ منتظم فوج جي عملي اڳيان هڪ ڪلاڪ به ڏک جهلي نه سگهندو [1]! تڪليف جي وقت امير طبقو گهڻو ڪري ايشيائي ملڪن جي رواج مطابق مالڪن کي ڇڏي ويندو. لاشڪ مير پنهنجي حڪومت ۽ خزاني جي بچاءَ لاءِ بهادريءَ سان وڙهي سر ڏيندا. جي اسان جي مرضي هجي، ته اسان سواءِ پاڙيوارن ملڪن جي مدد جي، سنڌ کي آسانيءَ سان ۽ ملڪ جي ماڻهن جي رضامنديءَ سان فتح ڪري سگهون ٿا.

جيڪڏهين اسان سنڌ فتح ڪريون ۽ امڪان آهي، ته اسان ڪن لاچاري سببن ڪري مجبور ٿي سنڌ فتح ڪريون، جهڙيءَ طرح اسان پنهنجي وسيع سلطنت فتح ڪري ناهي آهي، ته انهيءَ حالت ۾ سنڌ هڪ اهو پرڳڻو آهي، جنهن مان اسان کي وڏو فائدو رسندو، بشرطيڪ اسان ان جي حڪومت اعتدال ۽ دانائيءَ سان هلايون. سنڌ جي ماڻهن ۽ اسان جي حڪومت کي جي فائدا حاصل ٿيندا، ان لاءِ هو پاڻ اسان کي ۽ هڪبئي کي کيرون ڏيندا. ماڻهو ان ڪري خوش ٿيندا، جو انهن کي مفت اسپتالون، اسڪول وغيره ۽ هڪ خيرانديش حڪومت ملندي. ۽ سرڪار لاءِ پڻ هيءَ هڪ فخر جي ڳالهه ٿيندي،

---

[1] "حيدرآباد جي ڪوٽ کي هڪ وڏي پٽ آهي ۽ منجهس هڪ وڏو قلعو آهي، جنهن تي ڪجهه ڳريون توبون رکيل آهن. پٽ سنهي آهي، پر اندران مٽيءَ جو اونهو پراءُ اٿس. ڪجهه مٽي اصلوڪي آهي ۽ ڪجهه هٿراڌو پيل آهي. ان ڪري ديوار ۾ رخنو وجهڻ مشڪل آهي. قلعو سمورو سرن جو نهيل ۽ ٿلهو آهي. ان جي شڪل گول آهي: ۽ سؤ والن کان وڌيڪ ويڪر نه اٿس. ڪوٽ کي هڪڙي پاسي کان سڪل ڪاهي ۽ ٻئي پاسي کان هيٺانئين زمين آهي. ديوار جي ماپ اٽڪل منو ميل ٿيندي، ان ۾ توبن رکڻ لاءِ ڳِـتا ٿورا آهن ۽ مورچا وغيره ڪونه اٿس. قلعي جي شڪل مستطيل نموني جي آهي، ۽ اهو هڪ ڊگهي سوڙهي ٽڪريءَ جي هڪ ڪنڊ تي نهيل آهي جا سيني پاسن کان اُڀي آهي. ٽڪريءَ جي آسپاس واري ايراضي سنڌونديءَ جو هڪ پيٽ آهي، ان جي ويڪر ُڇهه يا اٺ ميل ۽ ڊيگهه ويهه يا ٽيهه ميل ٿيندي. اها ايراضي آباد ۽ زرخيز آهي ۽ آبڪلاڻيءَ ۾ پاڻي جي اٿل هيٺ ايندي آهي". ڪرو—

تہ هڪ زرخيز ۽ آباد پرڳڻو سنڌن حڪومت هيٺ ايندو. آبادگار ۽ واپاري، جي هن وقت جهالت ۽ موتمار ڍلن سبب پيل آهن، سي آهستي آهستي ساهہ پٽيندا ۽ نئين ۽ بهتر انتظام هيٺ زور وٺندا. صوبي جون مڪاني سهوليتون، مال جي سلامتي، ۽ عدل ۽ انصاف ٻاهرين ملڪن جي ماڻهن کي ڪشش ڪري آڻيندا. اهي ماڻهو ملڪ جي آدمشماري وڌائيندا، ۽ هو مذهبي تعصب ۽ فوجي ظلم جي زنجيرن کان آزاد هوندا. تنهنڪري سعيي ۽ ڪوشش کي وسيع ميدان ملندو ۽ هنن جي همت افزائي ڪئي ويندي، جا اڳتي هلي فائدو ڏيندي. سنڌونديءَ وري وچ ايشيا ۽ هندستان جي وچ ۾ آمدنيءَ ۽ دولت جي شاهراهہ ٿيندي. سنڌ، جنهن سان اسان جا قديم زماني کان تعلقات آهن، ۽ جنهن سان اسان جي، سنڌس هاڻوڪين مصيبتن ۾ همدردي آهي، تنهن کي قومن جي قطار ۾ پنهنجي اصلي ۽ جائز جاءِ ملندي ۽ قدرت جيڪي کيس نعمتون عطا ڪيون آهن، تنهن کان بهره ور ٿيندي.

جنوريءَ جي شروع ڌاري، مراد عليءَ جي صحت بلڪل نيڪ ٿي ويئي هئي، پر مير مون کي حيدرآباد ڇڏڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ تيار نہ هئا. مون کي ڪڙڪ پئي، تہ کين مون کي هميشہ لاءِ پاڻ وٽ رهائڻ جو ارادو آهي. انهيءَ جو مون کي اڳيئي شڪ هو. مراد عليءَ مون کان هڪ ـ بہ دفعو پڇيو هو تہ: "توکي اسان وٽ رهڻ ۾ ڪو اعتراض تہ نہ آهي؟" مون کيس ان سوال جو سڌو جواب ڪونہ ڏنو هو، پر چيومانس تہ: "مان سرڪار جو ملازم آهيان، ان جي اجازت کان سواءِ ڪجهہ بہ نٿو ڪري سگهان". هو وري وري اها ڳالهہ دهرائيندو هو ۽ مون کان پڇندو هو تہ: "توکي اسان ڇڏيون بہ تہ توکي وري سرجان مالڪوم اچڻ ڏيندو؟" ولي محمد خان هاڻي مون کي اطلاع ڏنو، تہ مان ميرن کي صلاح ڏني آهي، تہ هو تنهنجي بانهن لاءِ هڪدم سرڪاري طور لکپڙهہ ڪن. مون کي خانگي طرح خبر پئي، تہ کي اهڙيون حالتون ٿيون هيون، جنهنڪري هو جيترو ٿي سگهندن، اوترو وقت مون کي وڃڻ نہ ڏيندا. جيتوڻيڪ اهو طريقو مون کي رهائڻ جو کين پسند نہ هو.

ڊسمبر جي پڇاڙيءَ ۾، ڪابل جي جلاوطن بادشاهہ، شاهہ شجاع الملڪ، جو لڌياني ۾ اسان جو سرڪار جو وظيفيدار هو، تنهن وٽان بہ وڪيل سوغاتون کڻي آيا. هن جي تقاضا هئي، تہ شڪارپور جو ضلعو بادشاهہ سلامت جي

حوالي ڪيو وڃي. بادشاهه پنهنجي وڃايل حڪومت هٿ ڪرڻ لاءِ فيصلو ڪيو هو، تہ شڪارپور وڃي لشڪر ڪٺو ڪجي، ان سان گڏ بادشاهه سلامت، اسماعيل شاهه جي معرفت، خانگي طرح دڙڪو بہ ڏياري موڪليو، تہ جي مير منهنجي گهُر هڪدم قبول نہ ڪندا، تہ مان سنڌ جو قبضو پنهنجن وفادار دوستن، انگريزن جي حوالي ڪندس، جن انهيءَ اهم ڪم لاءِ منهنجي مالي خواهه جاني امداد ڪرڻ جي اڳي ئي تياري ڪرڻ شروع ڪري ڏني آهي.

مون منڊ ڪان ئي سمجهيو، تہ هيءَ سابق بادشاهه جي اجائي شيخي آهي. ميرن کي ايتري همت ضرور ٿي، جو هنن انهيءَ گهُر کي ٺڪرائي ڇڏيو. پر انهيءَ تقاضا سان جا خوفناڪ خبر شامل هئي، تنهن سندن دل ۾ کٽڪو پيدا ڪيو ۽ خراج جي بقايائن ۽ ڪابل جي بدبخت گهراڻي وارن سان جي هنن عقوبتون ڪيون هيون، تن جي يادگيري ڏياري.

هڪ ٻي ڳالهہ پاڻ وڏيڪ هنن جي دلين ۾ هراس [1] پيدا ڪيو. ڳالهہ خود تمام خسيس هئي، پر ميرن جي شڪي نظرن ۾ اها هڪ منصوبي جي پختي ثابتي هئي. جنهن وقت لڌياڻي ڪان وڪيل آيا، تہ ساڳئي وقت سندن وڪيل بهاولپور مان ڪين خبر ڏني، تہ هڪ انگريزي عملدار هت پهتو آهي، ۽ خان هن جي چڱي خاطرداري ڪئي آهي. ميرن هڪدم سمجهيو، تہ هن کي شاهه شجاع جي مدد لاءِ موڪليو ويو آهي. مون کي جاچ مان معلوم ٿيو، تہ هو هڪ سياح هو، جنهن جو سرڪار سان ڪوبہ واسطو ڪونہ هو. هو شايد بنگال کان يورپ وڃي رهيو هو، ۽ ميرن کي اجايو سنسو ٿيو هو.

---

[1] چون ٿا، تہ نادر بادشاهه جڏهن سنہ 1747ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو، تڏهن ٺٽي ۾ تمام گهڻي دولت ۽ واپار هوندو هو. پر ٽيورنيئر جي سفرنامي جي هيٺين حوالي مان، جو ان کان اٽڪل هڪ صدي اڳ جو لکيل آهي، معلوم ٿئي ٿو، تہ ٺٽي جو هن جي ڏينهن ۾ ئي زوال شروع ٿيو هو. اٿليءَ واري ڇاپي مان حوالو ڏنو آهي، جو سنہ 1690ع ۾ بولان جي شهر ۾ ڇپيو هو. مون ان جو هڪ ئي نقل ڏٺو آهي، ۽ تعجب جي ڳالهہ آهي، تہ مون کي سنڌ جي ميرن وٽان هٿ آيو هو. اهو ميرن جي ماڻهن، هڪ بدبخت روميءَ کان ورتو هو، جو سنہ 1828ع جي شروع ۾ حيدرآباد مان لنگهيو هو. "درياءَ جي لَٽجڻ جي ڳالهہ بہ عجب آهي. ان ۾ شڪ نہ آهي، تہ درياءَ گهٽائي پيرا رخ بدلايو آهي. مون کي شڪ آهي، تہ ڪو درياءُ اڳي جهازرانيءَ لاءِ، هاڻي کان وڌيڪ ڪارائتو يا بيڪار هوندو. افسوس آهي، تہ ان ڳالهہ جي صحيح خبر ڪنهن نہ ڏني آهي، تہ انهن ڏينهن ۾ ٺٽو سنڌونديءَ کان ڪيتري مفاصلي تي هو. هاڻي اهو يقيناً پنجن ميلن کان وڌيڪ پري آهي. ٺٽي جو واپار، جو اڳي وسيع هوندو هو، سو هاڻي گهٽو گهٽجي ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ درياءُ جو ڇوڙ وڃي ٿو خراب ٿيندو ۽ واري ايتري ٿي ويئي آهي، جو ٻيڙين لاءِ رستو ئي ڪونهي" (— ٽيورنيئر، ڀاڱو 2.)

جڏهن ڪابل جي بادشاهيءَ جو اوج هوندو هو، تڏهن سنڌ جي حاڪمن کي پنهنجن والين لاءِ عزت ۽ مجتا ڪانه هوندي هئي. هو پنهنجو ساليانو خراج خزاني ۾ تڏهن جمع ڪرائيندا هئا، جڏهن ڪا زبردست فوج اچي ڪانئن وصول ڪندي هئي. ميرن جهڙن ماڻهن مان اها اميد نٿي رکي سگهجي تہ هو هڪ ڪِريل خاندان جي عزت ڪندا. دراني گهراڻي جي تباهہ ٿيڻ ڪان پوءِ، شاهي خاندان جي جن شهزادن سندس تختگاهہ ۾ پناهہ ورتي آهي، تن سان هنن نهايت حقارت آميز برتاءُ ڪيو آهي. جڏهن مان اتي هوس، تڏهن تيمور شاهہ بادشاهہ جو هڪ پائٽيو، سنڌ مان لنگهيو هو. هو برطانيا سرڪار ڪان، جنهن هن بدقسمت ڪٽنب لاءِ سخا جي ديگ چاڙهي هئي. ان مان حصو وٺڻ لاءِ بمبئيءَ ٿي ويو. هو مشهور بادشاهہ احمد شاهہ جو پوٽو آهي، پر خاندان جي ٻين پاٽين وانگر بي سرو سامان ۽ آوارا آهي، جنهن کي مٿي لڪائڻ لاءِ هڪ جهُڳي بہ نہ آهي. هو اهڙو تہ غيرت وارو هو، جو ميرن جي دربار ۾ بہ نہ ويو. ميرن کيس پنجهتر رپيا بمبئيءَ ڏانهن موڪليا، ۽ سمجهيائون تہ، اسان مٿس وڏو احسان ڪيو آهي. هن سان فقط ٻہ نوڪر ساڻ هئا، ۽ هو هڪ رواجي مسافر وانگر هڪ مسجد ۾ رهيو پيو هو. هن کي جڏهن اها خبر پيئي، تہ مسٽر ايلفنسٽن هندستان ڇڏي ويو آهي، تڏهن کيس ڏاڍو رنج ۽ ڏک ٿيو. هن وٽ ڪجهہ ڪونہ هو ۽ مون ڪان مدد گهريائين. مون کيس ڪئپٽن والٽر ڏانهن خط ڏنو، جو پُڇ ۾ دل کولي سندس تواضع ڪيو.

ڪچ ڇڏڻ ڪان ٿورو پوءِ، مون کي سورت ۾ عام فوجي عدالت جي اڳيان شاهد جي حيثيت ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ حڪمنامو مليو هو. مون کي هاڻي ملزم وٽان خطن رستي اطلاع مليو هو، تہ جيستائين آءُ حاضر نہ ٿيندس، تيستائين مقدمو نہ هلندو. تنهنڪري آءُ تشويش ۾ پئجي ويس، تہ هاڻي ڇا ڪجي. مون کي جو اميدن جي خلاف سنڌ ۾ انگريزن جي اثر وڌائڻ جو موقعو مليو هو، سو آءُ ڇڏڻ لاءِ راضي نہ هوس، بشرطيڪ ان کي سرڪار جي نظر ۾ ڪا اهميت نہ هجي. مون ميرن ۽ سندن وزيرن کي ڪنهن بہ قسم جو دلاسو ڪونہ ڏنو، ڇاڪاڻ، تہ آءُ سرڪار جي رايي ڪان غير واقف هوس، ۽ نہ مون کين ممبئيءَ خط لکڻ جو مشورو ڏنو، تہ مباداً اتان کين رکو جواب ملي. پر مون هڪ تڪڙي قاصد جي هٿان هدايتن لاءِ، ڪچ ڏي نياپو موڪليو. مگر ڪچ جو سفير ٻاهر ويل هو،

تنهنڪري ڪيتري وقت تائين مون کي خاطريءَ جهڙو جواب ڪونہ مليو، تنهنڪري مون ميرن کي چيو تہ: "هاڻي مون کي وڃڻ جي اجازت ڏيو. فوجي عدالت جي شاهديءَ ڏيڻ کان پوءِ، واپس ايندس. انهيءَ وچ ۾، آءٌ گورنر ۽ سندس صلاحڪار جماعت کان پڇندس، تہ انهن جو ڪهڙو حڪم آهي".

انهيءَ اطلاع جي جواب ۾، ميرن مون کي چيو تہ: "اسان سڀ گڏجي سيوهڻ جي مشهور درگاهہ تي، مراد عليءَ جي صحتيابيءَ جي شڪراني ادا ڪرڻ لاءِ وڃي رهيا آهيون. اسان جي مرضي آهي، تہ تون بہ اسان سان گڏجي هل". هن ملڪ ڏسڻ جو هيءُ مناسب موقعو هو، جو مون هتان وڃائڻ نٿي گهريو. پر، منهنجو انهن کي ٻڌائڻ فرض هو، تہ منهنجي لاءِ وڃڻ تمام ضروري آهيَ. هو انهيءَ ڳالهہ ۾ راضي نہ هئا، پر آخر انهيءَ شرط تي مڃيائون، تہ مان مهيني يا ڇهن هفتن بعد انهن جي موٽي اچڻ تي، ساڻن وري اچي ملندس، مون سمجهيو، تہ منهنجو مقصد هاڻي پورو ٿيو آهي، پر ان کان پوءِ بہ، مان ڇهہ يا اٺ ڏينهن ساڻن ملندو رهيس، جيستائين مون کي اجازت ملي. هو روز چوندا هئا تہ: "اڄ نہ، سڀاڻي وڃجانءِ". آخر جڏهن منهنجي لاءِ وڌيڪ ترسڻ محال ٿي پيو، تڏهن مون کان پڇيائون تہ: "ڪهڙو رستو وٺي ويندين؟" مون هڪدم سنڌونديءَ جي رستي وڃڻ جو فيصلو ڪيو. هڪ شاهي جهمپٽي منهنجي لاءِ تيار ڪئي ويئي، ۽ منهنجي عزت افزائي لاءِ پنهنجي سؤٽ مير بجر خان جي پوٽي کي حڪم ڏنائون، تہ هو مون سان ٺٽ تائين گڏجي هلي.

جنوري جي ايڪيهين تاريخ، مان ميرن جي درٻار ۾ پويون دفعو ويس. موڪلائي ٻنهي طرفان دڪ پري هئي. مير صاحبن اڳئين وانگر شڪرگذاري ڪئي. مون کي جا هنن سنڌ ۾ مسلسل مهمان نوازي ۽ عزت ڏني هئي، تنهن لاءِ مون بہ سندن احسان مڃيا. مون سان گڏ سندن ڪيترا مکيہ عملدار پنجن ميلن جي مفاصلي تائين درياءَ جي طرف هليا. انهن ۾ منهنجو پراڻو دوست ولي محمد بہ هو. هن موڪلائڻ وقت مون کي پنهنجو ديوان ڏنو. تنهن کان سواءِ، هن مون کي ٻڌائڻ کان سواءِ، ڪيتريون ڪمائتيون شيون منهنجي مسافريءَ لاءِ منهنجي سامان سان گڏ موڪليون هيون. آءٌ ڪيترن ملدارن سان گڏ، جن کي مون سان ساڻ هلڻ جو حڪم ڏنو ويو هو، ٻيڙيءَ تي چڙهيس. اسان هڪدم لنگر کنيو ۽ شام تائين ڪلاڪ ۾ اٽڪل ٽن ميلن جي رفتار سان

آسائش جهڙي مسافري ڪئيسون. رات جو اسان ترڪل ۾ لنگر هنيو. ٻيڙي آگبوٽ جي شڪل جهڙي وڏي ۽ سنئين تري سان هئي، ۽ خاص آرام ۽ آسائش لاءِ ٺهيل هئي. ان ۾ منهنجي ۽ منهنجي ساٿين لاءِ هرهڪ ضروري شيءِ ۽ عيش عشرت جو سامان، جو سنڌ ۾ دستياب ٿي سگهيو ٿي، مهيا ڪيو ويو هو. ٻيڙيءَ جي تختن تي ٻه ٿارن جا بنگلا ٺاهيا ويا هئا. انهن مان هڪڙو منهنجي لاءِ هو. اهو عملدارن جي تنبوءَ جيڏو هو ۽ شڪل ۾ به ذري گهٽ ان جهڙو هو. اهو ٻاهران ڳاڙهي ڪپڙي سان ڍڪيل هو، ۽ اندران ڇيٽ جو ڪپڙو لڳل هوس. ان کان سواءِ، اسان سان ننڍين ٻيڙين جو هڪ ساٿ به هو، جنهن ۾ گهوڙا، اٺ وغيره هئا.

ٻاويهين تاريخ پرهه ڦٽيءَ مهل، اسان وري روانا ٿياسين. رات جو ٺٽي جي سامهون پهتاسين. مون ميرن کي ڪونه ٻڌايو هو، ته مون کي انهيءَ مشهور شهر ڏسڻ جو ارادو آهي. پر مون سمجهيو، ته اهڙو سونو موقعو هٿان وڃائڻ نه کپي. ٻئي ڏينهن صبح جو مان سوار ٿي روانو ٿيس. درياءَ کان ڇهه ميل مفاصلو هو. رستي تي جهنگ ۽ ساوڪ هئي. مان ٽڪرو ٽڪرو گهٽين مان لنگهي، اورنگزيب جي جامع مسجد ڏانهن ويس. جنهن جي ڏسڻ جو مون کي بيحد شوق هو. مون سان جي عملدار ساڻ هئا، تن ٺٽي وڃڻ تي ڪو اعتراض ڪونه ورتو. پر هنن کي ميرن کان ڪي به هدايتون ڪونه مليل هيون، تنهنڪري هنن پنهنجن گهوڙن تان لهڻ کان انڪار ڪيو، ۽ آءٌ ٽڪرو شهر جون نمايان جايون ڏسي، ٻيڙي ڏانهن موٽيس. مون فقط ايترو ڏٺو، جو منهنجو اشتياق پورو ته نه ٿيو، اٽلو دل ۾ وڌيڪ ڏسڻ لاءِ خواهش پيدا ٿي. مون کي شهر جي هڪ - ٻه رهواسيءَ سان به گڏجڻ جو موقعو نه مليو. مان ٻن - ٽن منٽن لاءِ اسان جي اڳوڻي تجارتي وڪيل، مسٽر ڪروءَ جي جاءِ تي ويس. اها شهر جي وچ ۾، مڪاني نموني جي هڪ وڏي عمارت آهي. ان جي ڇت تان مون کي سموري آسپاس واري ايراضيءَ جو نظارو ڏسڻ ۾ آيو. ٺٽي ۾ اڃا ان جي اڳوڻي شان ۽ شوڪت جا نشان آهن. شهر جي ايراضي نهايت وسيع آهي. هر طرف مقبرن ۽ مسجدين جا نشان آهن. جي ڏيکارين ٿا، ته عام ماڻهن جي روايت، ته ٺٽي جو احاطو ٻارهن ڪوهن ۾ هوندو هو، سا سچي هوندي. ساريءَ سنڌ ۾ اهو هڪ ئي شهر آهي، جتي پٿرن جون عمارتون آهن. حيدرآباد جي مقابلي ۾، ٺٽي جون

جايون اڪثر مضبوط ۽ بلند آهن. جيتوڻيڪ انهن مان گهڻيون هاڻي ويران ۽ زبون ٿي ويون آهن[1].

چوويهين تاريخ، اسان وري پنهنجو سفر شروع ڪيو. شام ڌاري پير پني جي پرسان سيتا جي پتڻ تي پهتاسين، جو ٻن ميلن جي مفاصلي تان ڏسڻ ۾ پئي آيو. سنڌونديءَ مان لهوارو لنگهندي، مون ڪي ڪا خاص نمايان ڳالهه نظر ڪانه آئي. مون پنهنجي سفر جي نقشي ۾ اهي شهر ڏيکاريا آهن، جن منهنجو ڌيان ڇڪايو هو. مون ڪي آباديءَ جو نشان نظر ڪونه آيو. سواءِ هڪ سرنهن جي ٻنيءَ جي. سارو ملڪ شڪارگاهن لاءِ تباهه ڪري جهنگ ڪيو ويو آهي. ٺٽي جي پرسان الهندي طرف جابلو علائقو آهي. درياءَ جا ڪپر اڪثر ننڍا ۽ ڪاڌل هئا. چوڙ ڪان وٺي ڪيترن ميلن تائين، ڪپر اهڙي نموني جا آهن. سنڌ جي تاريخي نديءَ ۽ ان جي خوبين ۽ خصوصيتن جو ڪئپٽن مئڪسفيلڊ جي پڙتال ۽ ٻين روبڪارين ۾ اهڙو تہ مفصل بيان ڏنل آهي، جو مان ان ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ لکي نٿو سگهان. مان مناسب نٿو سمجهان، تہ ڪو ٻين ڪتابن مان حوالا ڏيئي پڙهندڙن کي اجائي تڪليف رسايان. اهي ميجر رينيل، مسٽر ڪرو[2]، ۽ ڪرنل پاٽنجر جي تصنيفن ۾ نهايت دلڪش نموني ۾ ڏنل آهن. هن

---

(1) سنڌ ۾ مشهور درياءَ، جنهن ڪي يورپي آدمي انڊس ۽ هندو سنڌو چوندا آهن. تنهن نالي جي پنيان سڏبو آهي. پر هن درياءَ جي الهندي طرف واري ملڪ جو حصو، هالڪنڊيءَ ڪان سمنڊ تائين، لاڙ سڏبو آهي. سنڌ جي زمين سيلاب ڪان پوءِ اهڙي ئي زرخيز ٿيندي آهي، جهڙي مصر جي. ساڳئي وقت سنڌ جو سيلاب مصر جي سيلاب وانگر بي اعتبار نہ هوندو آهي. پاڻي مقرر وقت تي ساڳئي انداز ۾ چڙهندو ۽ لهندو آهي. سنڌونديءَ ۾ اپريل جي پڇاڙيءَ ۾ پاڻي چڙهندو آهي ۽ سيپٽمبر جي شروع ۾ لهندو آهي. ٻوڏ جي ايراضيءَ جو مدار علائقي جي سلامتي تي هوندو آهي. سراسري سيلاب ٻنهي ڪپرن ڪان پنجن ميلن تائين ٿيندو آهي. ڪن هنڌن تي، خاص ڪري دوآبي ۾ ان ڪان بہ وڌيڪ مفاصلي تي وڃندو آهي. سنڌو درياءَ ۾ موسمي سيلاب ڪان سواءِ، ٻيون ڪي خاص خوبيون ڪونہ آهن. پاڻي جي سير، ميري ۽ لڙاٽيل هوندي آهي. ان ۾ ايترا تہ تانگها هنڌ ۽ واري هوندي آهي، جو فقط سنئين تري واريون ٻيڙيون، ان ۾ سلامتيءَ سان هلي سگهنديون آهن. سنڌونديءَ جي وهڪري ۾ تمام گهڻا وروڪڙ آهن. پڇڙيءَ ۾ تہ بلڪل بي اعتبار آهي. لاڙ ۾ ان جي غير مستقل مزاجيءَ جا گهڻائي نشان آهن. ان مان سڀ ڪان وڌيڪ نمايان هڪڙي وڏي واهڙ جو سُڪو پيٽ آهي، جو ڪراچيءَ ڪان اٽڪل پنجن ميلن جي مفاصلي تي آهي. ان ڪان پنج ميل پري، گردري وٽ، وري هڪ ٻيو ڦٽل واهہ آهي". (ڪرو—)

(2) سنڌونديءَ جي واڳُن متعلق مسٽر ڪرو هن طرح لکي ٿو تہ: "واڳن کي وسارڻ نہ کپي. اهي تمام گهڻي انداز ۾ آهن. ۽ هندو خواهہ مسلمان انهن جي تعظيم ڪندا آهن. ڪراچيءَ جو محافظ ديوتا هڪ ڇلڪن وارو مرون (واڳون) آهي، جنهن کي زالن ۽ ٻارن جو لشڪر آهي. هو ڪراچيءَ جي ويجهو منگهي پير جي گرم چشمن مان، جي ميري پاڻيءَ جون ڪسيون نڪرن ٿيون. تن ۾ رهي ٿو. منگهوپير هڪڙو ولي هوندو هو، جو اڳي اتي رهندو هو. اهي جانور بعضي بعضي چشمي جي منهن ۾ گرم ٽهڪندڙ پاڻيءَ ۾ سمهيا پيا هوندا آهن. ۽ بعضي ٿڌن ڍبن ۾ ليٽڙيون پائيندي نظر ايندا آهن". (ڪرو.)

سفرنامي جي پڇاڙيءَ ۾، سڪندر جنهن رستي سان سنڌ مان لنگهيو هو، مون ان تي پنهنجو تبصرو ضميمي طور ڏنو آهي، پر مان چئي نٿو سگهان، ته اهو قابل غور به آهي يا نه؟

مان اڳيئي لکي آيو آهيان، ته ميرن جي ملڪن تي ڪو حملو ٿئي، ته ان جي مقابلي ڪرڻ لاءِ وٽن محدود ذريعا آهن. سنڌونديءَ ڏي هڪ نظر ڪبي، ته معلوم ٿيندو، ته هڪ بحري طاقت لاءِ سنڌن ملڪ جي وچ ۾، درياءَ جي رستي پهچڻ، هڪ آسان ڳالهه آهي. شاهي جهمپٽي، جنهن ۾ مان چڙهي سيتا آيو هوس، سا سڌي تري واري آهي. پر اها اڌ پلٽڻ ڪٽي سگهي ٿي. اسان رستي ۾ ايڏيون وڏيون ٻيون ٻيڙيون به ڏٺيون. آءٌ بحري لڙائيءَ جي فن جو ماهر نه آهيان، پر مون کي خاطري آهي، ته ننڍا هٿياربند آگبوٽ سنڌونديءَ ۾ ڪارآمد ثابت ٿيندا. پاڻي جي تک ۽ تانگهي شايد ڪجهه تڪليف ڏين، پر لڙائيءَ جي اعلان ٿيڻ شرط اهڙا جانباز ملاح اچي اسان جي ٻيڙيءَ ۾ شامل ٿيندا، جي جهاز رانيءَ جي فن کان چڱيءَ طرح واقف آهن، ۽ جي هاڻوڪيءَ حڪومت جي تختي الٽي ڪرڻ لاءِ هر قرباني لاءِ تيار آهن.

سيتا ۾ مون کي حيدر لغاري گڏيو، هو مون کي هڪڙي آباد علائقي منجهان مغربيءَ وني هليو، اتان اسان هڪڙيءَ ويران ايراضيءَ مان لنگهياسين، جنهن جو ذڪر مون هن سفرنامي جي شروع ۾ ڪيو آهي. اتان لکپت وياسين، جتي اناويهين جنوريءَ تي پهتس.

مون اڃا ڪڇ جي ڪناري تي پير رکيو، ته مون کي وڪيل جو انيهن جنوريءَ جو لکيل خط پهتو. ان ۾ مون کي، جيستائين سرڪار وٽان فيصلو ٿي اچي، تيستائين سنڌ ۾ رهڻ جي اجازت ڏني ويئي هئي، ۽ ان سان گڏ مون کي ڪرنل ليٽن جو خط به پهتو، جو ان صاحب ڪرم فرمائي، سورت مان لکيو هو. ان ۾ لکيل هو، ته فوجي عدالت جي ڪاروائي ختم ٿي ويئي هئي، ۽ منهنجي شاهديءَ جي ضرورت ڪانه هئي. مون هڪدم هن خبر جو اطلاع ميرن کي ڏنو ۽ وري حيدرآباد لاءِ روانو ٿي، سنڌ ۾ داخل ٿيس. مون اڃا ٽيهه ميل پنڌ مس ڪيو، ته صوبيدار جي بغاوت ۽ بدامنيءَ جي خبر پيم، تنهنڪري مان اتي جواب لاءِ ترسي پيس. مان ڪيترا ڏينهن پاليءَ ۾ رهيس، جا رڻ ۾ هڪ چونڪي آهي. اتي روز لڙاين ۽ خوفن جا افواهه ٻڌبا هئا. تيرهين تاريخ مون کي ميرن وٽان وڪيل

جي معرفت نياپو مليو، تہ ملڪ جي اهڙيءَ حالت ۾ مون کي اڳتي وڌڻ نہ کپي. تنهنڪري مان مصلحت ڪان ڪم ونڻي، لکپت موٽي ويس. اتي جلد ئي مون کي مانواري گورنر ۽ سندس جماعت وٽان، پُڄ موٽي وڃڻ جو حڪم پهتو.

مون کي معلوم ٿيو، تہ سرڪار کي سنڌ ۾ وڪيل رکڻ جو ارادو ڪونہ هو، تنهنڪري مون کي حيدرآباد ۾ مڪاني وڪيل لکيو. تہ مون کي ڪو ضروري ڪم ڏنو ويو آهي، جنهنڪري مون ميرن سان وري گڏجڻ جو جيڪو وعدو ڪيو هو، سو ڪونہ پاڙي سگهندس. مير صاحب انهيءَ ڳالهہ تي مطمئن ٿيا. ان ڪان پوءِ هو مون سان باقاعدي خط و ڪتابت ڪندا رهيا آهن. هنن جا خط پياس پريا آهن، ۽ ڏيکارين ٿا، تہ ڪين مون سان سٺن تعلقات رکڻ جو خيال آهي. مان سمجهان ٿو، تہ جيڪڏهن مان چاهيان، تہ هو مون کي پاڻ وٽ دعوت ڏيئي گهرائي، هميشہ لاءِ رهائڻ لاءِ تيار ٿيندا.

پڇاڙيءَ جو هن تذڪري ۾ جي اوڻايون آهن، تن لاءِ مان معافيءَ جو طلبگار آهيان. اهي اوڻايون منهنجي سستيءَ ۽ لاپرواهيءَ جو نتيجو نہ آهن. مگر اهي اوڻايون انهن مشڪلاتن جي ڪري پيدا ٿيون آهن، جي مون کي هن تذڪري لکڻ ۾ پيش آيون هيون. جيڪي مصنف پنهنجي ڪاروائين جا تذڪرا لکندا آهن، سي پنهنجي ۽ پنهنجي ڪاروائين متعلق اهڙا لفظ استعمال ڪندا آهن، جي شايد تهذيبي آداب جي خلاف هجن. انهيءَ عذر ۾ مون کي فقط ايترو چوڻو آهي، تہ مون صداقت ۽ سچائيءَ سان اهڙيءَ طرح حقيقتن کي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيئن اهي تحقيق ڪيل آهن. ميرن سان منهنجي جيڪا لهہ و چڙ تي هئي، تنهن متعلق بہ مون فقط ايترو لکيو آهي، جيترو هنن جي ذهنيت ۽ نشست و برخاست جي صحيح نموني ڏيکارڻ لاءِ ضروري آهي. مون گهڻا دلچسپ واقعا نہ ڏنا آهن. انهن مان ڪيترا اسان جي مڪاني وڪيل جي خطن ۾ ڏنل آهن. جي هن ڪڇ جي وڪيل ڏانهن موڪليا هئا. اهي خط پُڄ موٽڻ ڪان پوءِ، منهنجي نظر مان گذريا آهن.

قلم تازو [1] هن تذڪري لکڻ ڪان پوءِ، سنڌ ۾ هڪ واقعو ٿيو آهي، جو ياد ڪرڻ جوڳو آهي، ۽ جو منهنجين ڳالهين جي تصديق ڪري ٿو: مير ڪرم علي

---

[1] 15 - آگسٽ 1829ع.

بخار وگهي، ڊسمبر سنہ 1828ع ۾ گذاري ويو. هن جو وارث مراد علي آهي، جو انهن ڇئن ڀائرن مان پويون آهي، جن ٽالپر گهراڻي جو پايو وڌو هو. هو هاڻي ملڪ جو واحد ۽ تسليم شده حاڪم آهي. هن ٻين جي هٿن ۾ ايتري طاقت آهي: جا اڳي ساري خاندان کي به نہ هوندي هئي. فوتيءَ جي عزيزن کي، هُن جي وفات تي نهايت رنج ۽ الم آهي. هو مٿن نهايت مهربان ۽ شفيق هوندو هو. هن جي وفات ڪري دربار ۾ گهڻيون تبديليون ٿينديون. دربار جي انتظام تي جو خرچ ٿيندو هو، سو سمورو هو برداشت ڪندو هو.

فيبروري سنہ 1828ع ۾، صوبدار جي بغاوت وقت جو ٺاهہ ٿيو هو، ان جو هڪڙو شرط قرآن مجيد تي لکيو ويو هو. سو اهو هو تہ ڪرم علي، صوبدار کي پنهنجو پٽ ڪندو. پر صوبدار، جو هڪ ضعيف طبع شخص آهي، سو ٺاهہ کان پوءِ وري گمناميءَ ۾ غرق ٿي ويو، ۽ پنهنجن مددگارن کي وڏن ميرن جي ڪيني ۽ ظلم جو، بزدليءَ سببان شڪار ٿيڻ ڏنائين. تنهنڪري اها ڳالهہ تعجب خيز نہ آهي، تہ هن ۾ ايترو بہ دم نہ رهيو هو، جو ڇاچي جي وفات کان پوءِ، پنهنجي موروثي خزاني تي تبصرو ڪري سگهي. مراد عليءَ حرفت ڪري خزانو ڀهريائين فوتيءَ جي ياءُ جي زالن وٽ رکرايو، ۽ تنهن کان پوءِ، ان تي پاڻ قبضو ڪيائين. ڪرم عليءَ جي ارضي ملڪيت بہ سواءِ ننڍن شهزادن ۽ جاگيرن جي، هاڻوڪي حاڪم جي هٿ آئي آهي. اُميد آهي، تہ سنڌ هن جي طاقتور حڪومت ۾، گهڻ ۾ گهڻ ڪجهہ وقت، امن امان ۽ صلح سانت ۾ رهندي.

---

# سڪندر جي رستي تي تبصرو

هن تذڪري جي نقل سان گڏ، مون سرڪار جي خدمت ۾ سنڌونديءَ ۽ جنهن رستي ڪان مان موٽي ويو هوس، تنهن متعلق ڪيترين يادداشتون بہ پيش ڪيون هيون. منهنجي خيال ۾ اهي يادداشتون نہ دلچسپ آهن، نہ ضروري تنهنڪري انهن جو ذڪر هن تذڪري ۾ ڏيڻ مناسب نہ آهي. پر هي خام خيال يا وهم، جي مون پنهنجي مسافريءَ جي دوران ۾ ٽڪڙو قلمبند ڪيا هئا، سي مان هت رهڻ ڏيندس. جيڪو بہ مسافر سنڌ ۾ سفر ڪندو آهي، سو فطرتاً سنڌونديءَ بابت ڪجهہ نہ ڪجهہ لکڻ پنهنجو فرض سمجهندو آهي. تنهن ڪان سواءِ ممڪن آهي، تہ منهنجا هي نقطا، ڪنهن صاحب لاءِ ڪارائتا ٿين، جنهن کي سڪندر جي رستي جهڙي دلچسپ معاملي ۾ کوجنا ڪرڻ جو شوق هجي. منهنجو اندازو آهي، تہ سنڌوندي هاڻي ان حالت ۾ آهي، جهڙيءَ حالت ۾ بہ هزار ورهيہ اڳ يونانين جي ڏينهن ۾ هئي. انهيءَ ڳالهہ جو خاطريءَ سان فيصلو ڪرڻ ناممڪن آهي. مون کي سنڌونديءَ متعلق تحقيقات گڏ ڪرڻ جو بيحد شوق هو. آءٌ جڏهن سنڌ ۾ هوس تڏهن، ۽ سنڌ مان موٽڻ بعد ڪيترن ئي مڪاني ماڻهن ڪان مون پڇائون ڪيون آهن. پر هنن مان فقط اها ڳالهہ معلوم ٿي آهي، تہ سنڌوندي نهايت غير مستقل مزاج آهي. هو چون ٿا، تہ اسان جي مختصر حياتيءَ ۾ بہ ان ۾ ڪيترين اوچتيون ڦيريون گهيريون ٿيون آهن. هڪڙو نوجوان ۽ هوشيار خراساني، جنهن کي مان پاڻ سان حيدرآباد مان وٺي آيو هوس، جتي هو گهڻا سال رهيو هو، تنهن مون کي چيو، تہ سنڌوندي اهڙي تہ بي اعتبار آهي، جو جيڪڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي سنڌونديءَ جي ڪنهن خاص منهن مان سمنڊ ڏي وڃڻو هجي، ۽ هن کي اچ خاطري هجي، تہ اهو منهن ڪليل آهي، تہ سياڻي امڪان آهي، تہ نٽي ڪان هيٺ اهو منهن هوندو ئي ڪونہ.

نٽي ڪان هيٺ سنڌوندي ڦٽي ٻن وڏين شاخن ۾ وهي ٿي- هڪڙي ميرايون ۽ ٻي بگهاڙ. آءٌ بگهاڙ، جو سيتا بہ سڏبو آهي، وٺي هيٺ ويو هوس. جتي اهي شاخون جدا ٿين ٿيون، اتي بگهاڙ ميراين ڪان وڏو آهي. نٽي ڪان چار ڪوهہ هيٺ درياءَ جي ڪبي ڪپر تي سمن جو ڳوٺ آهي. هتي درياءَ منو ميل ويڪرو آهي. اٿروسمٿ ۽ ڪٿريءَ جي نقشن ۾ انهن ٻن وڏين تقريباً هڪجيڏين شاخن جو نالو نشان بہ نہ آهي، پر اهي فوجي عملدارن جي قلمي نقشي ۾ صحيح ڏيکاريل آهن. ميرايون

ڦهريان هڪ ننڍي شاخ نشان ڪيل آهي، پر پوءِ مڪيہ درياءُ ڏيڪاريل بہ آهي. اها لاهري ۽ براجي بندرن کان لنگهي وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. هيءُ نقشو ميجر رينيل جي اڻويهين صديءَ جي آخر ۾ ڏنل بيان سان، نالن ۽ ٻين ڳالهين ۾ ملي ٿو.

آءٌ سمجهان ٿو، تہ اڳين ماڻهن کي هاٽوڪن مصنفن کان سنڌ جي دوآبي جي وڌيڪ خبر هئي. يوناني مصنف ائرين (Arrian) لکي ٿو تہ: "هن ايراضيءَ ۾ سنڌوندي يوناني اکر جي صورت اختيار ڪري ٿي ۽ اها ايراضي مصر جي دوآبي واري پرڳڻي کان گهٽ وڏي آهي. پٽالا جي پرسان سنڌوندي ڦٽي ٻن وڏين شاخن ۾ وهي ٿي، ۽ اتي، ٻيئي سمنڊ تائين ساڳئي نالي سان سڏجن ٿيون". آءٌ اکين ڏٺي ثابتيءَ سان چئي سگهان ٿو، تہ اها پوئين ڳالهہ صحيح آهي. ماڻهو چون ٿا، تہ جيتوڻيڪ بگهاڙ يا سيتا، جنهن مان هن وقت آءٌ گذري رهيو آهيان، سا ٿوري مفاصلي کان ڦٽي گهڻيون شاخون ٿئي ٿي، ۽ واياٽيءَ وٽ وڃي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿي. تنهن هوندي بہ بندر بستہ ۽ لکپت جي ڦاٽ يا سنڌونديءَ جي حقيقي اوڀارين شاخ ۾ سولائيءَ سان پهچي سگهجي ٿو. جيڪڏهن هاٽوڪن جاگرافي نويسن کي اها خبر هجي، تہ هو ائين نہ چون ها، تہ سکندر سنڪري واهہ مان اوپر طرف ويو هوندو. جيتريقدر مون تحقيقات ڪئي آهي، تہ هن وقت سنڌ ۾ "سنڪري" نالي ڪوبہ واهہ ڪونہ آهي. ممڪن آهي، تہ هن وقت ڪو واهڙ ان نالي سان سڏبو هجي. ڏسجي ٿو، تہ اڳينءَ صديءَ جي وچ ڌاري انهيءَ نالي جو ڪو واهڙ هو. ڇاڪاڻ تہ نادرشاهہ ۽ دهليءَ جي بادشاهہ جي وچ ۾ جيڪو عهدنامو ٿيو هو، ان ۾ انهيءَ نالي جو ذڪر ڪيل آهي. اهو واهہ غالباً ڦرائيون [1]، قليلي يا پرسياري هوندو. انهيءَ حالت ۾ اسان کي ائين نهرائڻو پوندو، تہ هاٽوڪو ٺٽو ۽ برهمڻ آباد جو ڦٽل شهر، جو ان جي ويجهو آهي، سي يونانين وارو شهر پٽالا نہ آهي، يا تہ سڪندر ٺٽي کان مٿي وڃي، سنڌونديءَ جي اوڀارينءَ شاخ ۾ ڏسڻ لاءِ ويو هو، جنهن جو ڪوبہ

---

[1] ورهاست واري عهدنامي جا هيٺيان لفظ ڏيکارين ٿا، تہ سنڪرو واهہ، ڦرائون يا ڪوري ندي هوندو. جا سنڌونديءَ جي سڀ کان اوڀارين شاخ آهي، ۽ جنهن جو ڇوڙ سنڌ کي ڪڇ کان ڌار ڪري ٿو- - "آءٌ پدري محبت ۽ برادرانہ شفقت جي ڪري، نادرشاهہ کي اٽڪ درياءَ آب سنڌ، سنڌو درياءَ جي شاخ سنڪري واهہ جي اولهہ طرف جو سمورو ملڪ آهي، سو ڏيان ٿو وغيره. هنن جون سڀ ٻنيون، ڳوٺ، ڪوٽ، شهر، بندر، اٽڪ جي منهن کان وٺي، سيني لکن ۽ بستين سميت، جي سنڌونديءَ ۽ ان جي شاخن جي وچ ۾ اچي وڃن ٿيون، سنڪري واهہ تائين، جتي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو وغيره".

ذڪر يا امڪان نہ آهي. مشرقي ملڪن ۾ مڪاني ماڻهو ساڳي نديءَ کي ڪيترائي نالا ڏيندا آهن ۽ وري انهن کي بدلائيندا آهن. جيئن ملڪ جو رواج بدلبو آهي، تنهنڪري تمام گهڻو مونجهارو ٿيندو آهي.

جيڪڏهن اسين فرض ڪريون، تہ شير مقدونيہ (سڪندر) بگهاڙ يا سيتان ۾ جهاز رانی ڪئي هئي، تہ انهيءَ حالت ۾ هن جي مسافريءَ جا سڀ مسئلا حل ٿين ٿا ۽ ڏکن هٽڻ جي ضرورت نہ ٿي پوي. اها مڇين واري ڍنڍ [1] جنهن جو ذڪر ائرين ڪري ٿو، سا لکپت جي کاري هوندي، جا سمنڊ جي پرسان ڏهہ ميل ويڪري آهي. چون ٿا، تہ ڍنڍ مان لنگهڻ ڪان پوءِ، هو ٽي ڏينهن [2] ڪنارو وٺي پيئي ويو ۽ رستي ۾ ڪوهہ ڪوٽاياٿين. جاگرافيدان ان ڳالهہ تي يڪراءِ نہ آهن، تہ ڪو هو ڪڇ ۾ ويو هو. جيڪڏهن هو نارائڻ سر ۾ لٿو هوندو ۽ سٺ ميل پنڌ ڪيو هوندائين، جيئن ڊاڪٽر ونسينٽ تخمينو ڪري ٿو، تہ ان حالت ۾ هو ابراسہ جي علائقي ۾ سندان جي ڳوٺ ۾ پهتو هوندو، ۽ پيرجاڪو ۽ ڪورانو واري علائقي مان لنگهيو هوندو. ان ڪري اها تاريخي زمين ڪري ليکي سگهجي ٿي. قديم جاگرافين جي نقشن ۾جيڪو زائلينو پولس [3] جو شهر ڏيکاريل آهي، سو هاڻوڪي لکپت کي نارائڻ سر ڪان وڌيڪ ويجهو، يعني ڪوري نديءَ تي مٿيرو آهي. جيڪڏهن سڪندر اتي لٿو هو، ۽ اتان سٺ ميل پنڌ ڪيو هئائين، تہ ان حالت ۾ هو بندر جکي ڪان پرتي ڪونہ ويو هوندو.

ممڪن آهي تہ پٽالي جو شهر اتي هجي، جتي هاڻي جهرڪن جو شهر آهي. ان حالت ۾ سڪندر پڇاري شاخ مان لنگهيو هوندو، جا ٻني، لاڙڪپور، ميرپور ۽ مغربيءَ ڪان لنگهي ٿي. اتان هو لکپت جي کاريءَ تائين اچي سگهيو هوندو. مون کي معلوم ڪونہ ٿيو، تہ ميٺ يا مهراڻ نالي ڪا ايڏي وڏي شاخ بگهاڙ مان نڪري ٿي، جيئن بحري آفيسر جي نقشي ۾ ڏيکاريل آهي. مون کي خاطريءَ سان معلوم ٿيو آهي، تہ هن موسم ۾ پڇاريءَ ڪان سواءِ، ٻئي ڪنهن بہ پاڻيءَ جي رستي مغربيءَ وجي نہ سگهبو آهي. پر سڪندر کي آگسٽ يا سيپٽمبر ۾ ان مان لنگهڻ ۾

---

[1] ائرين جيڪو ڍنڍ جو بيان ڏنو آهي، سو ڪڇ جي رڻ سان لاڳو ٿي سگهي ٿو، جو ان وقت پاڻيءَ هيٺ هو. جڏهن هو ڪٻي پاسي واريءَ شاخ جي ڇوڙ وٽ پهتو، تہ اتي ڍنڍ هئي. اها درياءَ يا ٻين ندين جي پاڻيءَ جي ٻوڏ ڪري ٺهي پئي هئي، ۽ اپسمنڊ وانگر نظر پئي آئي.

[2] هن، گهوڙيسوارن جو هڪ دستو وٺي، ٽي ڏينهن ڪناري جو معائنو ڪيو، ۽ پنهنجي بحري ٻيڙي جي حفاظت لاءِ اپسمنڊ يا کاري ڳوليندو رهيو.

[3] زائلينو پولس معنيٰ وڻڪار وارو شهر. اهو نالو لکپت جي علائقي لاءِ هن وقت نهايت موزون آهي.

تڪليف ڪانہ ٿي هوندي. ڇاڪاڻ تہ انهن ڏينهن ۾ پڄاري ڦوڪيل وهندي هوندي. سفارتخاني جو منشي چئي ٿو، تہ هو ڇويهہ ورهيہ اڳ پنهنجي ڪٽنب سان انهيءَ شاخ مان نڪتي ڪان ڪوٺ سر، جو لکپت جي ڪاريءَ تي آهي، ويو هو. نقشي ۾ جو نالو ڏنل آهي، سو مون ڪونہ ڦيرايو آهي. پر جيتريقدر مون کي خبر آهي، تہ هن شاخ کي سنڌ ۾ميٺ ميراڻ جي نالي سان ڪونہ سڏيندا آهن.

منهنجي ناقص عقل ۾، ان ۾ ذري ماتر بہ شڪ نہ آهي، تہ نڪو ي قديم زماني جو شهر پٽالا آهي. آئرين چوي ٿو، تہ پٽالا لفظ جي ساڳي معنيٰ آهي، جا يوناني لفظ "ڊيلٽا" يعني دوآبي جي آهي. جيڪڏهن سنڌ جو ڪوبہ حصو دوآبي سڏجڻ جي لائق آهي، تہ اهو نڪتي ڪان جيڪو هيٺ علائقو آهي، سو آهي. اها ڳالهہ بہ ممڪن نہ آهي، تہ سڪندر جنهن نيل نديءَ جي دوآبيءَ جو معائنو ڪيو هو، سو ڪن بين مٿين شاخن کي، جي تمام ننڍيون هونديون، تن کي ڪو دوآبي جي نالي سان سڏيندو. ان ڳالهہ جي هڪ ٻي بہ ثابتي آهي، تہ پٽالا مٿي نہ هو. لکيل آهي، تہ سڪندر ٻهريان پٽالا مان سڄي هٿ واري شاخ وٺي ويو هو، جا لاشڪ هاڻوڪي ميرايون شاخ آهي، ۽ اڃا چار سؤ فرلانگ يا پنجاهہ ميل پنڌ ڪيائين، تہ ناڪئن خبر ڏنس، تہ سمنڊ ويجهو آهي. اهو ٻڌي، هو خوشيءَ ۾ گد گد ٿي ويو. اسان کي معلوم آهي، تہ نڪتي ۽ سمنڊ جي وچ ۾ اسي ميل مفاصلو آهي. اهو ممڪن نہ آهي، تہ ناڪئا خواهہ انهن کي ڪيترو بہ آزمودو هجي، تيهن ميلن کان وڌيڪ مفاصلي تي هوا جي رُخ مان ڄئي سگهندا تہ سمنڊ ويجهو آهي. هن راءِ جي خلاف فقط هڪڙي ڳالهہ آهي. سا هي. - سنڌوندي جي وِير سمنڊ کان سٺ ميلن تائين ويندي آهي. مقدونيا وارن وِير جو لاهہ - چاڙهہ ڏٺو هوندو، اڳتي هلي، هيءَ وِير ڏسي حيران بلڪ خوفزده ٿيا هوندا. جڏهن هو اڃا سمنڊ کان تيهن ميلن تي ڪونہ پهتا هوندا. ممڪن آهي تہ هو سير ۾ ڪيترا ميل هيٺ تڪڙا هليا ويا هجن، ۽ ڪين وير جي خبر نہ پئي هجي. ان ڳالهہ تي ڪهڙو بہ ناڪئو پلجي سگهي ٿو، خاص ڪري انهيءَ موسم ۾، جنهن ۾ هو سنڌ مان لنگهيا هئا. ان وقت سنڌوندي ڦوڪيل وهندي آهي. انهن کي خبر تڏهن پئي هوندي، جڏهن وِير گهڻو چڙهي هوندي، ۽ ڏکڻ - اولهہ جي چوماسي هوا سندن راهہ ۾ رڪاوٽ وڌي هوندي. هن ۾ وري ٻيو اختلاف آهي. چون ٿا، سڪندر پنهنجي سپهہ سالار ليونيٽس کي حڪم ڏنو هو تہ: "هو پنهنجي لشڪر

سميت بحري ٻيڙي سان گڏوگڏ هلندو اچي، پر سنڌونديءَ جي ڇوڙ وارو ملڪ اهڙو آهي، جو هو سمورو وقت آرماڙ جي ويجهو ڪونہ رهي سگهيو هوندو. قديم جاگرافي نويس نهايت صحيح آهن. ائرين چوي ٿو، تہ سنڌونديءَ جو مکيہ منهن ٻارنهن ميل ويڪرو هو. جديد کوجنائن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي، تہ اها ڳالهہ بلڪل صحيح آهي. ونسينٽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ۽ اها ڳالهہ غلط آهي. هن جي خيال موجب يونانين ڏڍي ڪري وڌاءُ ڪيو آهي[1].

[1] "سمنڊ جي ويجهو سنڌوندي ٻہ سؤ اسٽيڊيم ويڪري نظر آئي" (- ائرين) "هيءُ هڪ وڌاءُ آهي. اسٽيڊيم جي ڪيتري ٻہ ماپ هجي ۽ پاڻي ڪيترو بہ اٿل ڪائي، تہ بہ اها ڳالهہ صحيح نٿي ٿي سگهي". (- ونسينٽ.)

# تمهيدي قيل و مقال

هن ڪتاب ۾، ڪڇ جو برطانيا سرڪار سان لاڳاپو شروع ٿيو، تنهن ڪان پوءِ جي مختصر تاريخ ڏنل آهي. اها تاريخ ڪجهه سال ٿيا، ته سرڪاري ڪاغذن تان، ڪئپٽن چارلس والٽر، جي تاريخ کي مڪمل ڪرڻ جي ارادي سان ۽ ڪن دوستن کي خوش ڪرڻ لاءِ لکي ويئي هئي، جن کي اڳوڻي راءِ پلملجيءَ جي حياتيءَ ۽ ڪارنامن پڙهڻ جو شوق هو، جو هن وقت ڀُڄ ۾ نظربند آهي. مون وٽ ڪئپٽن والٽر جا ڪاغذ موجود نه هئا، تنهنڪري مون هن ڪتاب جي منڍ ۾ ڪڇ جي اڳوڻيءَ تاريخ جو مختصر احوال ڏنو آهي، جو مانواري مائونٽ اسٽوئرٽ ايلفنسٽن، ڀُڄ جي سياسي سفيرَ ليفٽيننٽ ڪرنل پاٽنجر ۽ ممبئي فوج جي اعليٰ آفيسر جي نندي نائب، ليفٽيننٽ ۽ جيمس هالنڊ جي سرڪاري روبڪارين تان اخذ ڪيل آهي.

هتي هڪڙو خط درج ڪجي ٿو، جو ڪڇ جي تاريخ سان تعلق رکي ٿو.

ممبئي قلعو

20- اپريل 1830ع

سياسي ڪاتو نمبر - 531

ڪڇ جي سفير ڏانهن

صاحب مَنَ حسبِ حڪم، توهان کي اطلاع ٿو ڏجي، ته توهان جو 13- مارچ وارو خط، ڊاڪٽر برنس جي خط جي نقل بسميت پهتو. توهان مهرباني ڪري سرڪار جي پاران انهيءَ عملدار (ڊاڪٽر برنس) جي سندس ڪڇ جي تازيءَ تاريخ تي لکيل قيمتي مضمون لاءِ، شڪريو ادا ڪندا.

توهان پڻ ڪرم فرمائي، ڊاڪٽر برنس کي ٻڌائيندا، ته سرڪار کي اها ڳالهه ٻڌي نهايت خوشي ٿي آهي، ته سرڪاري عملدار پنهنجي فرصت جو وقت اهڙين ڪارآمد ڪوجنائن ۾ صرف ڪن ٿا ۽ ڪيس خاطري ڏيندا، ته ڪڇ جو صاف ۽ مجمل احوال، جو هن صاحب لکيو آهي، سو جناب عزت ماب ڊائريڪٽرن جي مجلس جي ڌيان تي آندو ويندو.

- ٽي. وليم. من

سرڪار جو سيڪريٽري

# فصل: 1

## انگريزن جي اچڻ کان اڳ، ڪڇ جي مختصر تاريخ جو تمهيدي احوال

نائين صدي عيسويءَ ڌاري، سما قوم جي هڪ جماعت پنهنجن پائرن جي رهنمائيءَ هيٺ سنڌ مان لڏي اچي ڪڇ ۾ آباد ٿي، جتي هنن رفتي رفتي ساري حڪومت هٿ ڪئي ۽ اتان جي قديم رهاڪن واگهلن، ڪٺين، ۽ واگهر چَوڙن جي ٽن مکيہ فرقن کي زور يا ڏوکي سان، ملڪ مان هڪالي ڪڍيو.

چئن - پنجن پيڙهين کان پوءِ، هو پاڻ ڪي قوم جي اڳواڻ "جهاري"، جي نالي پنيان جهاريجا سڏائڻ لڳا. چون ٿا تہ انهيءَ جهاري، هڪ ڏينهن ۾ پنهنجون ست ڌيئرون ماري، پنهنجن پوين لاءِ "بالڪ هتيا" جو مثال قائم ڪيو هو.

انهن جي حڪومت هيٺ، ڪڇ ڪيترا ورهيہ صلح سانت ۾ رهيو- جيستائين قوم جي مکيہ شاخ جي سردار، هميرجيءَ کي ڄام راول نالي هڪ جهاريجي قتل ڪيو. پيءُ جي قتل کان پوءِ، هميرجيءَ جو پٽ کينگرجي مدد لاءِ احمدآباد جي ناظم ڏانهن ڀڄي ويو، جو سندس پيٽوپو هو. ناظم ڪيس خوشيءَ سان مدد ڏيڻ قبول ڪئي ۽ هن قوم جي سرداريءَ ۽ قاتل کي سندس غصب ڪيل حق ورني ڏيڻ لاءِ، هڪ فوج رواني ڪئي.

جڏهن ناظم جي فوج ويجهو پهتي، تڏهن راول پنهنجن فريقن سان ڪاٺياواڙ ڏانهن ڀڄي ويجي نوانگر نالي هڪ شهر جو پايو وڌو، جو اڄ تائين سندس پوئين جي قبضي ۾ آهي. کينگرجي، ڪڇ مان موربي، جا ڪاٺياواڙ ۾ آهي، تنهن تي سنہ 1549ع ۾ قبضو ڪيو، ۽ پاڻ کي راءُ يا راول سڏائڻ لڳو.

کينگرجيءَ جي وقت کان وٺي راهہ ڏين جي وقت (1666ع) تائين، جو راءُ جو وڏو پٽ تخت تي ويهندو آيو. راهہ ڏين جي ٽئين پٽ پراگجي، پنهنجي وڏي ڀاءُ جيواجيءَ جو خون ڪيو، ۽ هن جو ٻيو ڀاءُ نونگلجي انهيءَ وچ ۾ گذاري ويو. سنہ 1698ع ۾، جڏهن پراگجيءَ جو پيءُ گذاري ويو، تڏهن هو پنهنجن پائٽين: کيانجي پٽ جيواجي، ۽ ڪلاجي نونگلجي جو حق ريٽي، پاڻ مسند تي ويٺو کيانجيءَ کي هن ڪاٺياواڙ ۾، موربي جي حڪومت ڏني، جا اڄ

تائين هن جي پوين جي قبضي ۾ آهي. ڪلاچي ابراسا جي ضلعي ۾ وڃي مکيه شهرن تي قبضو ڪيو، جتي ان وقت کان وٺي سندس پوين جو اثر هليو اچي.

پراڳجيءَ کان پوءِ، هن جو پٽ گوڙيجي، سنه 1716ع ۾ تخت تي ويٺو. هو هڪ بهادر ۽ همت ڀريو شهزادو هو. هن پنهنجي پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي شجاعت ۽ مردانگيءَ ۾ نالو ڪڍيو هو، پر هن جي حڪومت ۾ ڪو نمايان ڪارنامو ڪونه ٿيو. هن کان پوءِ، سندس پٽ راءُ ڏيسل تخت تي ويٺو.

راءُ ڏيسل، سنه 1719ع ۾ گاديءَ تي براجمان ٿيو. هن ڪڇ جو منهن تمام مٿي ڪيو ۽ ڪڇ لاءِ عزت پيدا ڪئي. هن چئن فوجن کي، جي شهنشاهه جي نائب، ڍل وصول ڪرڻ لاءِ موڪليون هيون، شڪست ڏيئي هٽايو، ۽ پنهنجون فوجون سرحد پار موڪلي سنڌ، پارڪر ۽ اوڪا منڊيل ۾ فوجي چونڪيون قائم ڪري، سنڌ ۽ پار جي ڦورو سوارن ۽ اوڪا منڊيل جي ڌاڪن جي ڪاروائن کي بنجو ڏنو.

هن، ڪڇ جي نار ۽ ڏاکڻين ڪناري جي ڪيترن شهرن ۽ ڳوٺن تي قبضو ڪيو. هن جو چوڻ هو، ته موروِيءَ جي راجا جي عزازت ڪري، منهنجو انهن شهر ۽ ڳوٺن تي حق آهي. انهن ڪاروائن تي ڪافي خرچ ٿيو ۽ تنهن کان سواءِ هن پنهنجي ملڪ ۾ ٻه چڱا سڌارا ڪيا. ان هوندي به هو ڀربور خزانو ڇڏي وڏيءَ عمر ۾ گذاري ويو.

هن جي حياتيءَ جا پويان ڏينهن، سندس پٽ شهزادي لکاجيءَ جي شرارتن ڪري ڏکيا گذريا، جنهن هن کي نظربند ڪري رکيو، ۽ سندس مشهور وزير سيٺ ديوڪرن جو خون ڪرايو.

لکاجيءَ حڪومت جون سموريون واڳون سنه 1745ع ۾ پنهنجي هٿ ڪيون. هن جي حڪومت سندس پيءُ جي وفات کان پوءِ، ڏهه ورهيه هلي. هن ڏاڍا خرچ ڪيا ۽ شان شوڪت ۽ دٻدٻو رکيو. جنهنڪري درٻار جو اڳيون دستور ۽ رواج بدلجي ويو. راءُ ڏيسل، پارڪر ۽ سنڌ ۾، جي فوجي چونڪيون رکيون هيون، تن کي هڪالي ڪڍيو ويو، ۽ هن جو پٽ جو پوءِ راءُ گوڙي ٿيو، تنهن کليو کلايو بغاوت شروع ڪئي. انهيءَ عرصي لاءِ ڪئپٽن والٽر لکي ٿو ته: "ملڪ جو ڪاروبار هڪبئي پٺيان نالائق وزيرن جي هٿ ۾ ڇڏيو ويو هو. هنن جي لياقت فقط اها هوندي هئي، ته هو ڪابه نامعقول ۽ بيهودي تجويز

قبول ڪندا هئا، جنهن مان راءِ جي خودپسندي ۽ خرچ ۾ اضافو ٿيندو هو. مطلب ته اهڙا ظلم ۽ زبردستيون ٿيڻ لڳيون، جن جو نالو نشان به نه هوندو هو".

هن : حڪومت ۾ ٻه - ٽي وزير ماريا. راءِ ڏيسل جي مشهور وزير سيٺ ديوڪرن جي پٽ، سيٺ پونجا کي بيعزتو ڪري موقوف ڪيو ويو. شهزادو گور ۽ پيءُ جي حياتيءَ جا پويان ست ورهيه گوشه نشين ٿي ڪري وڃي مونڊري ۾ رهيو. هن جي پنيان ڪيتريون فوجون موڪليون ويون، پر اهي هميشه ناڪام رهيون. راءِ لکاجيءَ جي ڏينهن ۾ ڪنهن به پاڙيواريءَ حڪومت، ڪڇ تي حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي، ۽ هن جي سموري طاقت محفوظ هئي، پر تنهن هوندي به هو پٽ جي بغاوت کي منهن ڏئي نه سگهيو. هن تيراهه ۾، سومرا جي جهاريجيءَ جي قلعي ۾ شهر ابراسي تي ناڪام حملو ڪيو ۽ هو هارائي شرمسار ٿي، پنهنجي ڳوٺ واپس موٽي آيو. جڏهن سيٺ پونجا، راءِ لکاجيءَ جي موت جي خبر ٻڌي، تڏهن هو وزير ٿيڻ جي اميد ۾ تڪڙو پڄ آيو. پر هن جي ڪليو ڪلايو هتڪ ۽ مخالفت ڪئي ويئي. آخر خبر پيس ته ڪيس مارڻ جي سازش هلي رهي آهي. پوءِ هو سنڌ ڏانهن ڀڄي ويو. ۽ وزارت، جيونسنگهه نالي سندس هڪ ڏورانهين مائٽ کي ڏني ويئي.

هن جي حڪومت ۾، سنڌين گهٽ ۾ گهٽ چار دفعا حملو ڪيو. هر دفعي ملڪ ويران ڪيو ۽ لُٽيو ويو. جيتوڻيڪ فاتح، ملڪ ۾ ديري ڄمائڻ ۾ ڪامياب نه ٿيا. ٻه حملا ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پاڻ پنهنجي سر ڪيا هئا، ۽ ٻه هن جي پٽ ميان محمد سرفراز خان. ميان غلام شاهه جي مرضي هئي، ته راءِ ڪيس پنهنجي ڀيڻ جو سڱ ڏئي. عهدنامي ۾ اهڙو شرط به وڌو ويو، پر ان جي پوئواري ڪانه ڪئي ويئي. ٻئي حملي وقت ميان غلام شاهه ڪوڪرن جي سردار جي ڌيءَ تي راضي رهيو، جنهن جي خاندان جو راءِ ڪان پوءِ، گاديءَ تي حق سمجهيو ويندو هو.

انهن واقعن ثابت ڪيو، ته ڪڇ وارن کي سنڌ جي حڪومت جي مقابلي ڪرڻ جي طاقت ڪانه هئي. راءِ لالچ ڏيئي، راهه ديناپور جي نواب، نوانگر جي ڄام، موروي جي حاڪم ۽ ٻين ڪان سپاهي گهرايا، پر انهيءَ بيروني امداد هوندي به ڪڇ جي حڪومت جو خاتمو ٿئي ها، جيڪڏهن سيٺ پونجا جا هٿ نصيب نه ٿينس ها. ميان غلام شاهه کي حملي لاءِ تيار به سيٺ پونجا ڪيو

هو. پر پوءِ هن پڇتايو ۽ ميان غلام شاهه کي ريهي ريبي حيدرآباد واپس روانو ڪيائين. جڏهن سنڌي موٽي ويا، تڏهن سيٺ پونجا کي وزير مقرر ڪيو ويو. پر پوءِ جلدئي راءُ ڪيس پنهنجن هٿن سان زهر جو پيالو پياري، ماري ڇڏيو. چاڪاڻ تہ هن ڪيس صلاح ڏني هئي، تہ عهدنامي جي شرطن جي پوئواري ڪرڻ کپي. ٽن ورهين ڪان پوءِ، هن جي پٽ سيٺ ديوجي، وزارت جو عهدو قبول ڪيو ۽ هن کي بہ زهر جي رستي جوانيءَ ۾ موت نصيب ٿيو.

ڪڇ مان موٽندي، ميان غلام شاهہ لکپت بندر ۾ پنجن هزارن سپاهين جي فوج ڇڏي ويو هو. انهن ڏينهن ۾، لکپت هڪ رواجي ڳوٺ هوندو هو. تنهن کان سواءِ هن هڪ بندر ٻڌرائي، سنڌونديءَ جو پاڻي اوڀارينءَ شاخ مان، جا لکپت جي پرسان وهندي هئي، سمنڊ ڏي وڃڻ بند ڪري ڇڏيو. اهڙي بيجا روش اختيار ڪرڻ ڪري، هن هڪڙي زرخيز علائقي، جنهن جي سارين جي پيدائش مان پُڄ سرڪار کي انن لکن ڪوڙين جي آمدني ٿيندي هئي، تنهن کي هڪ هيبتناڪ ڪلرانو رڻ بنائي ڇڏيو.

جڏهن ميان غلام شاهہ مري ويو، تڏهن هن جي پٽ ميان محمد سرفراز خان پنهنجي فوج لکپت مان واپس گهرائي ورتي. پر جيئن اڳي لکيو ويو آهي، تہ هن ان کان پوءِ، بہ دفعا زبردست فوج سان ڪڇ تي حملو ڪري، ملڪ جو ڪيترو حصو ويران ڪري ڇڏيو.

ساڳئي وقت ڪڇ جي فوجن کي ڪانياواڙ جي اترئين ڪناري تان، ممبئيءَ ۽ ٻين شهرن مان ڄام جي زبردستن هڪالي ڪڍيو. انهن نقصانن جي تدارڪ ڪرڻ بدران راءُ پنهنجو سمورو وقت ۽ خيال عجيب قسمن جي ظلمن ۽ عيش پرستيءَ ۾ ضايع ڪرڻ لڳو. هن هڪڙو حبش جو ٽولو نوڪريءَ ۾ رکيو، جي سندس ويجهو فقط انهن ماڻهن کي اچڻ ڏيندا هئا، جي هن جي فاحش ۽ ذليل مجلسن ۾ شامل ٿيندا هئا. آخر دربار جي زالن، مکيہ عملدارن تي زور پريو، تہ راءُ کي قيد ڪن. انهيءَ عارضي حوالات جي وقت ۾، سيني حبشين کي ماريو ويو يا هو پر وارن ملڪن ڏانهن ڀڄي ويا. ان ڳالهہ تي راءُ کي ايترو غصو آيو، جو قيد مان ڇٽڻ کان پوءِ هو بيزار ٿي مانڊويءَ ڏي هليو ويو، جتي هڪ عاليشان محل نهرائڻ شروع ڪيائين، پر پوءِ اهو پورو ڪري نہ سگهيو.

انهن حقيقتن مان ظاهر آهي، تہ راءِ گوري هڪ خونخوار ۽ بيرحم ظالم هو. مٿي جيڪي خوفناڪ واقعا ڏنا ويا آهن، انهن کان سواءِ هن پنهنجي پياءُ مانسنگهجيءَ کي پنهنجن هٿن سان پاڻ ماريو. چاڪاڻ تہ هن تي هڪ عورت، جنهن کيس جواب ڏنو هو، مهربان ٿي هئي. چون ٿا، تہ هن جي اٺويهن ورهين جي حڪومت ۾، ٿيهن کان وڌيڪ وزير سندس غصي يا طمع جو شڪار ٿيا هئا. هن پنيان ٻہ پٽ ڇڏيا: هڪڙو شهزادو راڄ دين ۽ ٻيو پرٿويراج، جنهن کي عام طرح پائيجي ٻاوا چوندا هئا. هن کان پوءِ، راڄ دين سندس گاديءَ تي ويٺو.

راءِ راڄ دين سنہ 1778ع ۾، اٺويهن ورهين جي ڄمار ۾ حڪومت ڪرڻ شروع ڪئي. هن جي ماءُ، ديويچند نالي هڪ لوهاڻو وزير مقرر ڪيو، پر پوءِ معلوم ٿيو، تہ راءُ گوريءَ کان وٺي، هنن جا پاڻ ۾ ناجائز تعلقات هوندا هئا.

راءِ راڄ دين ننڍي هوندي کان وٺي، خون خرابيءَ تي هريل هو. هن جلد ثابت ڪري ڏيکاريو، تہ هو هڪ لائق شاگرد هو، جنهن کي ماءُ جي بيوفائيءَ لاءِ پيءُ جي وصيت جي ضرورت نہ هئي. هن اهي حبشي وري رکيا، جن کي ڪجهہ سال اڳ تڙي ڪڍيو ويو هو. انهن جي مدد سان، هن هڪ ڏينهن ديويچند ۽ هن جا ٽي پائر ۽ هنن جا ٻہ سَون کان وڌيڪ طرفدار مارايا.

انهيءَ کان پوءِ، هڪڙي حبشي جميندار جي سرپرستيءَ هيٺ، ميگهراج نالي هڪڙو واڻيو وزير رکيائين. پر انهن نامناسب عملدارن جو جلد پاڻ ۾ جهيڙو ٿيو، جنهنڪري فرقيبازي شروع ٿي ويئي. راءُ ڪن خاص دوستن سان، محل جي اندر، شهوت پرستيءَ ۽ عيش عشرت ۾ مصروف هو، ۽ ٻاهر انهن جو خون پئي وهيو، جيڪي سندس لطف جا خواهان هئا. جيڪي سيني کان وڌيڪ همٿ پريا حبشي هئا، تن کي جلاوطن ڪيو ويو. چون ٿا، تہ راءُ پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ، هنن جي ڪاڏي ۾، پاڻ پنهنجن هٿن سان زهر ملايو هو. پر حبشين کي راءَ تي اجا ڪافي اثر هو، ۽ هنن ڪانئس واڻئي کي مارڻ جي اجازت ورتي، ۽ نيٺ واڻئي کي عام درٻار ۾ قتل ڪيو ويو.

انهن ٻُرين ڪاروائين جي خبر ٻڌي، ڪيترا ضلعي جا عملدار پاڻ کي پُڄ جي حڪومت کان آزاد سمجهڻ لڳا، پر مانڊوي ۽ ڪي ٻيا شهر راءَ ڏانهن وفادار رهيا. راءُ تازو مسلمان ٿيو هو ۽ هن جي مرضي هئي، تہ رعيت کي ٻہ زوريءَ مسلمان ڪجي. تنهنڪري هيءُ فيصلو ڪيائين تہ: "هندن جا سڀ مندر

۽ بت ڏاهي ناس ڪجن". اها پاڳلپڻي واري ڪاروائي، هن پهريائين مانڊويءَ ۾ شروع ڪئي، جتي هو خاص انهيءَ ڪم لاءِ سنبري ويو هو. پر برهمڻن ۽ واڻين جي اتي گهٽائي هئي. انهن سندس مخالفت ڪئي ۽ پنهنجو ناراضپو ڏيکارڻ لاءِ پاڻ "دراگو" ڪرڻ جو دڙڪو ڏنائونس. راءَ چَيُن، ته هو سندن گدڙ ڀپڪين کان ڊڄڻ وارو نه آهي، ۽ هڪدم ترار ڪڍي، انهن مان پنجن - ڇهن ڄڻن کي زخمي ڪري ڇڏيائين، پر هن جي ملازمن کيس جهلي ورتو. پوءِ حڪم ڏنائين، ته شهر کي ڦُريو وڃي، پر خوش قسمتيءَ سان هنن فوج کي رشوت ڏيئي پنهنجي پاسي ڪيو ۽ شرارت جا باني ناڪام رهيا. ان وقت خود راءَ جي حياتي خطري ۾ هئي. شهر جي ماڻهن غصي ۾ راءَ ۽ هن جي پهريدارن تي حملو ڪيو، ۽ هو جان بچائي ڀُڄ هليا ويا. مانڊويءَ ۾ جا هن کي شڪست نصيب ٿي هئي، تنهن جي بدلي وٺڻ لاءِ هن هڪ عجيب طريقو اختيار ڪيو. هو هاڻي فقيراڻو ويس ڪري، حبشين سان گڏجي شهر ۾ گهمڻ لڳو. جيڪو به ماڻهو ڪلمي پڙهڻ کان انڪار پيو ڪري، تنهن کي حبشي ماريندا ٿي هليا.

هاڻي اها ڳالهه مشهور ٿي ويئي، ته راءَ جو مغز خراب ٿي پيو آهي. هن کي سندس ياءُ، ڀائيجي باوا، جي صلاح سان قيد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. آخر 'انجر' مان مخفي طرح فوج گهرائي کيس نظربند ڪيو ويو. ان کان اڳ هن کي هٿ ڪرڻ جون ڪيتريون ناڪام ڪوششون ڪيون ويون هيون، پر هن حبشين جي مدد سان انهن جو مقابلو پئي ڪيو. هڪڙي مقابلي ۾ راءَ ۽ هن جي رفيقن، محل جي اڳڻ ۾ وزير ڪوٺاري واگهه ۽ هن جي ٽي سؤ همراهن کي نهايت بيدرديءَ سان قتل ڪيو.

هن کان پوءِ راءُ سمورو وقت نظربند [1] رهيو. هن جو ياءُ، ڀائيجي باوا، اجا ايڏيءَ عمر جو نه هو، جو ملڪي ڪاروبار سنڀالي سگهي. تنهنڪري حڪومت، پگهاردار فوج جا ٻارنهن سپه سالار هلائيندا هئا، جي سڀ مسلمان هئا. انهن جو اڳواڻ ڏوسيل ويڻ هو، جنهن جي حڪم هيٺ هو ڪاروبار هلائيندا هئا.

انهن اڳواڻن ۾ فتح محمد نالي هڪڙو سنڌي به هو. هو جهڙو هو لائق، تهڙو هو بهادر. هن ڏٺو، ته ڏوسيل ويڻ جي حڪومت ضعيف ۽ بدنام آهي، تنهنڪري هن فوج ڪاروبار هلائيندڙ وزيرن، ۽ ڪن جهاريجن سان منصوبو

---

[1] مانواري اير. ايلفنسٽن جي روبڪاريءَ تان ورتل.

رتيو. سنہ 1792ع ۾ هن ڏوسيل ويڻ کي برطرف ڪري، حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ڪيون. هن ڏهہ ورهيہ لاڳيتو ٽيائيجي ٻاوي جي نالي ۾، ناظم جي حيثيت سان قابليت ۽ استقامت سان حڪومت هلائي. آخر ٽيائيجي ٻائو جڏهن وڏو ٿيو، تڏهن هو محسوس ڪرڻ لڳو، تہ ڪيس حڪومت جي ڪاروبار ۾ مداخلت ڪانہ هئي. هنسراج ۽ ٻيا وزير جي فتح محمد جي حڪومت ۾ راضي نہ هئا، تن انهيءَ ڳالهہ جو فائدو ورتو. اتفاق سان فتح محمد دارالسلطنت مان ٻاهر ويل هو. انهيءَ موقعي جو فائدو وٺي، هو ٽيائيجي ٻاوي کي مانڊويءَ وٺي ويا، جا ان وقت هنسراج جي قبضي ۾ هئي. هنسراج جي دولت ۽ لياقت، ٻين وزيرن جي شموليت، ۽ ٽيائيجيءَ جي هردلعزيزيءَ ۽ حقگوئيءَ جي ڪري، ماڻهو ڪثرت سان هنن جا طرفدار ٿي ويا. فتح محمد لاچار ٿي ڀڄي ڇڏي، انجر جي قلعي ۽ ان جي آسپاس واري ملڪ جي حڪومت قبول ڪئي.

انهيءَ انقلاب کان پوءِ، ڇهن مهينن جي اندر يعني سنہ 1802ع ۾ ٽيائيجي گذاري ويو، ۽ فتح محمد کي وري وارو لڳي ويو. هنسراج واپاري هو، هن کي دولت بہ هئي ۽ هو هڪ هردلعزيز بہ هو، پر هو فوجي هنر کان بنهہ غير واقف هو، تنهنڪري هو مانڊويءَ ڏانهن هليو ويو، ۽ پڇ ٿي فتح محمد وجي قبضو ڪيو. لکپت بندر، مونڊرو، ڀٽ ۽ سيسالڊ، آزاد سردارن جي هٿ ۾ رهيا. انهن مان ٿي مسلمان هئا، پر هو هنسراج سان ٻڌل هئا. انهن ڌرين کي عرب، سنڌي ۽ ڪڇي پڳهاردار مسلمان سپاهين جي مدد هئي. جهاريجن کي هن وقت شايد گهٽي وقعت ڪانہ هئي، ۽ هنن جو انهيءَ ڪشمڪش ۾ ڪوبہ ورتل ٻهرو ڏسڻ ۾ ڪونہ ٿو اچي. انهن مان کي پنهنجن ڪوٽن ۾ بيطرفدار رهيا ۽ ڪن وجي مخالف ڌرين جي نوڪري ڪئي. راءُ فتح محمد جي قبضي ۾ هو ۽ هنسراج کي ڪا ذاتي اختياري ڪانہ هئي، پر تنهن هوندي بہ برادريءَ جو وڏو حصو هن جي نوڪريءَ ۽ هن جي ڌر سان شامل هو. فتح محمد جي هٿ ۾ بہ جيڪي آيا، انهن کي پورو ڪري ڇڏيائين. هن انهن جي گهرن ۾ جهڳڙا وجهايا. انهن جي قلعن کي گهيرو ڪيائين ۽ پنهنجي خزاني ڀرڻ ۽ انتقام وٺڻ لاءِ ڪيترا بهانا ڪري، انهن تي ڇٽيون وڌائين. خرچ جي پورائيءَ ڪرڻ لاءِ هن واپارين ۽ آبادگارن تي ڪيترا محصول ۽ ڏنڊ وڌا. انهن ڪاروائين ملڪ ۾ عام ناراضپو پيدا ڪيو، پر تنهن هوندي بہ هن جي خلاف ڪا سازش ڪانہ ٿي. هو

دارالسلطنت ۽ راءَ جي ملڪ جي گھڻي حصي تي حڪومت ڪرڻ سان گڏوگڏ پنهنجن رقيبن جي علائقي تي بہ حملا ڪندو رهيو- جيستائين هن جي پڇاڙي تي. "جميندار" جي نالي ڪيٰ ڪڇ ۾ اڄ بہ ايتري عزت ڏني ويندي آهي، جيتري راءَ کي. فتح محمد سنہ 1813ع ۾ گذاري ويو. هنسراج هن کانٰ تورو وقت اڳ مري ويو هو، ۽ راءَ راهہ دين پوءِ جلد ئي راهہ رباني وني راهي ٿيو.

جيستائين فتح محمد کي ڪاميابي حاصل ٿيندي رهي، تيستائين هو منصف مزاج ۽ رحمدل هو- جيستائين ڪا خاص مجبوري نہ هوندي هئس، پر توري ئي ڪا اٽڪ پوندي هئس يا ڪو نقصان ٿيندو هئس، تہ هن ڪيٰ هڪدم غصو وني ويندو هو. انهن ڏينهن جو اتهاس خانہ جنگي، خونريزي، قتل، ڌوڪيبازي ۽ ظلم زبردستيءَ جو هڪ دردناڪ داستان آهي.

فتح محمد کي جو ورثو مليو هو، ۽ هن جا جي مقصد هئا، انهيءَ مان ڪا ڀي اميد رکڻ بہ اجائي هئي. هن جي همت، سخاوت، احساس ۽ غربت تحسين جوڳي هئي، پر هن ڄي ظلمن، انتقام ۽ وقتي ڌوڪيبازيءَ لاءِ اسان کي نفرت آهي. تنهن کان سواءِ، هن پنهنجي بدبخت رعايا، جنهن جي محبت جيٰ هو دعويٰ ڪندو هو، تنهن تي بارها بدترين نموني جي خانہ جنگيءَ جي مصيبت آندي. خانہ جنگي ڀاڙتي سپاهين جي مدد سان هلندي هئي، جن جو خرچ ملڪ جي آمدني کان وڌيڪ هوندو هو. مختصر لفظن ۾، هو ڌاڙيلن جي ٽوليءَ جو هڪ ظالم ۽ بيرحم سردار هو. جيڪڏهن هن کي ٻيا چڱا جذبا ڏيکاريا يعني ٻہ - ٽي شهر اڏايائين ۽ لکپت جو قلعو نهرايائين ۽ تونيءَ ۾ بندر قائم ڪيائين، تہ انهيءَ مقصد سان، تہ ڀاڙيوارن سردارن کان گوءِ کٽي کين نقصان پهچائي.

لکپت جي قلعي وارن مخالفت جو اظهار ڪيو، تنهن کان پوءِ هن ان تي چار دفعا پاڻ پنهنجي سر ناڪام حملا ڪيا، ۽ بيپناهہ شهر ۽ ڳوٺ ناس ڪيائين، جيڪي ماڻهو سندس پٺي وڃڻ ڪري، سندن مخالفن جا طرفدار ٿيا هئا، سي سڀئي مارايائين. هنن وري سندس طرفدارن کان وير ورتو. پڇ ۽ مانڊويءَ جي وچ ۾ جي ڳوٺ آهن، تن جي پٽيلن کان مون ٻڌو آهي، تہ مخالف ڌرين هنن کي هڪ مهيني ۾ ٽي دفعا ڦُر ڪري، هڪالي ڪڍيو.

# فصل: 2

## انگريزن جي لاڳاپي جي شروعات کان وٺي، سنہ 1816ع جي عهدنامي تائين

هاڻي اسان ڪڇ جي تاريخ ۾ انهيءَ منزل تي پهتا آهيون، جتان ڪڇ ۽ برطانيا سرڪار جا تعلقات شروع ٿين ٿا. فتح محمد جي مرڻ ڪري جيڪي نتيجا نڪتا، تن جي احوال ڏيڻ کان اڳ ضروري آهي، تہ ٿورو پنتي وڃي انگريز سرڪار ۽ ڪڇ جي حڪومت جي وچ ۾، جي ڳالهيون ٻولهيون هليون هيون، تن جو ذڪر ڪجي. هڪڙي وقت سنہ 1801ع ۽ سنہ 1802ع ۾، جڏهن مانڊويءَ جي ناظر هنسراج جو ستارو عارضي طور زور هو، تڏهن هن ممبئي سرڪار کي راءَ راهہ دين جي نالي ۾ عرض ڪيو هو، تہ هو وچ ۾ پئي فتح محمد سان سندس ناهہ ڪرائين، نہ تہ ملڪ جو خانو خراب ٿي ويندو. انهيءَ خدمت جي عيوض هو مانواريءَ ڪمپنيءَ کي ڪڇ جو علائقو ڏيڻ لاءِ تيار هئا: بشرطيڪ دارالسلطنت راءَ جي رهائش لاءِ مخصوص رکبي وڃي، ۽ آئيندي لاءِ هن جي پرورش جو خاطرخواهہ انتظام ڪيو وڃي. ٻين ٻن سالن ۾ ممبئيءَ ۾ ڪڇ جي حفاظت لاءِ انگريزي فوج موڪلڻ جي درخواست پهتي. ان کان پوءِ، جلد ئي سنہ 1804ع ۾، هنسراج ۽ فتح محمد جي گڏيل درخواست پهتي.

پر انگريز سرڪار کي ڪڇ جي حڪومت سان فقط اهڙا تعلقات رکڻ جو ارادو هو، جي سندن رعيت جي ماڻهن ۽ دوستن کي، راءَ جي سرڪش ملازمن کان بچائڻ لاءِ ضروري هئا: تنهنڪري سنہ 1809ع ۾، انگريزن جو متين ٻن سردارن سان فقط اهو عهدنامو ٿيو، تہ هو سمنڊ جا ڌاڙا بند ڪندا. ان وقت اتر وارن بندرن تان ڌاڙيل پنهنجون ڪارروايون ڪندا هئا. ٻيو عهدنامو ڪاٺياواڙ ۽ گجرات جي بچاءَ لاءِ ڪيو ويو. ان جو شرط اهو هو، تہ درٻار جي فوج، ڪڇ جي رڻ ۽ نار جي اوير طرف ٽپي نہ ويندي. انهن وعدن جي عيوض انگريز سرڪار ذمو کنيو، تہ هو پُڇ جي درٻار جي، نوانگر جي ڄام ڏانهن جيڪا بقايا رهيل هئي، تنهن جي حق رسي ڪندا. ان کان وڌيڪ هنن ڪڇ جي ڪاروبار ۾ دست اندازي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. البت سنڌ جي حڪومت کي

سو چتاءُ ڏنائون، تہ هو ڪڇ تي حملي ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪن. ميرن جون مڙيو ئي ڪڇ ۾ گهٽي وقت کان اکيون هونديون هيون.

بدقسمتيءَ سان انگريزن جون مرادون انهن ڪاروائين سان برصواب نہ ٿيون. ڪڇ جي ڪناري تي اڳي کان بہ وڏيڪ ڌاڙيل رهڻ لڳا ۽ هو نهايت بيباڪيءَ سان ڌاڙا هڻندا رهيا، جنهنڪري واپار کي ڪاپاري ڌڪ لڳو. هنسراج جو پٽ سويراج، جو پيءُ جي مرڻ کان پوءِ، مانڊويءَ جو ناظر ٿيو هو، تنهن انهن ڌوهن جي همت افزائي ڪئي ۽ ڪيترن خوفناڪ ڌوهارين کي پڇي وجهڻ ۾ مدد ڪئي. وڏيڪ خرابي تڏهن ٿي، جڏهن هن ڪڇ جي نار ۾ داخل ٿيندڙ سيني جهازن تي محصول وڌو، جنهن ۾انگريزن جي ڏنل پاسن وارا جهاز بہ اچي ٿي ويا. ڪمپنيءَ جا ڪيترا جهاز ڌاڙن بند ڪرڻ جي ڪم ۾ رُڌل هئا. انهيءَ هوندي بہ ڌاڙا ايترا، تہ وڌي ويا هئا. جو ممبئي سرڪار، مانڊويءَ جي عملدارن ڏانهن احتجاج لاءِ وڪيل موڪليو، ۽ مانواريءَ ڪمپنيءَ جو حضور گائڪوار جا، سويراج کي پئسا رهيل هئا، تن جي گهر ڪئي.

انهيءَ ڪم لاءِ ڪئپٽن جيمس ايم - مرڊو انتخاب ڪيو ويو، جيڪو پنهنجيءَ لياقت ۽ قابليت دوران انهيءَ ڏکئي ڪم لاءِ نهايت موزون هو. هڪڙي زبردست بحري فوج هن جي حوالي ڪئي ويئي، ۽ هن کي هدايتون ڏنيون ويون تہ هو ڌاڙيلن جي رهڻ جون جايون ۽ هنن جي تعداد جي خبر لهي ڏئي. اهو فرض، هن پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي، تمام خاطرخواهہ نموني ۾ پورو ڪيو. هي صاحب مانڊويءَ ۾ بہ - ٿي ڏينهن رهيو، تہ سندس روشن ضمير کي خبر پئجي ويئي، تہ ڌاڙيلن کي نہ فقط اتي پناهہ ملندي هئي، پر ڪين خود فتح محمد بچائيندو هو. ڪڇ جي نار ۾، حسن ناڪئي نالي هڪ ڌاڙيل، ڪابل جي شهزادي شاهہ داراب جو قيمتي وکر سان لڏيل جهاز لُٽيو هو ۽ پوءِ اها حرام جي دنيا کليو کلايو پُج ۾ وجي هر قسم جي عيش عشرت ۾ برباد ڪئي هئائين.

سويراج سڀ مطالبا قبول ڪيا، ۽ ڪئپٽن ايم - مرڊو جو هن سان خاطر خواهہ سمجهوتو ٿيو. پر، مانڊويءَ جو معاملو اڃا مس طيءُ ٿيو، تہ هوڏانهن فتح محمد سنہ 1809ع جي عهدنامي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ شروع ڪري ڏني، ۽ ڪئپٽن ايم - مرڊو ان طرف ڌيان ڏيڻ لڳو. ڌاڙيلن جا ٽولا واگر مان روز ڪانياواڙ وجي، ملڪ کي ويران ۽ برباد ڪري ايندا هئا. ڪئپٽن فيلن نالي

هڪ انگريز عملدار جي هڪ سنڌي قاتل کي، جو نوانگر مان ڀڄي ويو هو، تنهن کي ڀُڄ جي درٻار ۾ نوڪري ڏني ويئي هئي. مشهور ڌاڙيل حسن ناڪئي، ۽ اهڙي قسم جي ٻين ماڻهن کي حڪومت جي تختگاهه ۾ رهڻ جي اجازت ڏني ويئي هئي. جڻ تہ هڪ عهدنامي جي شرطن جون اهي ڀڃڪڙيون ڪافي نہ هيون. فتح محمد پاڻ سنتلپور ۾ چوڪي قائم ڪرڻ ۽ اهو ملڪ پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ جي ارادي سان ڪڇ جو رڻ ٽپي، پارڪر ۾ فوج وٺي ويو.

عهدنامي جي انهن ڀڃڪڙين تي ڪئپٽن ايم - مرڊوي سخت اعتراض ورتو. هو مانڊويءَ ۾ پنهنجو ڪاروبار پورو ڪري، ڪانياواڙ ۾ موروي‍ءَ جي شهر ڏانهن هليو ويو. جتان جميندار کي سندس وعدا ياد ڏياريائين ۽ کيس انهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ تنبيهه ڪيائين. هن ڪانئس شاهه داراب جي ملڪيت موٽائي ڏيڻ جي گهر ڪئي، جنهن ممبئيءَ سرڪار کان مدد گهري هئي. ساڳئي وقت فتح محمد کي چيو ويو، تہ جيڪڏهن هو سنڌي خوني ۽ ڌاڙيل اسان جي حوالي نہ ڪندو، تہ انهن ڪڌن ڪرتوتن لاءِ کيس جوابدار ٺهرايو ويندو. انهيءَ اعتراض تي سنتلپور مان فوج هٽائي ويئي هئي، ۽ واڳر جي ڌاڙيلن وغيره متعلق اجا ڳالهيون هليون پئي، تہ فتح محمد مري ويو. زنجيريءَ جون ڪڙيون پوريون ڪري، اسان هاڻي پنهنجو قصو وري شروع ڪريون ٿا.

فتح محمد جي مرڻ کان پوءِ، ڪڇ جي حڪومت جون واڳون هن جي ٻن وڏن پٽن، ميان حسين ۽ ميان ابراهيم جي هٿ ۾ آيون. اهي ٻيئي جوان هڪٻئي کان مختلف هئا. ميان ابراهيم کي عقل، همت ۽ ڦڙتائي هئي، بلڪ پويون ٻہ وصفون تہ بلڪ حد کان وڌيڪ هئس. هو ننڍو ڀاءُ هو، تنهن هوندي بہ هن حڪومت جي ڪاروبار ۾ چڱو ڀهرو ورتو هو، ۽ هن کي واڳر جي مشهور قلعي "ڪن ڪوٽ" جو ناظم مقرر ڪيو ويو هو. هن جو ڀاءُ ضعيف دل، سست ۽ غير مستقل مزاج سمجهيو ويندو هو. تنهنڪري هو ڀُڄ ۾ پيءُ جي نظر ۽ سنڀال هيٺ رهندو هو. مرڻ کان ڪجهہ وقت اڳ فتح محمد، جڳجيون مهتا نالي، هڪڙي ناگر برهمڻ جي صلاح مصلحت تي هلندو هو. هن جي ايمانداريءَ ۾ کيس پورو پورو اعتماد هوندو هو. هن جي وصيت هئي، تہ سندس پٽ، مهتا جي صلاح مشوري تي هلن ۽ سندس تعظيم ۽ تڪريم ڪن. پر انهيءَ شخص جي اثر کان جميندار جا رشتيدار ناراض هئا، ۽ هن جا پٽ ساڻس حسد ڪندا

هئا. اهو اثر خاص ڪري هنن جي ماءُ، جمل ٻائيءَ کي پسند نہ هو. جمل ٻائي هڪڙي ساديءَ طبيعت جي عورت هئي. هوءَ موندرا جي حاڪم ميان سوٺي جي اثر هيٺ هوندي هئي، جو ان وقت جو هڪ نهايت شرير ۽ فسادي شخص هو، ۽ جنهن سان هن جي عزازت هئي. جيستائين فتح محمد جيئرو هو، تيستائين هو پنهنجن عزيزن کي لغام ۾ رکندو ايندو هو. پر هن جي مرڻ کان پوءِ هو مچرجي پيا. ميان ابراهيم پيءُ جي مرڻ جي خبر ٻڌي ڪن ڪوٺ کان موٽي آيو ۽ مرتئي جي رسمن ادا ڪرڻ جي بهاني تي ميان محمد سوٺي، ملڪ محمد، ڏوسل ويڻ ۽ ٻين مسلمان عملدارن کي دعوت ڏئي پُڇ ۾ گهرايائين. اتي هڪدم جڳجيون مهتا جي خلاف هڪ جماعت ٺهي ويئي ۽ هن کي مارڻ جو منصوبو رٿيو ويو.

انهيءَ منصوبي ۾، فتح محمد جي وڏي پٽ، ميان حسين کي شامل ڪونہ ڪيو ويو هو. شايد ائين سمجهيو ويندو هو، تہ هو مهتا جو طرفدار آهي يا ممڪن آهي، تہ هنن ائين سمجهيو هجي، تہ هو بزدل ۽ غير مستقل مزاج ماڻهو آهي، تنهنڪري کيس اهڙي ڪم ۾ شريڪ نہ ڪرڻ گهرجي، جنهن ۾ رازداري ۽ پختي ارادن جي ضرورت هئي. پر انهيءَ سازش جي خبر يحيٰ نالي هڪڙي عرب جميندار کي پئجي ويئي، جنهن کي جڳجيون جي مدد سان درٻار ۾ نوڪري ملي هئي. هن کي جڏهن منصوبي جي خبر پئي، تڏهن هو همت ڪري، پنهنجن هموطنين سان مهتا جي جان ۽ مال کي هر حال ۾ بچائڻ لاءِ نڪري نروار ٿيو.

معاملو انهيءَ حد کي پهتو هو، جڏهن راءُ راهدين گذاري ويو. ان وقت وري هڪ واقعو ٿيو، جنهن جهيڙي کي مذهبي رنگ ڏيئي، ذرين کي وڏيڪ ڀڙڪايو. اهو بدقسمت حاڪم ڪيترا سال مغز سالم نہ هئڻ سبب نظربند هو. هن کي ٻين وهمن سان گڏ اسلام لاءِ هڪ قسم جو جنون هوندو هو، ۽ آزاديءَ جي زماني ۾ سرڪاريءَ مملڪت ۾ زوريءَ اسلام پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين. پوين ڏينهن ۾ هو وقلندو هو، ۽ هر وقت مذهبي ڳالهيون ڪندو هو. هن متقي ۽ پرهيزگار شخص وانگر فاقا ڪڍڻ شروع ڪيا هئا، ۽ وصيت ڪئي هئائين، تہ سندس مڙهہ هڪ ننڍيءَ مسجد ۾ پورايو وڃي، جا هن خاص انهيءَ مقصد لاءِ محل جي اڱڻ ۾ نهرائي هئي. هيءَ ڪا اهڙي وصيت نہ هئي، جنهن کي ميان ابراهيم ۽ هن جا ٻيا مسلمان دوست سولائيءَ سان نڪرائي سگهن:

تنهنڪري هنن فوتيءَ جي خواهش شرعي نموني ۾ پوري ڪرڻ لاءِ هڪدم ڪوشش ڪرڻ شروع ڪري ڏني. فوتيءَ کي رواج موجب دفن ڪرڻ لاءِ مڪمل تياريون ڪيون ويون. هوڏانهن جڳجيون مهتا چار - پنج سؤ راجپوت وٺي، زوريءَ لاش کڻي ڏاڍي ڪريا ڪرم سان چِکيا تي چاڙهيو. هندو ان تي ڏاڍا خوش ٿيا.

هيءَ ڪاروائيءَ محل جي زالن جي چرچ تي ڪئي ويئي هئي، جن جي نظر ۾ لاش جو پورڻ هڪ وڏو پاپ جو ڪم هو. ميان ابراهيم ۽ هن جي ڌر کي دست اندازيءَ ڪرڻ جو وجهه نه مليو. شايد اهو ڪم هنن جي طاقت کان ٻاهر هو. تنهنڪري راڻ راهه دين جي رک وجي سندس وڏن جي رک سان ملي. مسلمان جي نظر ۾، مهتا جي روش هڪ وڏي بي ادبي هئي. ان ڪري هڪ طرف هن جا دشمن پاڻيءَ کان نڪري ويا، ۽ قوم جو هڪ زبردست فوجي طبقو سندس خلاف ٿي ويو. ٻئي طرف هن پنهنجو اثر عربن ۾ وڃايو. جي هن وقت تائين سندس پرجهلو ۽ مددگار هئا. انهن حالتن ۾، گاديءَ لاءِ منصوبا ۽ سازشون شروع ٿي ويون. اهي منصوبا ڪيترا هفتا نهايت زهريلي نموني ۾ هلندا رهيا. جڳجيون ۽ جهاريجي سردارن، ڀائيجي ٻائي جي حقي پٽ ۽ راءِ راهدين جي پائٽي، لدوبان جي طرفداري ڪئي. ٻيءَ ڌر فيصلو ڪيو ته مانسنگهه کي تخت تي ويهارجي، جو راهدين جو هڪ ٻانوِيءَ مان پٽ هو.

اهي ٻيئي رقيب ننڍيءَ عمر جا هئا ۽ ملڪ جي ڪاروبار جي خبر ڪانه هين. مسلمان ڌر جي لاءِ ٻيئي هڪجهڙا هئا. هنن کي فقط هڪ گُڏو کپندو هو. جنهن جي نالي ۾ هو پنهنجا ذاتي مقصد پورا ڪن. لدوبا پنهي مان ننڍو هو ۽ حقي وارث هو. پُڪو شايد ان تي پوري ها. پر ميان ابراهيم هن جي رقيب جي فائدي ۾ هو. ميان ابراهيم ڇو هن جو طرف ورتو، ان لاءِ ضروري آهي، ته ميان ابراهيم جي مختصر تاريخ ڏجي: هن وقت کان ٻه سال اڳ، ميان ابراهيم جي مانسنگهه جي ڀيڻ ڪيسر ٻائيءَ سان محبت ٿي ويئي هئي. ڪيسر ٻائي به هن کي پيار ڪندي هئي يا گهٽ ۾ گهٽ مصاحتاً ڏيکاريندي هئي، ته ساڻس پيار اٿس. ميان ابراهيم مخفي طرح ڪيسر ٻائيءَ سان ملڻ لاءِ محل ۾ ايندو هو. ته مانسنگهه هن جي مدد ڪندو هو. انهيءَ راز جي خبر معلوم سنگهه نالي هڪ مارواڙي جميندار وجي فتح محمد کي ٻڌائي. هن موقعي تي فتح محمد هن جي اعليٰ اخلاق جي پوري پوري ثابتي ڏني. راءِ سان مائٽي ڳنڍڻ ۾، هن

جي ذاتي عزت افزائي ٿئي ها ۽ اها مائٽي هاڻ ممڪن به هئي. انهيءَ رشتي ڪري ڪڇ جي حڪومت پشت بپشت سندس خاندان ۾ رهندي اچي ها، پر هن اهي فائدا پنهنجي فرض ۽ ناموس سان خريد ڪرڻ نٿي چاهيا. تنهنڪري هن هڪدم پٽ کي دربار ۾ اچڻ کان منع ڪئي، ۽ حڪم ڏنائين ته، دارالسلطنت ڇڏي وڃي واگر ۾ رهي. پيءُ جي مرڻ کان پوءِ، ميان ابراهيم ڀُڄ واپس اچي، وري ڪيسر ٻائيءَ سان پنهنجا تعلقات شروع ڪيا. ڪيسر ٻائيءَ جي چوڻ تي هن حقي وارث ٻدران ڪيسر ٻائيءَ جي ڀاءُ کي مدد ڪرڻ جو وعدو ڪيو. ميان محمد سوٽي کي50،000 ڪوڙيون رشوت ملي. انهن ٻنهي گڏجي مانسنگهه کي، راءُ ڀاري يا پرملجي جي لقب سان تخت تي ويهاريو.

انهيءَ انتخاب تي جهاريجن جو ڪوبه اعتراض ڪونه ورتو ٿو ڏسجي. انهن مان گهڻا، ته پنهنجن گهرن مان به نه نڪتا ۽ جيڪي ملڪ ۾ وهيو واپريو پئي، سو ٻڌو اڻ ٻڌو ڪري ڇڏيائون. ٻين کي رشوت ملي يا دٻپ ۾ رهي اعتراض ڪونه ورتائون. راءُ پرملجي ارڙهن ورهين جو هو، جڏهن هو تخت تي ويٺو. هن جي سموري حياتي محل جي ملول ۽ اونداهين ڪوٺين ۾ گذري هئي، تنهنڪري تخت تي ويهڻ ڪري هن جي طبيعت ۾ ڪوبه ڦيرو ڪونه آيو. البت، ڪڏهن ڪڏهن هن کي عام ماڻهن جي اڳيان پنهنجي نمائش ڪرڻي پوندي هئي، نه ته هو ۽ سندس سؤٽ لڏوبا، هميشه نظربند هوندا هئا. چون ٿا، ته ٻند ۾ هو هڪبئي سان ڏاڍيءَ محبت سان رهندا هئا ۽ منصوبا ڪندا هئا، ته موندرن جي سردار جي طاقت ڪيئن ڊاهجي. پر ميان حسين جلد حڪومت جون واڳون پنهنجي قبضي ۾ ڪيون، ۽ ڀُڄ ۾ هرهنڌ سپاهي رکيائين. اها ڳالهه ممڪن نه هئي، ته نظربند شهزادن جون رٿون ڪي ڪامياب ٿينديون. پر، ميان محمد سوٽي جي هنيلي ۽ سرڪش روش، آخر ميان حسين جي سٽل جوش کي جاڳايو. هن کي اڳيئي غصو هو، جو ڪيس پوري عزت ڪانه ملندي هئي، تنهنڪري هن مسلمانن کي مخفي طرح ڇڏي وڃي، جڳجيون مهتا جي ڏر سان ڳالهيون ٻولهيون شروع ڪيون.

انهيءَ وچ ۾ انگريز سرڪار، فتح محمد جي مرڻ کان پوءِ، وري ميان حسين کي وڪيل موڪلڻ جي اجازت گهري هئي. ميان حسين ڪجهه لکپڙهه کان پوءِ، انگريزن کي عرض ڪيو ته ڀُڄ ۾ وڪيل موڪليو وڃي. انهيءَ خدمت

لاءِ رگھوبا اپا چونڊيو ويو، جو هڪ هوشيار ۽ آزمودگار شخص هو. مان هن کي ذاتي طرح سڃاڻان ۽ ڪيترا دفعا ساڻس ڳالهيون ٻولهيون ڪيون اٿم. هن کي هدايتون ڏنيون ويون هيون، ته هو ڪڇ جي حڪومت سان نرمائش ۽ تحمل کان ڪم وٺي. هو جڏهن ڪڇ ۾ پهتو، تڏهن اتي متيون ڏيکاريل حالتون هيون. هن ڏرين جي وچ ۾ پئي، مهتا ۽ ميان حسين جي وچ ۾ دوستي پڪي ڪرائي. هو بيئي سفارت جي مقصد جي فائدي ۾ هئا. رگھوبا اپا جي ڪاروائن جو نتيجو هيءُ نڪتو، جو ڪئپٽن ايم. مرڊو کي موروي مان پُٺ موڪليو ويو ۽ جڳجيون مهتا، جنهن کي عربن جي مدد هئي، تنهن کي هاڻي انگريزن جي وڪيل هئڻ ڪري، ايتري همت ٿي جو ميان حسين کي چيائين ته: "جيستائين ميان محمد سوٽي کي موقوف نه ڪيو ويندو، تيستائين مان دربار جي ڪنهن به حيثيت ۾ نوڪري نه ڪندس". ميان حسين، مهتا جي اها گھر قبول ڪئي. پر ميان محمد پڇ ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو، ۽ هر نموني ۾ ڪوشش ڪيائين، ته ڪئپٽن ايم. مرڊو پڇ نه اچي. پر جڏهن هن جون اهي ڪوششون ناڪام ٿيون، تڏهن هو غصي ۾ ناراض ٿي موندرن موٽي ويو. ميان حسين کي به سندس ڀاءُ ۽ جڳجيون مهتا جي روش پسند نه هئي، پر هو دارالسلطنت ۾ رهي پيو ۽ واجهائيندو رهيو، ته نتيجو کهڙو ٿو نڪري! ساڳئي وقت هو پنهنجي عيش عشرت ۽ نفس پرستيءَ ۾ مشغول هو.

ڪئپٽن ايم. مرڊو کي ڪڇ جا عملدار عزت سان پيش آيا. هن ڏنو، ته جڳجيون مهتا ۽ ميان حسين، انگريز سرڪار سان دوستاڻا تعلقات قائم ڪرڻ جا خواهان آهن. سنتلپور جي معاملي تي به بحث ٿيو. هن عذر ڏنو، ته سندن نظر ۾ ڪڇ جي دربار کي اوڏانهن فوج موڪلڻ جو حق هو. هنن جي خيال ۾ سنه 1809ع جي عهدنامي جي صحيح معنيٰ ۽ مقصد اهو هو، ته ڪمپني ۽ سندن دوستن جي ملڪن تي حملا نه ٿين. سنتلپور، راڌنپور جي نواب جي ملڪيت هئي، ۽ نواب ڪمپنيءَ جو طرفدار نه هو. هنن اها ڳالهه قبول ڪئي، ته فتح محمد ڏاڪو حسن ناڪئي کي پيچ ۾، شهزادي داراب جي جهاز جي ڦُر ٿيڻ کان پوءِ گهرايو هو. پر چيائون، ته سامان جي قيمت ايتري نه هئي، ان ۾ فقط ٿورا ايراني زيور هئا. ڌاڙيل برابر ميان محمد سوٽي جي نوڪريءَ ۾ هو. هنن اهو ذمو پاڻ تي کنيو، ته هو هن جي ٻانهن ڪانئس وٺي، انگريز سرڪار

کي سزا ڏيڻ لاءِ حوالي ڪندا. هو سنڌي قاتل کي بہ اسان جي حوالي ڪرڻ لاءِ تيار هئا، بشرطيڪ هو ڪڇ ۾ هجي. هنن اها ڳالهہ قبول ڪئي، تہ اسان جون واگر جي خلاف شڪايتون حقيقي هيون ۽ هو واگر جي ڌاڙيلن کي سزا ڏيڻ لاءِ فوج موڪلڻ لاءِ تيار هئا. ۽ ڪئپٽن ايم. مرڊو کي دعوت ڏنائون، تہ هو بہ فوج سان گڏجي هلي. ميان حسين ان ڳالهہ جو اقرار ڪيو، تہ سندس حڪومت ضعيف هئي. هو انهيءَ ڳالهہ ۾ راضي هو، تہ انگريز پيل وچ ۾ پئي ڪچ ۾ امن امان قائم ڪن ۽ حڪومت جون واڳون حقي وارثن کي ڏيارين.

انهن مان ڪيتريون رٿون خاطرخواهہ نہ هيون، پر انگريز سرڪار جي خوشنوديءَحاصل ڪرڻ لاءِ درٻار، موندرن جي سردار ڪان حسن ڌاڙيل جي گهر ڪئي ۽ ميان حسين 12- اپريل تي 300 ماڻهو وني، ڪئپٽن ايم. مرڊو ساڻ ڪري واگر تي ڪاهي ويو. ميان محمد سوٽي، جنهن نموني ۾ گس گساءُ ڪيو ۽ جو جواب ڏنو، سو ڏيکاري ٿو، تہ هو ڪهڙي قسم جو ماڻهو هو ۽ سچ تي هلندو هو يا نہ ۽ ڪڇ جي سرڪار لاءِ ڪيتري عزت هئس. جنهن وقت ڪيس خط پهتو، ان وقت ڌاڙيل سندس نوڪريءَ ۾ ڏنو ويو هو. هن جو جواب هيءُ هو تہ: "توهان جو چوڻ آهي تہ انگريز ڪئپٽن، ايم. مرڊو اچي ويو آهي، هنن کي چا کپي؟ ناڪئو حسن تہ ڪراچيءَ ۾ وينو آهي". جڏهن فوج واگر ۾ پهتي، تڏهن گهڻا سردار ميان حسين جي ڇانوڻيءَ ۾ اچي پيش پيا. هن پلانسو ۽ رابور ۾ چونڪيون قائم ڪيون ۽ صوبي ۾ وري صلح سانت ٿي ويو. پر هن وٽ ايترا وسيلا نہ هئا، جو هو پڪي پائي تي امن امان قائم ڪري سگهي. تنهنڪري هو جلد پيچ موٽي آيو ۽ ڪئپٽن ايم. مرڊو، ڪانياواڙ هليو ويو. هن کي خاطري هئي، تہ ڪڇ جا حڪمران، پنهنجي سرڪش رعيت کي قبضي ۾ رکي نہ سگهندا.

انهيءَ وچ ۾ ابراهيم ميان، جو فوج سان گڏجي واگر ويو هو، سو اڃا موندرن جي ڌر جو طرفدار هو. هو روز ڀاءُ کي انگريزن جي طرفداريءَ ڪرڻ لاءِ نندينڊو هو. ڀاءُ جي موٽڻ ڪان پوءِ، ابراهيم ميان ڪن ڪوٽ ۾ ترسي پيو، ۽ ٻيلي ۽ واگر جي ٻين ڌاڙيلن جي هر نموني حوصلا افزائي ڪرڻ لڳو. آخر هن کليو کلايو پنهنجي ڀاءُ ۽ ڀيچ جي حڪمرانن جي خلاف جنگ جو اعلان ڪيو، ۽ اسڪرنسا جهڙي لچ ۽ فسادي ماڻهوءَ ۽ محمد سوٽي سان گڏجي، انجر جي

ضلعي ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ ڌاڙا هنيا ۽ دربار جي شهر فتح ڳڙهه ۽ ان جي قلعي تي زوريءَ قبضو ڪيو. اهڙيءَ طرح ڪڇ جي اوڀر واري حصي ۾ ڦُرلٽ ۽ فساد پئي هليا، ته ٻئي طرف مانڊويءَ ۾ به وڳوڙ ۽ خونريزي هئي. موندرن جي سردار جي چرچ تي، ڏوسل ويڻ ۽ ملڪ محمد، پنهنجي مالڪ سوپراج هنسراج کان مانڊوي وٺڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هنن جو منصوبو ظاهر ٿي پيو ۽ هنن شڪست کاڌي. خانه جنگي زور سان شروع ٿي ويئي ۽ دربار کي ان جي خراب نتيجن بند ڪرڻ جي طاقت ڪانه هئي. مُلڪ ٽن - چئن مختلف ڌرين ۾ ورهائجي ويو. سيني ڌرين جو مقصد هو ته غريب ڪڙمين ۽ ڪاسبين کي ڦُرڻ، جن جي حالت اڳيئي ڏرين لُٽين سبب نهايت قياس جوڳي هئي. واگر جي ڌاڙيلن کي به لُٽ ۾ مزو اچي لڳو ۽ هر طرف ملڪ ۾ خواهه ٻاهر پنهنجو ڄار پکيڙيائون. گائڪوار ۽ پيشوا جا سٺ ڳوٺ، ڪاٺياواڙ ۾ ناس ڪري ڇڏيائون. انهن ڌوهن کي بند ڪرڻ لاءِ ڪي به اثرائتا قدم ڪونه کنيا ويا. آخر انگريز سرڪار لاچار ٿي ڌرين کي اطلاع ڏنو ته: "اسان ۽ اسان جي دوستن جون فوجون ڌاڙيلن جي پنيان سندن گهرن تائين واگر ۾ ڪاهي وينديون، ۽ فوج جو سمورو خرچ پيچ جي دربار کي ڀرڻو پوندو. تنهن کان سواءِ راءُ، جا رقم نوانگر جي ڄام کي لهڻندو هو، سا اڳئين نقصان جي عيوضي ۾ ڀاڙي ويندي. انهيءَ اطلاع ۽ موندرن جي ڪاميابيءَ جو، حسين ميان جي ضعيف دل تي چڱو اثر پيو. هن ڪجهه سوچ ويچار کان پوءِ، آخر پاڻ کي پاءُ جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏنو. جنهن سان سندن ماءُ هنن جو ناهه ڪرايو. ڪڇ وري به انگريزن جي مخالفن جي هٿ ۾ اچي ويو ۽ اڳيان وعدا سڀ وساريا ويا. حسن ڌاڙيل، جو پيچ ۾ نظربند هو، تنهن جي ٻانهن ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو- سنڌي قاتل، ابراهيم ميان جي نوڪري ۾ رهيو- اسان جيڪي گهرون ڪيون هيون، سي ميان ابراهيم ۽ هن جي طرفدارن ٻڌيون ۽ اڻ ٻڌيون ڪري ڦاڙي ڇڏيون.

پائرن جي انهيءَ ناهه کان پوءِ جلدئي، هڪ وحشتناڪ واقعو ٿيو- جڳجيون مهتا هڪ محنتي ۽ ڪارائتو ماڻهو هو، تنهنڪري ڀهريائين هن کي لازمي طور وزير ڪري رکيائون. پر هن، حڪمران ڌر جي خلاف ايترا، ته ڏوهه ڪيا هئا، جو انهن جي معافي ملي نٿي سگهي. انهيءَ ڪري هن جي قتل جو منصوبو وري نئين سر جاڳايو ويو. عرب به هاٺي هن ڏانهن سرد مهر ٿي ويا

هئا. ڪيترن هن ڪان ڳرا قرض ڪنيا هئا. ازانسواءِ، هن ڪين دربار جي طرفان پيشگيون بہ ڏنيون هيون. هو هاڻي هن جا قرضي هئا ۽ اهو فڪر هون، تہ هن مان جند ڪيئن ڇڏائجي. اهڙين حالتن هيٺ ابراهيم ميان هڪ مخفي قاصد موڪلي، يحيٰ جمينـدار کـي رشوت ڏيئي بـي ايمـان ڪيو. عرب سپيئي جڳجيون ڪان برطرف ٿيا- هنن کي جا سرڪاري خزاني مان پيشگي ڏني وئي هئي، سا سموري معاف ڪئي وئي هئي ۽ انهن جي مکيہ اڳواڻن مان هڪ - هڪ کي 6000 ڪوڙيون، انعام ڏنيون ويون. اهي ڪاروايون ڳُجهہ ڳوهہ ۾ ڪيون ويون هيون.

ممڪن آهي تہ ميان حسين کي انهن ڳالهين جي دير سان خبر پئي هجي، جڏهن معاملو هن جي وس ڪان ٻاهر نڪري ويو هو. جڳجيون کي خبر ئي ڪانہ رهي، جيستائين دشمنن جون رٿون نهي راس ٿيون. هڪڙي ڏينهن اوچتو ڏٺائين، تہ سندس گهر کي ميان ابراهيم ۽ موندرن جي سردار جي ڀاءُ جعفر سوٽيءَ جي سرڪردگيءَ هيٺ هٿياربند سپاهين محاصرو ڪيو آهي. جڳجيون کي پنهنجا بہ بدترين دشمن ڏسي خاطري ٿي، تہ حملي ڪندڙن جو ارادو ڪهڙو هو. تنهنڪري هن نااميد ٿي مقابلي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، ۽ پنهنجن ملازمن جي مدد سان سڄا سارا ڇهہ ڪلاڪ لڙندو رهيو. آخر در تي توبون چاڙهيائون، ۽ ان ڪان پوءِ وڌيڪ مخالفت ڪرڻ اجائي هئي. هو انهيءَ شرط تي پيش پيو، تہ هن کي فتح محمد جي پٽن جي محل ڏي وڃڻ ڏنو ويندو، جتي هو معافيءَ جي درخواست ڏيندو. محاصرو ايترو، تہ وقت هليو هو جو ميان ابراهيم پاڻ انهيءَ ناهہ ڪان اڳ هليو ويو هو، ۽ هن جي جاءِ تي سندس هڪ ملازم ابراهيم حبشي جمیندار حاضر هو. جڳجيون جو هن تي اعتبار هو. ابراهيم ضامن پيو، تہ جڳجيون کي هٿ ڪونہ لاتو ويندو، بلڪ هن جڳجيون کي ميان حسين جي گهر تائين سلامت پهچائڻ جو ڪم بہ پاڻ تي هموار ڪيو. بدبخت مهتا، انهيءَ ڳالهہ تي اعتبار ڪري، گهر ڪان ٻاهر گهٽيءَ ۾ نڪتو، ۽ آخر هو ماڻهن جي پيڙ ۽ گوڙ مان لنگهي، حسين ميان جي گهر جي دروازي تي پهتو. اتي هن، ظالمن ڪان جيئدان گهريو ۽ ماڻهن کي منتون ڪيائين، تہ ميان ابراهيم ان وقت درئِ ڪان بيهي ڪيس طعنا ڏيڻ لڳو، تہ تون اهو آهين، جنهن پنهنجو ملڪ انگريزن کي تي وڪيو. ائين چئي، حڪم ڏنائين، تہ وٺوس، جعفر سوٽي ۽ هن جي ماڻهن هڪدم انهيءَ حڪم جي پيروي ڪئي.

ساڳئي ڏينهن صبح جو ڄڳجيون جو پيءُ، رامچندر مهتا، دستور موجب درٻار ڏانهن سلاميءَ لاءِ تي ويو، ته هن کي ميان ابراهيم جي چوڻ تي جهلي، گهڻا ڏيئي ماريو ويو. ميان ابراهيم پوءِ هُلايو، ته هن خودڪشي ڪئي هئي. پيو پيءُ، ۽ خاندان جو آخري فرد ڪوبرجي، جو گهڻي وقت کان بيمار هو، ۽ جنهن کي شايد سندس ناتوانائيءَ ۽ گهٽ حيثيت سبب ڇڏيو ويو هو، تنهن پنهنجي خاندان جي بربادي ڏسي، پنهنجي حياتي پوري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. تورن ڏينهن کان پوءِ، هن پاڻ کي برهمڻ جي رواج مطابق جيئرو زمين ۾ پورايو. هنن جو ويساهه هو، ته ائين ڪرڻ سان ظالمن تي قادر جو قهر نازل ٿئي ٿو. انهن خوني ڪاروائين کان پوءِ، مهتا جو گهر ڦر لاءِ سپاهين جي حوالي ڪيو ويو. هن جي ملڪيت جو وڏو حصو حڪومت ضبط ڪيو: بلڪ ائين چئجي، ته حسين ۽ ابراهيم ميان غضب ڪيو. ملڪ جو ڪاروبار به هنن مهتا وليجي ۽ لِکميداس جي مدد سان پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. ڄڳجيون مهتا جي پُٽ ۾ عزت هوندي هئي. هن جي ڏکدائڪ ۽ بيرحميءَ جي قتل جي ڪري، ماڻهن ۾ هڪ نفرت جي لهر پيدا ٿي. ميان حسين انهن ڪاروائين ۾ گهٽو يا ڪليوڪلايو حصو ڪونه ورتو هو. انهن ڏوهن لاءِ محمدسوٿو ۽ سندس پيءُ جعفر جوابدار هئا. هو پاڻ کي ماڻهن جي لعنت کان بچائڻ لاءِ موندرن هليا ويا. ڪين اهو ڊپ هو، ته شايد انگريز سرڪار به دست اندازي ڪري.

اجا انهن ڏکدائڪ واقعن جو تاءُ مس ڍرو ٿيو هو، ته ميان ابراهيم کي پنهنجن ڏوهن جي جواب ڏيڻ لاءِ بارگاهه ايزديءَ ۾ سڏ ٿيو. هن پنهنجي پيءُ، لکميداس ۽ ٻين دوستن جي صلاح سان پنهنجن عملدارن ۽ خاص ڪري ڄڳجيون مهتا جي قاتلن کي انعام اڪرام ڏيڻ لاءِ هڪ خاص ڏينهن مقرر ڪيو هو. هو سڀ وڏي طمطراق سان ميان حسين جي جاءِ تي گڏ ٿيا هئا. اضافي جي اميد ۾، جي ماڻهو اتي آيا هئا، انهن ۾ مارواڙي جميندار معلوم سنگهه به هو، جنهن ميان ابراهيم ۽ ڪيسربائيءَ جو راز فتح محمد کي ٻڌايو هو. هن جو چوڻ هو، ته مون به ڪيترا سال درٻار جي وفاداريءَ سان خدمت ڪئي آهي ۽ مون کي به ان جو بدلو ملڻ کپي. ميان ابراهيم کي هن لاءِ کهڙي محبت هوندي، سو عاقل خود سمجهي سگهن ٿا. تنهنڪري ڪيس گاريون ۽ ڌڪا ڏئي ڪڍي ڇڏيو ويو. مارواڙيءَ کي به جو لڳي منيان، سو ڇا ڪيائين، جو هڪدم ميان ابراهيم تي

ڪناريءَ جو وار ڪري ڪيس اتي پورو ڪري ڇڏيائين. ماڻهن ۾ حراس ڇانئجي ويو. ميان حسين کي اچي ڏڪڻيءَ ورتو ته اجهو ٿو منهنجو وارو به اچي. هن لڪميداس کي ٻئي ڪمري ۾ وٺي وڃي پناهه ورتي. پر هنن کي اجايو ڊپ ٿيو هو. قاتل کي ٿڏي تي ماري، ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو. اها خبر پڇاڙيءَ تائين ڪانه پئي، ته هن کي ڪي صلاحڪار به هئا يا نه.

عام طرح ائين سمجهيو وڃي ٿو، ته معلوم سنگهه دربار ۾ خون ڪرڻ لاءِ سهي سنيري ويو هو. اها ڳالهه هن مان ظاهر آهي، ته هو هٿيار ڪپڙن ۾ لڪائي، مخفي طرح دربار ۾ ڪٽي ويو هو. هو ان ڪان ٿورو وقت اڳ محل مان چونڪي ڏيئي موٽيو هو. گهڻن ماڻهن جو خيال هو، ته هن کي راءَ جي چرچ هئي، پر پرملجي انوقت ارڙهن ورهين جو هو. هن اڳي خونريزيءَ لاءِ پنهنجو رايو ڪڏهن ڪونه ڏيکاريو هو. هن جي ٻين گناهن ۾ هن گناهه جي ڳڻڻ لاءِ خاص سبب ڪونه آهي. ماڻهو جيڪي ڌرين کي چڱيءَ طرح سڃاڻن ۽ جن اهو واقعو اکين سان ڏٺو آهي، تن جو چوڻ آهي. ته ان وقت معلوم سنگهه کي اهڙي ڪم ڪرڻ لاءِ ڪو سبب ڪونه ڏٺو ويو هو. حقيقت هيءَ ٿي ڏسڻ ۾ اچي، ته ميان جو مارواڙي جميندار جي ڪنهن مائٽياڻيءَ سان رستو هو. ان سانُ گڏ هن جو ايمان به ڪيو ويو هو. ميان ابراهيم اجا پنجويهن ورهين جو مس هو، جڏهن سندس قتل ٿيو. هو هڪ بداخلاق ۽ بي اصول ماڻهو هو، تنهنڪري هن جي وفات تي ماڻهن کي ڏک ڪونه ٿيو هوندو. پر هو جوان نهايت سخي، بهادر ۽ خوشخلق هو. پنهنجي خاندان ۾ هي ٺي هڪڙو شخص هو، جنهن کي پٽس جي عقل جو حصو ورثي ۾ مليو هو. تنهنڪري هن جي وفات تي، فتح محمد جي پراڻن دوستن کي نهايت گهڻو صدمو پهتو. هنن جي نظر ۾ هو کهڙو به نالائق هو، پر جميندار ٿي ويو. فتح محمد پنهنجن پٽن کي چڱيءَ طرح سڃاڻندو هو ۽ پيشگوئي ڪئي هئائين، ته ڪانئس پوءِ سندس گهراڻي جو خاتمو ٿيندو.

ميان حسين کي ڀاءُ جي قتل جي خبر ٻڌي، هراس وٺي ويو. هن کي اها سڌ ڪانه هئي، ته دوست ڪير آهي ۽ دشمن ڪير آهي؟ هن کي مايوسي وٺي ويئي. ڊيڄڙي جو مرض، ته اڳيئي هوندو هوس، سو در بند ڪري وڃي گهر ۾ عربن جي پهري هيٺ سمهي پيو. پهريائين، ته راءَ ۾ شڪ پيس، ۽ حڪم ڪيائين، ته محل تي حملو ڪيو وڃي. راءَ قسم کنيو، ته مان بي قصور آهيان،

تنهن هوندي بہ عرب فوج درٻار ۾ هميشه لاءِ رکي ويئي. هن آئينديءَ جي خوف کان احتياطاً پُج ۾ جي بہ - ٽي سؤ مارواڙي سپاهي هئا، تن کي مارايو يا شهر نيڪالي ڏني وئي. انهن واقعن ڪري ملڪ ۾ ولولو پئجي ويو. دارالسلطنت جا دروازا ڪيترا ڏينهن بند هئا ۽ آمدورفت بلڪل ڪانہ هئي. ميان حسين کي ايترو تہ هراس ورني ويو، جو هو ٿڌيءَ دل سان ڪوبہ ڪم نٿي ڪري سگهيو. حڪومت جي ڪاروبار هلائڻ لاءِ ڪوبہ مضبوط ۽ سالم دل ماڻهو ڪونہ هو، تنهنڪري حڪومت جون واڳون عرب جمعندارن جي هٿ ۾ اچي ويون ۽ هو ملڪ جو ڪاروبار هلائڻ لڳا. هنن پنهنجي فائدي لاءِ ڳريون ڍلون ۽ محصول وصول ڪرڻ شروع ڪري ڏنا. حڪومت جي اهڙي ڪمزور حالت ڏسي، ٻچو، چوٻاري ۽ رهاڀور ۽ ٻين شهرن، پُج کان خودمختيار هئڻ جو اعلان ڪيو ۽ انگريزن کان مدد ۽ پناهہ گهريائون. ميان حسين، پاڻ جي خون کان پوءِ گهر کان ٻاهر ڪونہ نڪتو. آخر هن محمد سوٽي کان مدد گهري. محمد سوٽي کي خبر هئي، تہ ماڻهن کي هن لاءِ نفرت آهي، تنهنڪري هو بيماريءَ جو بهانو ڪري، ڀڄ اچڻ کان ننائي ويو، ۽ اٽلو پنهنجن ملازمن کي چيائين، تہ ڦريون ۽ ڌاڙا شروع ڪريو. اهڙيءَ طرح ملڪ ۾ فساد ويو وڌندو. هوڏانهن واگر ۾ ڌاڙيل پنهنجون ڪاروايون ڪندا رهيا. انگريز سرڪار وري ميان حسين جي اڳيان پنهنجا مطالبا پيش ڪيا. هن کي ڊپ، تہ اڳيئي هو، ۽ اها بہ خبر هئس، تہ حڪومت بيوس آهي. انهيءَ ڪري سمجهيائين، تہ هيءُ هڪ سونهري موقعو آهي، جو هٿان وڃائڻ نہ کپي. تنهنڪري انگريزن سان ڳالهين ٻولين ڪرڻ لاءِ هڪ وڪيل موڪليائين.

پر ميان حسين کي حڪومت جو ڏانءُ ڪونہ هو. هن جي بداخلاقيءَ جي سيني کي خبر پئجي ويئي هئي. ملڪ تي جيڪي هن مصيبتون مڙهيون هيون، تن جو ماڻهن کي پورو پورو احساس هو. هرهڪ معزز ماڻهوءَ جي اها ئي مرضي هئي، تہ اهڙي ذليل ۽ ڪميڻي ماڻهوءَ کان ملڪ جو قبضو ڇڏائڻ کپي. عام ماڻهن جو رايو بہ هاڻي راءِ پرملجيءَ جي طرف ٿي ويو هو ۽ هنن سيويراج هنسراج جهاريجي سان مخفي ڳالهيون هلايون. تنهن کان پوءِ جلد ئي مانڊويءَ مان عيوضي آيا، جن اچي راءُ جي اطاعت ڪئي. سيويراج پاڻ توڙي اسڪرنسا ۽ ٻيا سردار بہ فوجون وٺي اچي حاضر ٿيا. ميان حسين کي عرب جمعندار

گهٽيون ئي توٽيون تنيا ڏنا، پر هو همت جهلي نہ سگهيو. جڏهن ڏنائين، تہ هن جو ڪوبہ واهي نہ آهي، تڏهن پرملجيءَ سانُ ناهہ ڪيائين. هو پُــڄ مان نڪري ويو، ۽ ڪيس انجر، بڇو، بادرگڙهہ ۽ ڪن ڪوٽ ڏنا ويا. پڇاڙيءَ جو هن ڪي هڪ خلعت ڏئي، مانَ شان سان روانو ڪيو ويو. هو پنهنجا عرب سپاهي بہ پاڻ سان انجر وٺي ويو، جو نئين سرڪار ڪن بہ شرطن تي انهن ڪي پُــڄ ۾ رهائڻ لاءِ تيار نہ هئي. اهڙيءَ طرح، سموري مخالفت ختم ٿي. شهر جون ڪنجيون وڏيءَ ڏامر ڏومر سان راءَ جي حوالي ڪيون ويون. راءَ سيويراج هنسراج ۽ اسڪرنسا کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو ۽ ملڪ ۾ حال في الحال امن امان قائم ٿي ويو.

برطانيا سرڪار بہ واجهائي رهي هئي، تہ پڄ جو حشر ڇا ٿو ٿئي؟ هنن جو خيال هو، تہ جي حڪومت حقي وارثن کي ملندي، تہ سندن مطالبن جي حق رسي ڪئي ويندي، تنهنڪري هنن هاڻي وري راءَ کي درخواست ڪئي ۽ راءَ جي وڪيل سان ڳالهين ٻولين هلائڻ لاءِ تيار ٿيا. پر راءَ جي روش مان جلد ظاهر ٿيو، تہ هن کي اسان سان ناهہ ڪرڻ جو ارادو ڪونہ هو. هن وقت تائين ڪڇ جي دربار جي واگر جي ڏاڙيلن کي ظاهري مدد ڪانہ هوندي هئي، پر هاڻي پرملجي ڪليوڪلايو ڏاڙيلن جي سردار سرمانيا کي خلعت ڏئي، جهيڙو وڌايو. تنهن ڪان سواءِ ڪئپٽن ايمر. مردو جي گماشتي کي بہ زوريءَ پڄ ڇڏاراياڻين: بهانو ڏنائين، تہ برطانيا سرڪار سان ڳالهيون ٻولهيون لاءِ ڪمپنيءَ جي مانڊويءَ واري گهوڙن جي دلال، سندرجي سيئوجيءَ کي مقرر ڪندس.

پر ڪڇ ۾ وري وڳوڙ پيدا ٿيو. ڪن ڪوٽ جي موروثي سردار، ڪن ڪوٽ تي اوچتو حملو ڪري، ميان حسين جي فوج کي هڪالي ڪڍيو. ڇهن هفتن جي اندر سيويراج هنسراج ۽ اسڪرنسا جا پاڻ ۾ اختلاف ٿي پيا. اسڪرنسا پُــڄ مان نڪري وڃي محمد سوٿي سان شامل ٿيو، جنهن موندرن ۾ بغاوت جو جهنڊو ڪڙو ڪيو هو، ۽ هر هنڌ فوج پئي گڏ ڪيائين. ملڪ ۾ وري گوڙ فساد ۽ خانہ جنگي شروع ٿي وئي هئي. راءَ بہ فوج وٺي موندرن تي چڙهائي ڪئي. آخر اختياريءَ وارن ساٿس ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ قبول ڪيون. محمد سوٿي هڪ مهيني کان پوءِ، شهر موٽائي ڏيڻ جو وعدو ڪيو، بشرطيڪ راءَ پنهنجي فوج وٺي موٽي وڃي. سچائيءَ ڏيکارڻ لاءِ ميان محمد پنهنجو پاءُ ميان جعفر، ضامن طور راءَ جي حوالي ڪيو. پر

انهيءَ مدي گذرڻ کان اڳ ميان جعفر موندرن کان پڇي ويو، ۽ اتان پاڻ سان گڏجي درٻار جي مخالفت ڪيائين.

راءِ پرملجيءَ جي حڪومت جلد بدنام ٿي پئي. موندرن کان موٽڻ بعد جلد ئي راءِ شادي ڪئي، ۽ ان موقعي تي گهٽائي ماڻهو پُڄ آيا. راءِ ۽ سنڌس عملدارن ماڻهن سان چڱو برتاءُ ڪونه ڪيو. راءِ خاص ڪري جهاريجن جي سردارن جي سخت بيعزتي ڪئي، جيتوڻيڪ هو انهن جي ئي مدد سان تخت تي وينو هو. هن خوامخواهه اسمبيا جي سردارن تي حملو ڪري، هنن شهر ناس ڪري ڇڏيو ۽ سندس گهر تي ٻُريون ڇٽيون وڌائين، جنهنڪري سردارن ۾ ڏاڍو جوش پيدا ٿيو. راءِ جي پنهنجي ملڪ ۾ عزت ڪانه هئي. هن جي وزيرن هاٽي راءِ لاءِ ٻاهرين ملڪن ۾ دشمن پيدا ڪيا. ڪانٺياواڙ ۾ جوريا جي قلعي وٺڻ لاءِ انگريزن ۽ گائڪوار جون فوجون موڪليون ويون هيون. سيويراج هنسراج اتان جي باغين کي ڪليوڪلايو بارود ۽ ٻي مدد پئي پهچائي.

پر جوريا جو قلعو خلاف اميدن جي تمام آسانيءَ سان فتح ٿيو ۽ ڪڇ جي حڪومت تشويش ۾ پئجي وئي. راءِ جون ٻہ اڪيون ڪليون ۽ اڇي ڊپ ورتس. انهيءَ ڪري هن انگريزن سان هن وقت صلح ڪرڻ ۽ پنهنجن ڏوهن جي معافيءَ وٺڻ جو فيصلو ڪيو. هن واگر جي ڏاڙيلن کي سزا ڏيڻ جي ارادي سان هڪ زبردست فوج وٺي، انهن جي ضلعي تي ڪاهي ويو. هن بلاسوا، رهاپور ۽ ڪانمير فتح ڪيا ۽ مشهور ڏاڙيل سرمانيا کي ماريائين، جنهن کي اڳي هن مدد ڪئي هئي ۽ انعام ڏنا هئا. پر اها ڳالهه ظاهر هئي، تہ هن اهي قدم ڊپ وچان ڪنيا آهن. درحقيقت هو ان ڳالهہ ۾ راضي نہ هو. هو پُڄ ڪان ٻاهر پندرنهن ڏينهن کان وڌيڪ ڪونہ رهيو ۽ ڏاڙيلن جي ڪاروائين بند ڪرڻ لاءِ ڪي اثرائتا قدم بہ ڪونہ ڪنيائين. ڏسجي ٿو، تہ سرمانيا اتفاق سان يا راءِ جي مرضي خلاف ماريو ويو هو. سرمانيا جو اولاد بہ هن جهڙو ئي رهزن هو ۽ راءِ انهن کي پناهہ ڏيڻ جو وعدو ڪيو.

واگر ۾ راءِ پرملجيءَ جي اچڻ ڪري ڏاڙيلن جون ڪاروايون ڪجهہ وقت مهمل رهيون، پر راءِ جي فوج جو نڪرڻ ۽ ڦرلٽ جو وري زور شور سان شروع ٿيڻ. خود ڪئپٽن ايم. مردو جي ڇانوٽيءَ تي، موروِيءَ جي پرسان حملو ڪري، کيس زخمي ڪيو ويو. ٿورڙن مهينن جي اندر ڪانياواڙ ۾ هڪ سؤ ڇٽيهہ

ڳوٺن ۾ ڦر ڪئي ويئي- چاليهه هزار چوپايو مال چورائجي ويو هو ۽ انن لکن جي ملڪيت جو نقصان ٿيو هو. انهيءَ کان سواءِ انگريزن ۽ گائڪوار جي حڪومت انهن بيجا ڪاروائين کي بند ڪرڻ لاءِ ڏهن لکن رپين کان وڏيڪ رقم فوج تيار ڪرڻ تي خرچ ڪئي هئي. پڄ دربار اسان جي تحمل کي ڪمزوري ڪري سمجهيو هو. هاڻي خاطري ٿي چڪي هئي، تہ راءَ کي پنهنجي باغي رعيت قبضي آڻڻ جي نہ طاقت هئي، نہ مرضي، تنهنڪري ڪئپٽن ايم. مرڊو کي هدايتون ڏنيون ويون، تہ ڪانٿس اڳين گناهن لاءِ عيوضي کي طلب ڪري ۽ آئيندي لاءِ خاطري وٺي، تہ ڌاڙا هٽائڻ بند ڪيا ويندا. ساڳئي وقت هن کي اهو بہ چيو ويو، تہ هو سرمانيا جي ٻارن ٻچن جي گهر ڪري ۽ راءَ کي چوي، تہ هن کوڙن بهانن تي، اختلافن جي فيصل ڪرڻ لاءِ وڪيل موڪلڻ کان نٽائي، انگريزن جي جيڪا هتڪ ڪئي ويئي هئي ۽ انگريزن جي وڪيل کي جو بي آبرو ڪري پُڇ مان ڪڍيو هئائين، تنهن لاءِ معافي وٺي. انهن مطالبن جو مقرر وقت اندر، صاف صاف جواب ملڻ کپي. ساڳئي وقت راءَ کي ڊيڄارڻ لاءِ، انگريزن ۽ گائڪوار جي گڏيل فوج، ڪرنل ايسٽ ۽ وينل راءَ ڏيونجي جي سرڪردگيءَ هيٺ، رڻ جي سرحد ڏانهن موڪلي ويئي.

پرملجي مدي جي اندر انهن مطالبن جو جواب ڪونہ ڏنو، پر ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هن هڪڙو بي معنيٰ خط، ڪئپٽن ايم. مرڊو ڏانهن لکيو، جنهن ۾ اسان جي سوالن جو ڪوبہ ذڪر ڪونہ هو. تنهنڪري متحد فوج، ويناسير وٽ، ڪڇ جو رڻ ٽپي واندياهہ ڏانهن وڌي- واندياهہ جو سردار ۽ ٻيا گهڻا سردار هڪدم متحد فوجن جي اڳيان پيش پيا. هن کان اڳ مانڊويءَ ۽ موندرن جي سردارن اسان سان ڳالهيون ٻولهيون هلايون هيون، ۽ هاڻي هو پرملجيءَ کان باغي ٿي ويا هئا. ڪئپٽن ايم. مرڊو هنن سان ٻيهر ڳالهيون ٻولهيون شروع ڪري ڏنيون، تہ جيئن هو دربار سان وري ٺهي نہ وڃن. هن پڻ راءَ ڏانهن ٺاهہ لاءِ خط لکيو ۽ ڪيس عرض ڪيائين، تہ ڳالهين هلائڻ لاءِ وڪيل موڪليو وڃي. جهاريجن جي مکيہ سردارن کي اطمينان ڏيارڻ لاءِ، هڪ اشتهار پڌرو ڪيو ويو، جنهن ۾ انگريزن جي ڪاروائين جا سبب ڏنل هئا. ۽ سردارن کي خاطري ڏني ويئي هئي، تہ جيڪڏهن هو پنهنجن علائقن ۾ خاموش رهندا، تہ سنڌن گهرو معاملن ۾ ڪنهن بہ قسم جي دست اندازي نہ ڪئي ويندي، ۽ نڪي انهن جي صلح ۾ ڪو رخنو وڌو ويندو.

انگريز سرڪار جو مطلب فقط ڪڇ جي دربار ڪان بيعزتيءَ جي لاءِ معافي، اڳين نقصانن جو عيوضو، ۽ آئيندي لاءِ خاطريءَ جي راءِ وٺڻ جو آهي. هر ڪنهن نموني جا اُپاءَ ورتا ويا، ته جيئن رستي تي شهرن ۽ ڳوٺن جي ماڻهن سان ڪابه دست اندازي نه ٿئي. جنهن وقت فوج ٻچي تائين پهتي، ته ماڻهن کي پورو پورو اطمينان ٿي ويو، ۽ هو فوج کي سيڌو سامان خوشيءَ سان ڏيڻ لاءِ تيار ٿيا.

انهيءَ وچ ۾، راءَ پرملجي نڪا فوج گڏ ڪئي هئي ۽ نه انگريزن سان ڪي ڳالهيون ٻولهيون هلايون هئائين، ۽ نه وري هنن سان مقابلي لاءِ ڪا ٻي تياري ڪئي هئائين. هن کي اُميد هئي، ته سنڌ جا مير ڪيس ڪا مدد ڪندا. پر ممبئيءَ جي سرڪار اڳي ئي احتياط ڪان ڪم ورتي، ميرن کي پنهنجن مقصدن ڪان واقف ۽ دست اندازي ڪرڻ ڪان منع ڪئي هئي. جيئن نازڪ وقت ويجهو ايندو ويو، تيئن راءَ سيويراج هنسراج، محمد سوٿي ۽ ڪن ٻين مخالف ڌرين جي سردارن سان ناهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن جهاريجن کي به پُڇ ۾ گڏ ٿيڻ لاءِ ڪوٺ ڏني، پر انهن مان ڪن ٿورن سنڌس سڏ اونايو ۽ انهن کي به وڙهڻ جو ارادو ڪونه هو.

ڪرنل ايسٽ جي فوج پيميسر تائين وڃي پهتي، جو دارالسلطنت ڪان ٽي منزلون ۽ انجر ڪان هڪ منزل پري هو، ۽ ان جي رستي تي ڪابه مخالفت ڪانه ٿي. ڪئپٽن ايم. مردو جو ارادو هو، ته سڌو پُڇ وڃي ۽ اتي اهڙو عهدنامو ڪجي، جو سندس سرڪار جي مرضيءَ مطابق هجي. پر هيءَ رٿ هڪ نهايت ئي بدترين واقعي جي ڪري ڦيرائڻي پيئي. فوج جڏهن پيميسر ۾ پهتي، تڏهن معلوم ٿيو، ته پاڻيءَ جي تلاءَ ۾ ڪٽڪ ۽ ان سان گڏ سنکيو به وڌو ويو هو. ساڳئي وقت خبر ملي، ته پُڇ جي رستي تي سيني کوهن ۾، اهڙيءَ طرح زهر ملايو ويو هو. ٻهريون شڪ راءَ پرملجيءَ ۾ پيو، پر پوءِ جلد ئي معلوم ٿيو، ته اها شرارت انجر جي گهوڙيسوارن ڪئي هئي، ۽ ان جي لاءِ ميان حسين جوابدار هو. انهن حالتن هيٺ لازم هو، ته فوج کي احتياط ڪان سواءِ اڳتي وڌڻ نه کپي. ان فيصلي ڪان پوءِ، اهو ضرور هو، ته عارضي طور ڪنهن اهڙيءَ جاءِ تي قبضو ڪجي، جتان ڪانياواڙ جي دوستاني ساحل سان اچ وڃ جو رستو قائم ٿي سگهي. انهيءَ ڪري ميان حسين کي حڪم ڪيو ويو، ته هو انجر ۽ ان جي ماتحت جو توني جو قلعو هو، سو انگريزن جي فوج جي حوالي ڪري، پر هن انهيءَ

تجويز تي اعتراض ورتو. تنهنڪري فوج اڳتي وڌي، انجر جي قلعي جي سامهون توبون ڪڙيون ڪيون. آخر جڏهين توبن قلعي ۾ شگاف ڪيو، تڏهين قلعي وارا پيش پيا. حسين ميان کي سزا ڪانہ ڏني ويئي. هو ان وقت کان وٺي گمناميءَ جي حالت ۾ موروِيءَ ۾ رهي ٿو، ۽ هن جو گذران دربار جي سخاوت تي آهي.

انجر کان پوءِ، يڪدم تونا وريو ويو. ڪئپٽن ايم. مردو وري راءَ کي هڪ خط جي رستي، انهن ڪاروائين جي ضرورت جي سبب کان آگاهہ ڪيو، ۽ ڪيس وري خاطري ڏنائين، تہ اهي قلعا ناهہ کان پوءِ واپس ڪيا ويندا. راءَ کي وري تاڪيد ڪيو ويو، تہ هو پنهنجا وڪيل موڪلي ناهہ جون ڳالهيون ٻولهيون هلائي. انهن شهرن جي فتح ڪرڻ کان پوءِ، ٻئي ڏينهن تي محمد سوٿو، انگريزن جي ڇانوڻيءَ ۾ اچي پيش پيو ۽ راءَ ۽ سيويراج هنسراج وٽان ناهہ لاءِ خط پهتا.

خيال هو، تہ سردارن ۽ عام رعايا جي نظر ۾ راءَ جبراً تخت هٿ ڪيو هو. تنهن کان سواءِ انگريزن کي اهو خيال بہ وينل هو، تہ جيتريقدر ٿي سگهي، اوتريقدر حقي وارث کي گاديءَ تي ويهارڻ کپي، تنهنڪري ڪئپٽن ايم. مردو کي هدايت ڪئي ويئي، تہ هو ان معاملي ۾ جهاريجن جو رايو معلوم ڪري، تہ سندن خيال لدوبا متعلق ڪهڙو هو ۽ هن سان ڪڇ جي حقي راءَ جي حيثيت ۾ عهدنامو ڪري. پر پرملجي جي برخلاف ڪوبہ ڪونہ نظر آيو، تنهنڪري صلح جون ڳالهيون ٻولهيون انهيءَ سان ئي هلائڻيون پيون.

جڏهن فوج دارالسلطنت جي ويجهو لئڪوند ۾ پهتي، تڏهن ڀُڄ جا وڪيل آيا ۽ چيائون، تہ راءَ کي اسان جا شرط قبول آهن. راءَ سيني مطالبن جي عيوض مڪيہ جهاريجن جي ضمانت سان، ويهن لکن ريين جو دستاويز لکي ڏنو ۽ ان کان سواءِ سال ۾ ٻہ لک ڪوڙيون خراج طور ڏيڻ جو وعدو بہ ڪيائين. آخر ڏکين ڳالهين کان پوءِ، ٻن حڪومتن جي وچ ۾ صلح ۽ دوستيءَ جو عهدنامو صحيح ٿيو. اڳين گناهن جي عيوضي ۽ آئيندي جي خاطريءَ کان سواءِ عهدنامي جا ٻيا مکيہ شرط هي هئا: پهريون، تہ اسان واگر کي هيسائي راءَ جي زير سايي ڪنداسين، ٻيو انجر جو شهر ۽ ضلعو انگريز سرڪار جي حوالي ڪيو ويندو. ان کان پوءِ، ڪئپٽن ايم. مردو انجر ۾ ڪليڪٽر ۽ ڪڇ جو سفير ٿي رهيو.

---

# فصل: 3

## سنہ 1816ع جي عهدنامي کان وٺي سنہ 1819ع جي عهدنامي تائين

نئين عهدنامي جا شرط راءِ ڀرملجيءَ جي لاءِ تمام فائدي وارا هئا. هن جو مشڪوڪ حق تسليم ڪيو ويو ۽ اهو بہ هندستان جي هڪ اهڙيءَ حڪومت تسليم ڪيو، جا ان کي پائداري ڏئي سگهي ٿي. انگريزن جي فوج، واگر کي ٻن - ٽن هفتن جي اندر فتح ڪيو، ۽ راءَ جي طرفان چاليهہ ڪوڙيون في جوڙي جي حساب سان، سردارن تي محصول مقرر ڪيو ويو. مانڊوي، مونڊرن، سيساڳڙهہ ۽ بچائو وغيره جا باقي عملدار، هي حالتون ڏسي هڪدم پيش پيا. ڀرملجيءَ حياتيءَ ۾ ٻيهريون دفعو، ملڪ کي خانہ جنگيءَ کان آزاد ۽ پاڻ کي خودمختيار ڏٺو.

ٿوري وقت کان پوءِ، انگريزن جرماني ۽ خرچ جي ويهن لکن رپين مان پنهنجو حصو، جو اٺن لکن رپين کان وڌيڪ هو، ۽ ٻن لکن ڪوڙين جو ساليانو خراج راءَ کي معاف ڪيو. انهيءَ سخاوت تي راءَ کي تعجب بہ لڳو ۽ خوشي بہ ٿي. باقي رقم هن سولائيءَ سان باغي سردارن تي ڏنڊ وجهي، ۽ انهن ماڻهن کان چندا وٺي، جن ملڪ جون ڍلون وصول ڪيون هيون، پوري ڪئي. محمد سوٽو ئي هڪڙو سردار هو جنهن چيو، تہ مون ۾ مالي مدد ڪرڻ جي طاقت ڪانہ آهي. پر، ڀُڄ جي سرڪار هن کان ڪنهن نہ ڪنهن رستي ڇهہ لک ڪوڙيون ٻيڙي ورتيون.

ڪڇ ۾ اهڙيءَ طرح امن امان قائم ٿيڻ کان پوءِ، انگريزن جي فوج ملڪ خالي ڪري ويئي. فقط هڪ ننڍڙي چونڪي انجر ۾ قائم ڪئي ويئي. ۽ دربار کي پنهنجي ڪاروبار هلائڻ جي پوري پوري آزادي ڏني ويئي. ميان نٿو جي مدد سان ميان حسين جو ساٿي، لکمياداس ويلجي، وزير مقرر ٿيو. راءَ جا فوجي صلاحڪار جهاريجا، ونجڻ جو نوگهجي ۽ ڪوٽڙيءَ جو پراگجي ٿيا. انهن مان ڪوبہ انگريزن جو طرفدار ڪونہ هو، ۽ نہ انهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو ويساهہ رکجي سگهيو ٿي. لکميداس هڪ قابل، پر مغرور ۽ تنگدل برهمڻ هو.

چون ٿا تہ هن جو جڳجيون مهتا جي خون ۾ هٿ هو. پراگجي جهاريجو هڪ بيوفا ۽ دغاباز شخص هو. خوش قسمتيءَ سان هڪ راءَ جي پيڻ، ڪيسر ٻائي، هڪ قابل ۽ وفادار صلاحڪار هئي. چون ٿا، تہ مائي ڏاڍي داناءُ هئي، ۽ هن جي ئي اثر هيٺ راءَ ڪجھہ وقت عقل ۽ بردباريءَ سان ڪاروبار هلائيندو رهيو.

ڪڇ ۾ انگريزن جي دست اندازيءَ سنڌ جي ميرن کي سخت رنج پهچايو ۽ سندن دلين ۾ شڪ شبها پيدا ڪيا. ممبئيءَ مان هنن کي بار بار سمجهاڻيون ڏنيون ويون، پر سندن دلين ۾ اطمينان ڪونہ پيدا ٿيو. هنن هڪدم پُسج قاصد موڪليا، ظاهري طرح هڪڙي لکپت جي واپاريءَ کان ڪنهن حيدرآباد جي واپاري جي قرض وصول ڪرڻ لاءِ بهانو ڪيائون، پر درحقيقت راءَ سان سازش ڪرڻ جي خيال سان، ميرن اسان جي ڪڇ ۾ ڪاروائين جو احوال، نهايت مبالغي سان، پنهنجي آقا، ڪابل جي بادشاھ محمود شاھ ڏانهن موڪليو ۽ هن کي التجا ڪيائون، تہ هو اهو سوال سڌو هندستان جي اعليٰ سرڪار وٽ اٿاري. تنهن کان پوءِ، جلد ئي خبر پهتي، تہ مير شڪارپور ۾ فوج گڏ ڪري رهيا هئا. ان کان سواءِ اهي بہ افواھ هئا، تہ افغانن جون فوجون سنڌ اچي رهيون هيون. سنڌي وڪيل دربار ۾، پنهنجو مقصد مخفي رکي نہ سگهيا. هنن دربار کي ان ڳالھہ کان ذهن نشين ڪيو، تہ انگريزن جهڙي جبري پاڙيسريءَ سان دوستيءَ رکڻ مان انت فائدو ڪونہ هو. هنن پڻ اهڙو اشارو بہ ڏنو، تہ ضرورت جي وقت ميرن جون فوجون راءَ پرملجي جي حوالي ڪيون ويندين. مطلب تہ دوستيءَ ۾ رخني وجهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي وئي. پر خوش قسمتيءَ سان، ڪڇ جي حڪومت ڪين صاف جواب ڏنو، پوءِ سندن پيل ڪهڙو بہ مقصد هجي- وڪيل ناڪامياب ٿي حيدرآباد موٽي ويا.

انهيءَ سفارت کان پوءِ، خود ڪابل جي بادشاھ، هندستان جي گورنر جنرل ڏانهن پنهنجو اعتراض لکي موڪليو. خط جي شروع ۾ لکيل هو تہ: "اسان کي خاطري آهي تہ حضور عالي، راءَ جي ملڪ تي چڙهائيءَ جي اجازت ڪانہ ڏني هوندي"- بادشاھ سلامت جو خيال هو، تہ ڪيس ڪڇ جي حڪومت تي هڪ مبهم حق هو، جنهن جي اڳي اسان کي خبر ڪانہ هئي. "ڪڇ افغان حڪومت جو هڪ حصو آهي، تنهنڪري ان سان بہ دست اندازي ڪانہ ڪئي وڃي". وزير فتح خان جو خط پڻ بادشاھ جي رقعي سان گڏ آيو هو، سو تہ ان

ڪان بہ وڌيڪ پُر معنيٰ هو. ان ۾ لکيل هو تہ: "شاهي قدمن ۾ خبر پهتي آهي، تہ انگريزن جي قوم جي ڪن فرنگين، جن کي عقل کان وڌيڪ همت آهي، تن کي اهڙو حوصلو ٿيو، جو اسان جي شاهي مملڪت جي سرحد جو هڪ ضلعو آهي، دست اندازي شروع ڪري ڏني اٿن. هيءَ خبرون ٻڌي حضور اعليٰ جي دل ۾ غصو پيدا ٿيو ۽ شاهي فرمان جاري ڪيائون، تہ حڪومت جي سڀني ضلعن جي ناظمن کي ارشاد ڪيو وڃي، تہ هو تيار رهن، ۽ وڌيڪ حڪمن جو انتظار ڪن". وزير اڳتي هلي فرمائي ٿو تہ: "جيڪڏهن اهي ماڻهو باز نہ اچن ۽ اهڙي قسم جون خبرون وري بادشاهہ سلامت کي پهتيون، تہ بہ لک دوراني ۽ ايلات، چار دستا ايبڪن ۽ تيمورين جا، ماڪوڙين ۽ مڪڙن جيترا هزارا، خلجين، اندرين، ٽونڪن، مڪوسن، خوجاين ۽ ڪوهستانين جون قومون، خيل باشين ۽ مغلن جون فوجون، ڪنواري، ترخان، شرنواري، هنمود، ڪٽڪ، بنگا وڏا ۽ ننيا، دائودي، روها ۽ محمودزئي ۽ يوسف زئي ٽڪرن خواهہ پٽن جا، ۽ ناگائون ۽ امان جا ماڻهو، نواب سيوبند خان والي ڪڇ واليہ، ۽ ديرن ۽ ملتان جا ناظم، ۽ بلوچن، بروهين، مزارين ۽ رڪن سود دولہ ۽ امير سود دولہ جون فوجون، مع بلوچن جي فوج ۽ توبخاني ۽ شاهخاني جي. اهي سڀ طاقتون سمنڊ جي ڇولين کان بہ وڌيڪ بادشاهہ جي حڪم مطابق انهن کي گهيرو ڪري فنا ڪنديون ۽ دوستيءَ جو خاتمو ڪيو ويندو. تنهنڪري بهتر آهي، تہ توهان هنن کي منع ڪري، اهڙين بيجا ڪاروائين کان باز آڻيو".

هن لاف زنيءَ ۽ بادشاهہ جي فوجن جي زبردست فهرست، مارڪئس آف هيسٽنگس جي دل ۾ذرو بہ لرزو ڪونہ پيدا ڪيو. هن خيال ڪيو يا فيصلو ڪيو، تہ هيءَ خط جڙتو ڪري سمجهڻ کپي. صاحب جن هڪ دوستانہ خط وزير ڏانهن لکيو. ان ۾ لکيل هو تہ: "ڏسڻ ۾ ٿو اچي تہ ڪابل مان جي اسان کي خط پهتا آهن، سي ٻنهي حڪومتن جي بدخواهن جا لکيل آهن، جن جي مرضي آهي، تہ اسان پاڻ ۾ وڙهون، تہ کين فائدو پهچي". ان خط ۾ وزير کي اهو بہ ياد ڏياريو ويو هو، تہ ڪڇ ڪڏهن بہ افغان مملڪت جو حصو ڪونہ ٿي رهيو هو، ۽ مختصر لفظن ۾انگريزن جي ڪاروائين جو مقصد کيس سمجهايو ويو هو. ساڳئي وقت کيس اهو بہ چيو ويو، تہ خط جڙتو ٿو نظر اچي، ڇاڪاڻ تہ: "اسان کي خبر آهي، تہ فتح خان جهڙو دانائ، آزمودگار ۽ سياڻو ماڻهو ائين

ڪڏهن ڪونہ سمجهندو، تہ انگريز سرڪار کي اهڙين گدڙ ڀپڪين کان ڊچي ويندي. وزير کي معلوم هوندو، تہ انگريز سرڪار ڪڏهن بہ پنهنجي طاقت جو بيجا فائدو ونئي، پاڙيسرين تي حملو نہ ڪندي ۽ انگريز سرڪار تي هن وقت تائين جنهن بہ اڳرائي ڪري حملو ڪيو آهي، سو پاڻ فنا ٿيو آهي.

جڏهن صاحب بهادر جو خط افغانستان ۾ پهتو، تڏهن ڪابل ۾ حالتون بدلجي ويون هيون. قاصد جنهن جي هٿان هي خط موڪليو ويو هو، تنهن کي رنجيتسنگهہ جي فوج رستي ۾ گرفتار ڪيو هو ۽ هو ڪيترا هفتا انهن جو قيدي هو. هو جڏهن پشاور ۾ پهتو، تڏهن وزير سکن سان مقابلي ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو. سکن کي اٽڪ تي حملي ڪرڻ جو ارادو هو. فتح محمد چالاڪ مشرقي سياستدانن وانگر هڪدم انهيءَ خط جو فائدو ورتو. دشمنن تي رعب ويهارڻ لاءِ، حڪم ڪيائين، تہ خط کي توبن جي سلامي ڏني وڃي. ساڳئي وقت ڇانوڻيءَ ۾ وڃي ماڻهن کي وڏي آواز سان ٻڌايائين، تہ اسان جي دوست، هندستان جي گورنر وٽان سنيهو پهتو آهي.

مارڪئس آف هيسٽنگس کي وزير هڪ نهايت مبالغي آموز مشرقي محاورن سان ڀريل خط لکيو. ڪئپٽن ايم. مرڊو جنهن جي معرفت اهو خط پهتو، تنهن کي خاطري ڏني ويئي هئي، تہ حضور جن جي خوشبودار خط جي مٺي ۽ مفرح خوشبوءِ هن جي مغز جي هرهڪ ڪنڊ ڪڙڇي ۾ پهتي، ان کي معطر بڻايو آهي. جنهن وقت هن خط پڙهيو، تنهن وقت کان وٺي هن جي دل ۾ انگريز سرڪار ۽ ڪابل جي حڪومت جي وچ ۾ دوستيءَ جو غاليچو، محبت جي محل ۾، هميشہ وڇايل هوندو. ان کان سواءِ، قاصد کي هدايت ڪئي ويئي هئي، تہ هو پنهنجن مالڪن کي ٻڌائي، تہ بادشاهہ سلامت جي اميد هئي، تہ انگريز سکن جي مقابلي ۾ نہ فقط سنڌن مخالفت ڪندا، مگر سنڌن مدد ڪندا. اسان اڳتي هلي وري سنڌ اڳئين وانگر ڪابل جي مطيع ڪنداسين. جيڪڏهن توهان کي ڪي سنڌ متعلق ڪو مقصد هجي، تہ اسان توهان جي مدد ڪنداسين. پڇاڙيءَ جو وزير اهو تماشو هن طرح ختم ڪري ٿو. لکي ٿو تہ: ”ڪلڪتي ۾ جي خط پهتا آهن، تن جي اسان جي ملڪن کي بہ خبر ڪانہ آهي، ممڪن آهي تہ ڪنهن سنڌي گماشتي ڪابل ۾ اسان جي ڪنهن نمڪ حرام منشيءَ وٽان رشوت ڏئي، منهنجون ۽ ٻين عملدارن جون مهرون چورائي، اهي خط هٿرادو جعلسازي ڪري ناهيا هجن“.

انهيءَ وچ ۾ ڪڇ جي حڪومت ثابت ڪري چڪي هئي، تہ هو اسان جي اعتبار جا لائق نہ آهن. تعجب آهي، تہ هيترن لکن رپين جي معافيءَ، انلو سندن دلين ۾ شڪ پيدا ڪيا. سنڌ جي سازشين بہ هٺي هنڌ ڪيو. راءَ ڪي جي وڏيڪ اختياري هٿ ۾ آئي، تنهن باقي سندس مغز ڦيرائي ڇڏيو. سفير اتفاق سان ڪاڏي ٻاهر ويل هو: تنهنڪري دربار هن جي غير حاضريءَ جو فائدو وٺي، تونا بندر وٺڻ جو فيصلو ڪيو. انهيءَ مقصد لاءِ عهدنامي جي شرطن جي خلاف پڇ ۽ عرب سپاهي ڀرتي ڪيا ويا. پر اهي سازشون ڪئپٽن ايم. مردو جي بيداريءَ ۽ چالاڪيءَ ڪري اُسري نہ سگهيون. هن ڪڇ جي نار جي ڪانياواڙ واري طرف ڪان. اوڪا منڊيل مان فوجون گهرايون ۽ ساڳئي وقت دربار ڪي زور ڀريائين تہ نيئن فوجن ۾ تخفيف ڪئي وڃي. آخر گهڻي گس گساءَ ڪان پوءِ، اهي مطالبا لاچار قبول ڪيا ويا. مطلب تہ انگريز سرڪار جي هر رٿ ڪي لاپرواهيءَ سان نظرانداز ڪيو ويو، هن وقت واگر جي اثر ۾، پارڪر جي ڪوسا قبيلي جي ڌاڙيلن، ڌاڙا هڻڻ شروع ڪري ڏنا. پر راءَ پنهنجي حد ڪي بہ ڌاڙن کان بچائڻ لاءِ ڪو قدم ڪونہ کنيو: ۽ نہ هو پنهنجن دوستن جي ملڪ ڪي بچائڻ لاءِ اُپاءَ وٺڻ لاءِ تيار هو.

دربار جي روش نهايت خراب ۽ اعتراض جوڳي هئي، ۽ حالتون ڏينهون ڏينهن وڌيڪ خراب ٿينديون وييون. لکميداس ۽ هن جي ڌر ٻي طرفدار هئا ۽ هنن کي ڪنهن بہ وقت انگريز سرڪار سان هٿ ڳنڍڻ جو ارادو ڪونہ هو. پر هنن جو اثر ڏينهون ڏينهن گهٽبو ٿي ويو، ۽ راءَ خراب صلاحڪارن جي چنبي ۾ اچي ويو هو. هو رات ڏينهن نشي ۾ چور هوندو هو. هو پنهنجو وقت رذيل ۽ ڪميڻن ماڻهن جي سنگت ۾ گذاريندو هو، جي هن کي هر وقت سندس نون دوستن يعني انگريزن ۽ هنن جي عيوضيءَ ڪئپٽن ايم. مردو جي خلاف ڀڙڪائيندا هئا. انهن خبيثن ۾ موهنجي نڪر نالي، هڪ شيطان هو، جو هن جو بدترين صلاحڪار هو. بدبخت راءَ کي جيڪي بہ مصيبتون پيش آيون، تن لاءِ هو جوابدار هو.

انهن ڳالهين جو نتيجو ڀڃاڙيءَ ۾ خراب نڪرڻو هو. حڪومت جون واڳون راءَ جي بدڪار دوستن جي هٿ ۾ اچي ويون، ۽ هن جي طمع عيش لاءِ هر نموني جو ظلم ۽ بي انصافي ڪئي ويئي. عام ماڻهن ۾ خيال ويٺل هو، تہ

انگريز. راءَ جا دوست آهن، ۽ هو هن جي هر حالت ۾ مدد ڪندا. انهيءَ ڳالهه جو فائدو وٺي، هن واپارين ۽ ٻين شاهوڪار ماڻهن کان وڏا قرض ورتا. جڏهن هو ٽڪجي پيا، تہ پوءِ زور زبردستيءَ کان ڪم ورتو ويو. آبادگارن کان انن مهينن جي ڍل اڳواٽ وصول ڪئي وئي، ۽ گهرو عملدارن ۽ ضلعن جي ناظمن کان ويهہ لک ڪوڙيون بدترين نموني جي عيش عشرت ۾ اُڏائڻ لاءِ زوريءَ جُرماني طور وصول ڪيون ويون. پرملجي پاڻ محل مان ٻاهر اصل ڪونہ نڪرندو هو. ملڪ جو ڪاروبار دربدر ٿي ويو ۽ هو ويو ماڻهن جي نظرن ۾ ڪِرندو. هن فتح محمد جي ڌيءَ کي بد راهہ ڪيو، ۽ چيائين تہ ميان ابراهيم منهنجي پيڻ سان ائين هليو هو. تنهنڪري هن کان انتقام وٺڻ لاءِ اهو ڪم ڪيو اٿم. هر ڪنهن جون زالون گهٽين ۾ ڦاسائي، محل ۾ وٺي ويندا هئا، جتي هنن جي عصمت دري ڪئي ويندي هئي ۽ سندن زيور لاٿا ويندا هئا. ڪوبہ دنيادار ماڻهو ملڪ ۾ سلامت ڪونہ هو. جهاريجا سڀ پنهنجن زمينن تي هليا ويا، ۽ هو ڀُڄ جي ويجهو بہ نہ ايندا هئا. وزير اڳيئي انگريزن جي خلاف هوندا هئا. هو هاڻي پنهنجي ملڪيت ۽ اقتدار وڃائي وينا هئا: تنهنڪري هنن ڪئپٽن ايم. مرڊو کي استدعا ڪئي، تہ هو وچ ۾ پئي، سندن جان بچائي. انهيءَ عملدارن کي هدايتن موجب، دست اندازيءَ ڪرڻ جي اجازت ڪانہ مليل هئي، پر هن پنهنجي اثر سان سندرجي سيئوجي، جي پائٽيي، رتنسيءَ کي وزارت ۾ شامل ڪرايو. سندرجي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جو هڪ پراڻو وفادار ۽ لائق ملازم هو. اميد ڪئي ويئي، تہ هو پنهنجي دانائيءَ ۽ عقل سان پرملجي کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي، ڪيس برين عادتن ۽ خراب دوستن جي صحبت کان ڇڏائيندو.

شاهي سفير (ڪئپٽن ايم. مرڊو) پنهنجي سر بہ اهڙي ڪوشش ڪئي، پر هو ان ۾ ناڪام ٿيو. بدقسمتيءَ سان رتنسي بہ راءَ کي پنهنجي چنبي ۾ آڻي نہ سگهيو. جو ڪيس سڌاري. راءَ جون بدعادتون ۽ انهن جا برا اثر خراب صورتون اختيار ڪرڻ لڳا. آخر راءَ کان هڪ اهڙي خطا ٿي، جنهن ثابت ڪيو، تہ هن کي ڪوبہ اصول يا انسانيت ڪانہ هئي. پائيجي ٻاوا جو بدقسمت پٽ لدوبا، پنهنجي سوٽ جي گاديءَ تي ويهڻ کان پوءِ، دربار جو سياسي قيدي ٿي رهيو هو. پر هن تي سخت پهرو ڪونہ هوندو هو ۽ بعضي بعضي هن کي راءَ جي بدمستين ۽ محفلن ۾ شامل ڪيو ويندو هو. هڪ رات راءَ ۽ هن، دير تائين

گڏجي شراب پيئڻ ۽ آخر هڪٻئي سان دوستيءَ جو دم هڻي جدا ٿيا. پنجن منٽن کان پوءِ، هو محل جي اڳڻ مان لنگهي رهيو هو، ته هن تي ڪن هٿياربندن ماڻهن حملو ڪري، کيس وڏيءَ بيرحميءَ سان ماري ڇڏيو.

راءِ ڀهريائين انڪار ڪيو، ته ڪو هن بيرحم ۽ مردود ڪم ۾ ڪو سندس هٿ آهي. چيائين ته: هيءَ ڪم منهنجن ڀهريدارن منهنجي اجازت کان سواءِ ڪيو آهي: ايتريقدر جو بندوق هٿ ۾ ڪٽي هو قاتلن جي اڳواڻ کي مارڻ لاءِ تيار ٿيو. پر پوءِ جلد خبر پئي، ته هن لدوبا جي قتل جو حڪم پاڻ ان وقت ڏنو هو، جڏهين لدوبا ڪانئس موڪلائي نڪتو هو ۽ هن پاڻ اکين سان لدوبا کي محل جي دريءَ مان خون ٿيندو ڏٺو هو. ڏوهه جي ڏوهارين کي ڪنهن به قسم جي سزا ڪانه ڏني وئي هئي. ڏوهارين جو اڳواڻ عبدالڪريم نالي هڪ عرب جمیندار هو. هن کي نوڪريءَ مان، ته برطرف نه ڪيو ويو، پر اٽلو کيس اضافو، بيا انعام ۽ اقرار ڏنا ويا. پر اجا ٽي مهينا به نه گذريا، ته انهيءَ شيطان تي خدائي قهر نازل ٿيو: ڀُڄ ۾ هڪڙي سپاهيءَ هن جي حڪم سان هڪ گانءِ ماري وڌي، هندن ۾ اچي ٿاءُ پيو. عبدالڪريم، سپاهيءَ کي هندن جي ڏمر کان بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر راءَ حڪم ڏنو، ته عبدالڪريم ۽ ڏوهاري ٻنهي جو خاتمو ڪيو وڃي.

لدوبا جو خون هڪ فضول ۽ جبر جو ڪم هو. هن کو شڪايت جو سبب ڪونه ڏنو هو. هن پنهنجا ڏک سور وساري ڇڏيا هئا. هن کي جيڪڏهن ڪو حق هو، ته ان جي دعويٰ ڪانه ڪئي هئائين. راءَ کي هن مان ڪو خوف ڪونه هو، ۽ راءَ جو حق جهاريجن تسليم ڪيو هو ۽ کيس انگريز سرڪار جي ٽيڪ هئي. راءَ جي جيڪڏهن چشم پوشي ڪجي، ته چئجي ته هن اهو حڪم اوچتو نشي جي حالت ۾ ڏنو هو. پر هن جي روش مان ظاهر آهي، ته هن جي دل ۾ اجايا ۽ بي بنياد شڪ پيدا ٿيا هئا. لدوبا جي قتل کان پوءِ به هو، هن جي ڪٽنب تي ظلم ڪندو رهيو.

راءَ جي انهيءَ وحشياڻي ڪاروائيءَ جي ڪري، ڪڇ ۾ هن لاءِ سخت نفرت پيدا ٿي. جهاريجا سردار هاڻي پڇتائڻ لڳا، ته هنن ڇو لدوبا جو حق مارڻ ڏنو هو- پر ڏڌو کير ٿڻن ۾ نه پوي. ڪيترن سردارن ظاهر ظهور راءَ کي لدوبا جي خون لاءِ نندیو. انهيءَ ڳالهه تان ابراسا ۾ ونجڻ ۽ سنڌڻ سردارن جي وچ ۾

اختلاف پيدا ٿيا. پرملجيءَ کي جا پياد وارن سان دشمني هئي، سا انهن تازن واقعن جي ڪري گهٽ ڪانہ ٿي هئي: تنهنڪري هو بہ هڪدم جهيڙي ۾ ٽپي پيو ۽ سنڌڻ تي ڏنڊ وجهڻ جو خيال ڪيائين. اڳتي ڏيکاريو ويندو، تہ انهيءَ بي انصافي جي ڪري هن پنهنجو تخت ڪيئن وڃايو.

انهن واقعن جي خبر ممبئيءَ ۾ پهتي، ۽ مقتول شهزادي جي وڏوا جي پيءُ بہ پنهنجي درد ڀري دانهن موڪلي. لدوبا جو سهرو ڪانياواڙ جو هڪ ننڍڙو سردار هو، ۽ هو انگريزن جي پناهہ هيٺ رهندو هو. هن رحم ۽ انصاف جي نالي ۾ پڪار ڪئي، تہ راءَ ڪان حساب ورتو وڃي. وڌيڪ چيائين، تہ منهنجي ڌيءَ جنهن کي ستون مهينو پيٽ آهي، سا ڀُڄ ۾ قيد آهي، هن کي هڪدم اتان ڪڍي، سندس حوالي ڪيو وڃي. لدوبا جا ٻار اڳي انهيءَ بهاني تي ماريا ويا هئا، پر اهي تہ نياٽيون هيون. هاڻ بدبخت ماءُ ۽ هن جي نئي ٻار سان بہ ساڳي تعدي ٿيڻ جو امڪان هو: تنهنڪري ڪئپٽن ايمر. مردو کي هدايت ڪئي ويئي، تہ راءَ کي ٻڌائي، تہ هن جي دربار ۾ جيڪو هولناڪ واقعو ٿيو هو، تنهن تي انگريز سرڪار کي سخت صدمو پهتو هو. انهيءَ ڪري انگريزن جو بہ بد ٿيو هو، ڇاڪاڻ تہ دربار کي سنڌن ٽيڪ هئي. تنهنڪري ڏوهين کي سزاياب ڪرڻ کپي. فوتيءَ جي وڏوا جي حفاظت ڪرڻ ضروري هئي. ساڳئي وقت جهاريجن جي سردارن ڏي بہ خط لکيا ويا، تہ گورنر ۽ سندس ڪائونسل کي اُميد آهي، تہ وڏوا ۽ ان جي ٻار سان عزت ۽ مروت جو برتاءُ ڪيو ويندو. هنن کي عرض ڪيو ويو، تہ انهيءَ ڪم لاءِ هو راءَ کي لکن ۽ هن سان ملي، متس پنهنجو پورو پورو اثر هلائين.

انهيءَ درخواست راءَ جي دل ۾ انگريزن لاءِ شڪ ۽ نفرت پيدا ڪئي. چيائين، تہ هيءُ هڪ گهرو معاملو آهي ۽ ان ۾ بيروني دخل نہ ٿيڻ کپي. جيڪڏهن اها ڳالهہ چوري وئي، تہ پوءِ اسان جي دوستي ڪانہ رهندي. ان ڪان پوءِ، هڪدم پنهنجون فوجون ابراسا مان واپس گهرائي ورتيون ۽ بين هنڌ پرتي ڪرڻ لڳو ۽ اهڙيون تياريون ڪرڻ لڳو، جي هڪ دوستاڻي ۽ صلح پسند حڪومت جي شان وٽان نہ هيون. دربار ۾ قرض ڏئي، ان جو موٽائي وٺڻ جو سوال وري اٿاريو ويو. هڪ رٿ تيار ڪئي ويئي، تہ ڳاهہ جي ڳاڏين ۾ هٿيار بند ماڻهو موڪلي، انجر وٺڻ جي ڪوشش ڪجي. ڀُڄ ۾ جو انگريزن جو

ديسي وڪيل هو، تنهن جي هتڪ ڪئي ويئي. راءَ جي وڙهڻ تي مرضي هئي، پر اهڙي همت ڪانه هئس.

پرتي ڪيل فوجون، پارڪر جي ڪوسن کي گوشمالي ڪرڻ جي بهاني تي واڳر موڪليون ويون هيون. پر سفير کي راءَ جي طبيعت جو هاڻي ڪافي آزمودو ٿي چڪو هو: تنهنڪري ٻيون فوجون گهرائي انجر جي چونڪيءَ کي مضبوط ڪيو. هڪڙي انگريزي فوج گجرات مان گهرائي، رڻ ڏانهن موڪلي ويئي. درٻار کي استدعا ڪئي ويئي، ته هو رستي ۾ ان کي سرو سامان جي مدد ڪن، مگر مدد ڏيڻ کان صاف جواب مليو. اٽلو راءَ پنهنجن فوجن کي هوشيار ڪيو ۽ پنجويهه توبون تيار ڪيون ويون. فوجون فقط اشاري لاءِ تيار بيٺيون هيون، پر وري ڪين اوچتو هٿيارن رکڻ جو حڪم مليو- شايد راءَ جو نشو ٽٽي ويو هو يا ڪنهن دوست جي صلاح جو اثر ٿيو هوس. جڏهن اسان جي فوج انجر ڏانهن وڌي، تڏهن هن پُڇ کان ڏهن ميلن جي مفاصلي تي سپاهين جو هڪ دستو بيهاري ڇڏيو، ته جيئن انهن ٻن شهرن جي وچ ۾ آمدرفت جو رستو بند ٿي وڃي. پر ٿورن ڏينهن کان پوءِ، هي سپاهي، سفير جي استدعا تي رتنسيءَ جي صلاح سان هٽايا ويا.

هوڏانهن وري حيدرآباد جي عجيب درٻار، راءَ جي ڪاروائين کي بلڪل مختلف نقطهء نگاهه کان ڏسي رهي هئي. هنن کي جڏهن لدوبا جي قتل جي خبر پيئي، تڏهن راءَ سان همدردي ڏيکارڻ لاءِ هڪ وڪيل موڪليائون ۽ راءَ کي چوائي موڪليائون، ته اسان جي توهان سان دوستي آهي. جهاريجن جي باغي سردارن جي خلاف ڪا مدد کپيوَ، ته اسان حاضر آهيون- ڪڇ جو گهرو معاملن بنسبت سنڌ ۾ عجيب غريب خبرون پهتون هيون. ميرن کي ڊپ ٿيو، ته راءُ هاڻي وري انگريزن کان مدد گهرندو. هنن تي انگريزن جو پوت اڳي ئي سوار هو، تنهنڪري سمجهيائون، ته جي راءَ کي اسان مدد ڪنداسين، ته ڪين انگريزن اڳيان هٿ ڊگهيرڻو نه پوندو- ميرن جي وڪيل جي خوب آجيان ڪئي ويئي، پر هنن مدد وٺڻ کان انڪار ڪيو. ڇاڪاڻ ته هو ان جي عيوض لکپت بندر، جو سنڌونديءَ جي اوڀارين شاخ تي آهي، ڏيڻ لاءِ تيار نه هئا. لکپت بندر ميرن جي سرحد جي ويجهو آهي ۽ سنڌين جي هميشه ان ۾ نظر پئي رهي آهي.

راءَ هڪ بي لغام گهوڙي وانگر ظلم زبردستي ۽ عيش پرستي ڪندو رهيو. هو سواءِ پنهنجن بدڪار رفيقن جي ٻئي ڪنهن سان ڪونه ملندو هو. هن کي نه اندر

جي آواز جي پرواهہ هوندي هئي، ۽ نہ ماڻهن جي ڏک جي. لڏوبا جي وڏوا، هڪ ٻانهيءَ جي معرفت پنهنجن دوستن ڏي هڪ چٺي موڪلي هئي، جا ڏيکاري ٿي، تہ ان وقت محل جي ڪهڙي حالت هئي. ان خط ۾ هوءَ لکي ٿي، تہ راڻ ضرور سنڌس عصمت دري ڪندو ۽ سنڌس معصوم ٻار کي بہ پورو ڪندو. ٻار کي لکمياداس وزير آزيون نيزاريون ڪري بچايو. پر ويچاري مائيءَ جو ڪهڙو حشر ٿيو، تنهن جو اڄ ڏينهن تائين پورو پتو ڪونہ پئجي سگهيو آهي. ڪڇ جي هاڻي اهڙي ذليل حالت ٿي هئي، جهڙي راءَ راهہ ڏين جي حڪومت ۾. البت انگريز سرڪار جي دٻپ ڪري کُلي ڪلائي بغاوت ۽ فرقيبازي ڪانہ هئي. راءَ کي انگريز سرڪار لاءِ سخت نفرت ۽ ڌڪار هئي. هن جو اهڙو تہ مغز خراب ٿي ويو هو، جو هو هر موقعي تي پنهنجي نفرت جو اظهار ڪندو هو. هو ڪئپٽن ايم. مرڊو جو جڏهن نالو ٻڌندو هو، تڏهن ڪيس گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. هو جڏهن نشو ڪندو هو، تڏهن دل ڪولي همت سان لاف هڻندو هو، تہ انجر ضرور واپس وٺندس. بعضي تہ عملي قدم کڻڻ جي بہ ڪوشش ڪندو هو. هن انجر جي واپارين تي ايڏيون موتمار ڍلون وڌيون، جو هو تونابندر ڏانهن ڪپهہ موڪلي نہ سگهندا هئا. اهڙيءَ طرح هنن جو.واپار صفا ٻيهي ويو. هن جي ڪمال حماقت اها هئي، جو حڪم ڪيائين، تہ ڪوبہ جهاز انجر جي واپارين جو مال نہ کڻي.

انهن اڳراين تي سفير اعتراض ورتو. هن اڳ بہ ڪيترا دفعا راءَ کي نصيحت ڪئي هئي، تہ خراب عادتون ڇڏي ۽ بدڪار صلاحڪارن کي نوڪريءَ مان ڪڍي. ڪئپٽن ايم. مرڊو جي جان خطري ۾ هئي ۽ ڪيس باقاعدي خون جي ڌمڪي ملي هئي، پر تنهن هوندي بہ هو همت ۽ مردانگيءَ کان ڪم وٺي، راءَ وٽ ويو ۽ نصيحت ڏنائينس، تہ ڪڏن ڪرتوتن مان ڪيس اوس نقصان رسندو. ڪئپٽن ايم. مرڊو جي ملاقات جو احوال مون کي ميجر نوبل ڏنو هو، جو ساڻس گڏ هو. تنهن کان پوءِ، راءَ جي نوڪرن بہ هن جي ارادن جي تصديق ڪئي آهي. هو سڀ ان ڳالهہ تي اتفاق راءِ آهن: تہ راءَ نڪر موهنجيءَ، ڪئپٽن کي مارائڻ جو حڪم ڏنو هو. پر جڏهن ڪئپٽن ايم. مرڊو اچي دربار ۾ حاضر ٿيو، تہ هن جي همت هارجي ويئي ۽ منصوبو ترڪ ڪيو ويو. پر انهن موقعن تي سفير ۽ هن جي عملي جي دربار ۾ پوري آجيان ڪانہ ڪئي ويئي هئي: بلڪ ڪين سپاهين ۽ ملازمن محل جي اڳڻ مان لنگهندي ٺيلها ڏنا هئا. هنن جي سلامن جو جواب بہ ڪونہ ڏنو ويو. عام ماڻهن جي حڪم يا گهٽ

۾ گهڻ اجازت ڏني ويئي هئي، تہ هنن کي گهڻ وڌ ڳالهائين ۽ متانئن ننوليون ڪن. راءِ پاڻ، جڏهين جڏهين ڪئپٽن ايو. مردو ساٽس ملڻ ويندو هو، تہ نشي ۾ چُور هوندو هو. هن ڪئپٽن جي ڪابہ صلاح قبول نہ ڪئي ۽ پنهنجن گناهن قبول ڪرڻ کان انڪار ڪيائين. عهدنامي ۾ شرط هو، تہ هو پنهنجون فوجن گهٽائيندو: پر ان باري ۾ ڪئپٽن جو مشورو بڌو اڻ بڌو ڪري ڇڏيائين. مطلب تہ سفير جي ڪابہ تقاضا پوري نہ ڪيائين، جنهنڪري هن کي لاچار واپس موٽڻو پيو.

هن صوبي ۾ ناراضپي ۽ بدانتظاميءَ جي حد تي چڪي هئي. نتومهتا ۽ بيا وزير جان بچائي پڄي ويا. لڪمياداس ۽ هن جي ڏر انگريزن جا طرفدار تي ويا. راءَ سنڌڻ ۾ دست اندازي ڪئي ۽ جهاريجن جي سردارن تي خراج مڙهڻ جي ڪوشش ڪيائين، جنهنڪري پياد ۾ سخت ناراضپو پيدا ٿيو. هن ممبئي سرڪار ڏي خط لکيو، تہ اسان اڳي روڪ خراج ڪڏهن ڪونہ ڏنو آهي، ۽ استدعا ڪيائون، تہ جيڪڏهن اها بيجا ڍل اسان کان زوريءَ وصول ڪئي وڃي، تہ توهان اسان جي مدد ڪريو. پڇاڙيءَ جو چيائون، تہ ڪڇ جي ڪاروبار جي سڌارڻ لاءِ انگريزن جي حڪومت جي دست اندازيءَ جي ضرورت آهي. ممبئي سرڪار جهاريجن سردارن ۽ سندن حاڪم جي جهڳڙي ۾ ڪاهي پوڻ مناسب نہ سمجهيو. راءَ جو حق هنن پاڻ تسليم ڪيو هو: تنهنڪري هنن فيصلو ڪيو، تہ اسان تيستائين ڪو بہ قدم ڪونہ کڻنداسين، جيستائين راءَ اڳرائي ڪري اسان جي سامهون نہ پوندو. پر راءَ جلد کين اهڙو موقعو ڏنو. پرملجي ڏينهون ڏينهن سست ٿيندو تي ويو. آخر هن انجر جي شهر تي اوچتو حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن تي ڪن ڳوٺن تي هن اڳيئي بيجا اختيار هلائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. انهيءَ ارادي سان هن مياڻن ۽ بين ماڻهن، جن کي فوجي پٽي تي دربار جون زمينون مليل هيون، تن کي پُڄ ۾ گهرايو. پوءِ پنج هزار ماڻهو ۽ يارنهن توبون ساڻ ڪري لکنود تي چڙهائي ڪيائين. ان کان اڳ هن ڪيترن جهاريجن کي دڙڪا دلاسا ڏيئي، پنهنجيءَ فوج ۾ شامل ڪيو هو.

راءِ سفير کي برغلائي چيو، تہ مان واڳر ۾ ڪن باغين کي سزا ڏيڻ وڃان ٿو. پر اها ڳالهہ ظاهر ظهور ڪوڙي هئي، ڇاڪاڻ تہ واڳر مان هن پنهنجون سڀ فوجون واپس گهرائي ورتيون هيون. هوڏانهن انجر ۾ سندس مقابلي لاءِ تياريون ڪيون ويون هيون، جنهنڪري لاچار اِهو قصد ڇڏڻو پيس. پر هن انگريز

سرڪار جي هتڪ ڪرڻ ۽ عهدنامي جي ڀڃڻ جا ٻيا طريقا اختيار ڪيا. هن اوچتو ڪڇ جي اوير ۾ آريسير جي شهر تي چڙهائي ڪئي، جنهن جو سردار سفير جي پناهه ۾ انجر ۾ دربار سان ڪن مسئلن جي فيصلي لاءِ رهيو پيو هو. ڪئپٽن ايمر. مردو راءَ جي هن بيجا روش تي سخت اعتراض ڪيو ۽ ڪيس ياد ڏياريائين، تہ عهدنامي جي شرط موجب هن ۾ واگر جي جميندارن جي وچ ۾ جي اختلاف هئا، تن جو فيصلو ڪمپنيءَ کي ڪرڻو هو. انجر جي سردار ڪلياڻ سنگهہ کي حضور واليءَ جي عرض تي اختلافن جي فيصلي ڪرڻ لاءِ گهرايو ويو هو. انهيءَ رقعي جي پڇاڙيءَ جا لفظ هي هئا: ”جيڪڏهن تنهنجي آريسير کي ختم ڪرڻ جي خواهش آهي، تہ تون ڀلي ائين ڪر: پر ان جو مطلب اهو ٿيندو، تہ تون انگريز سرڪار سان ناتن ٽوڙڻ لاءِ آماده آهين“.

راءَ انهيءَ اطلاع جي ڪا پرواهہ ڪانہ ڪئي، بلڪ سيني جي مشوري جي خلاف، هن نڪر موهنجي ۽ هن جي ساٿين جي چوڻ تي، آريسير جو گهيرو جاري رکيو. ٻن مهينن ڪان پوءِ، جڏهن ڏنائين، تہ ڪاميابيءَ جو اميد خير ڪي آهي، تڏهن وري ڪئپٽن ايمر. مردو سان هينانهين ورتائين ۽ لکيائينس، تہ مون کي تنهنجي ۽ تنهنجي سرڪار لاءِ نهايت عزت آهي. پر ان خط ۾ سندس ڪاروائين تي جو اعتراض وريو ويو هو، تنهن ڏانهن ڪوبہ اشارو ڪونہ هو. مگر هاڻي اهي سڀ ڳالهيون اجايون هيون، ۽ عهدنامو اڳيئي معطل ڪيو ويو هو. مارڪئس آف هيسٽنگس پڌرو ڪيو هو، تہ راءَ ڀرملجي عوام جو دشمن آهي ۽ هن سان لڙائي ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏيئي ڇڏيون هئائين. لارڊ صاحب جو مقصد هو، تہ ڪڇ ۾ اهڙي حڪومت قائم ڪجي، جا سن 1816ع جي عهدنامي مطابق انگريزن سان دوستاڻي نموني سان هلي. راءَ ڀرملجيءَ جي برين عادتن جهڙي ماڻهو کان اهڙي اميد رکڻ اجائي هئي. تنهنڪري حڪم ڏنو ويو، تہ جهاريجن جي مدد سان راءَ کي معزول ڪيو وڃي ۽ سردارن کي چيو وڃي، تہ هو مسند تي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي ويهارين، جنهن کي هو ان جو حقي وارث سمجهن. انهن حڪمن کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ انجر ۾ سر وليم گرانٽ ڪيئر جي سرڪردگيءَ هيٺ فوجون ڪنيون ڪيون ويون. اتي ساٽن وسراجي، ٻہ پراگجي، الياجي ۽ مياتجيي ۽ پنج وڏا ڪڇ جا جهاريجا سردار بہ اچي شامل ٿيا، ۽ چيائون، تہ اسان راءَ جي خلاف هر ڪاروائيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تيار آهيون.

انهيءَ وچ ۾ راءِ، آريسير جي سردارن سان ناهه ڪري ٽڪڙو ٽڪڙو پُــڄ موٽي آيو، جتي هو اوچتو بيمار ٿي پيو، تنهنڪري هو پاڻ ڪابہ تياري ڪري يا حڪم ڏيئي نہ سگهيو، پر هن جي طرفدارن ۽ مقربن هڪ چڱي خاصي فوج تيار ڪئي. انگريزن جي فوج جڏهن دارالسلطنت ڪي ويجهو پهتي، تڏهن انهن سان سندن ڪجهہ مقابلو ٿيو. پوءِ ڪئپٽن ايم. مردو، راءَ ڪي اطلاع ڏنو، تہ اسان جي سرڪار جو ارادو آهي، تہ ڪڇ جي حڪومت جو ڪاروبار جهاريجن جي پياد جي صلاح سان نئين سر ناهجي. ڪيس اهو بہ چيو ويو، تہ جيڪڏهن هو مخالفت ڪندو، تہ ڪيس ان جو نتيجو ڀوڳڻو پوندو، پر جي آڻ مڃيندو، تہ ڪيس بچاءُ ڏنو ويندو ۽ سندس جوڳي عزت ڪئي ويندي. هن اطلاع جو جواب ڀئي ڏينهن ڏنو ويو، جڏهن ڀورجيہ جي جابلو قلعي تي، جو ڀُــڄ جي شهر جي ويجهو آهي، زوريءَ ڏاڪٽيون رکي قبضو ڪيو ويو. ان تي راءِ، ڪمياداس وزير جي معرفت اچي سفير جي تنبوءَ ۾ حاضر ٿيو، جتي هن ڪي انگريزي فوج جي حفاظت ۾ رکيو ويو. هن سان هر ممڪن مروت ڪئي ويئي، پر ساڳئي وقت ڪوشش ڪئي ويئي، تہ جيئن هو ڀڄي نہ وڃي. هن جي صحت جو خاص خيال ڪيو ويو، هن جي بي اعتدالين ۽ بيمارين جي ڪري اهڙي حالت تي ويئي هئي جو هو ويهي ۽ ڳالهائي بہ نٿي سگهيو.

ٿورن ڏينهن ڪان پوءِ، راءَ ڀرملجي باقاعدي معزول ڪيو ويو ۽ هن جي رهائش جو انتظام فتح محمد جي محل ۾ ڪيو ويو. جهاريجن سردارن کي اجازت ڏني ويئي، تہ هو پنهنجي مرضيءَ مطابق هن جو جانشين انتخاب ڪن. عام راءِ اها هئي، تہ مقتول شهزادي لدوبا جو معصوم ٻار چونڊيو ويندو. پر پڙهندڙن کي بڏي تعجب ٿيندو، تہ پياد يڪراءِ ڀرملجيءَ جي ٽن ورهين جي اڪلوتي پٽ کي انتخاب ڪري راءِ ڏيسل جي لقب سان گاديءَ تي سرفراز ڪيو. چون ٿا، تہ هيءُ وزير لکمياداس مهتا جي چوڻ تي ڪيو ويو هو. جيڪڏهن اها حقيقت آهي، تہ هن پنهنجي قربانيءَ ۽ فراخدلي لاءِ بيشڪ ڪيرون لهڻيون. ياد هوندو، تہ راءُ ڪنهن وقت هن جي رت جو پياسي هو ۽ هن جي ملڪيت ضبط ڪرائي هئائين. پر لکمياداس ۽ ٻين گهڻن سان مون ان معاملي متعلق ڳالهايو آهي. هنن جو منڊ ڪان وٺي اهو خيال هو، تہ ڀرملجي فطرتاً ظالم ۽ ڪنور دل نہ هو، مگر هو هڪ نيچ ۽ بدڪار ذر جي هٿ ۾ ضعيف ۽

گمراھ پُتلو ھو. وزير جي دل، راءَ جي زوال کان پوءِ، ھن ڏانھن نرم ٿي ويئي ھئي. راءَ جي معزوليءَ ۾ سڀ راضي ھئا، پر تنھن ھوندي بہ جھاريجن سردارن جي مرضي ھئي، تہ حڪومت سنڌن نالي ۾ ھلائي وڃي. جڏھن اھا صلاح قبول نہ پئي، تڏھن چيائون، تہ قيد ۾ راءَ جي عزت ڪئي وڃي ۽ گادي ھن جي خاندان ۾ رھڻ کپي. تاريخ ثابت ڪري ڏيکاريو، تہ پياد جو فيصلو وڏيڪ معقول ھو. جيڪڏھن ھو لدوبا جو ناتوان ۽ معصوم ٻار چونديں ھا، تہ ان مان ڪو سود ڪونہ ٿئي ھا. ساڳئي وقت ھنن اھو بہ فيصلو ڪيو ھو، تہ جيڪڏھن ڏيسلجي بنا اولاد مري ويو، تہ ھن جو وارث لدوبا جو پٽ ٿيندو. پر لدوبا جو پٽ ٿورن ھفتن کان پوءِ مري ويو ۽ ڪڇ جي شاھي خاندان جي حقي شاخ جي وارث ڀائيجي ٻاوا جو نسل ھميشہ لاءِ ختم ٿي ويو.

ان کان پوءِ، ملڪ جي ڪاروبار سڌارڻ جو ڪم شروع ڪيو ويو. ۽ راءَ ڏيسل جي صغيرائپ ۾ حڪومت ھلائڻ لاءِ عيوضين مقرر ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ويو. جھاريجن کي چيو ويو، تہ ھو ان ڪم لاءِ ماڻھن جو ڪافي تعداد منتخب ڪن. ھنن ڪڇ جا سڀ کان وڏيڪ طاقت وارا بہ جھاريجا سردار ھڪڙو روھہ جو وسراجي ۽ ٻيو ننگرچيءَ جو پرٿراجي اوڏوجي نالي ھڪڙو راجگور برھمڻ، وزير لکميداس وليجي ۽ سيٺ رتنسي چينا چونڊيا. انھن کان سواءِ ھنن انگريز سفير جو نالو بہ ڏنو، پر ان تي گورنر جنرل پھريائين اعتراض ورتو، ڇاڪاڻ تہ ھن جي مرضي ھئي، تہ ڪڇ ھڪ آزاد رياست ٿي رھي. پر جھاريجن جي پياد ۽ ٻين چونڊيل عيوضين جي استدعا تي لارڊ صاحب قبول ڪيو، تہ ڪئپٽن ايم. مرڊو انھيءَ جماعت جو صدر ٿي رھي.

پُڄ ۾ جي قدم کنيا ويا، تن تي گھڻو ڪري سيني طبقن جا ماڻھو راضي ھئا. لکپت بندر کان سواءِ، ٻئي ڪنھن بہ شھر، نئين راءَ ۽ عيوضين جي جماعت جي حڪومت تي اعتراض ڪونہ ورتو. لکپت ۾ عرب فوجون ھيون ۽ انھن جي صداقت ۽ وفاداريءَ ۾ پھريائين ڪجھہ شڪ ھو، پر لکپت بہ سواءِ ڪنھن فوجي ڪاروائيءَ جي آڻ مڃي. اھڙيءَ طرح ڪاروبار پختي پائي تي ٻيھارڻ کان پوءِ، راڄگذار حڪومت جي مختلف ڪاتن ۾ سڌارن ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو. پرملجي جيڪي ڪنڌ ڀڳا خرچ ڪري، اجايون فوجون رکيون ھيون، سي موقوف ڪيون ويون. ملڪ جي بچاءَ ۽ حڪومت جي مدد لاءِ ھڪ

انگريزي فوج رياست جي خرچ تي مقرر ڪئي ويئي. راءَ جي محل جي حفاظت خلاصي جهاريجن جي حوالي ڪئي ويئي ۽ راءَ جيڪي ڪميڻا رذيل ماڻهو انهيءَ اهم فرض لاءِ رکيا هئا، تن کي برطرف ڪيو ويو.

راءَ جا ظلم ۽ زبردستيون اجا مس بند ڪيون ويون ۽ انگريز سرڪار جي مدد سان هڪ نئون ۽ بهتر دستور قائم ڪيو ويو، تہ قدرت جو ڪوپ اچي ڪڇ جي ظالمن مٿان ڪڙڪيو. اوچتو هڪ عجيب قسم جو زلزلو ٿيو، جنهن ملڪ جا سڀ ڪوٽ ۽ قلعا پٽ تي ڪيرائي، خاڪ ۾ ملائي ڇڏيا. انگريز سرڪار کي ڪيتري وقت کان انهن شر ۽ بغاوت جي ڪاشيانن ڍاهڻ جو خيال هو، پر قدرت اهو ڪم پاڻ ڪرڻ مناسب ڄاتو. ملڪ جو نقصان ٿيو، سو تصور کان ٻاهر آهي. فقط ڀُڄ ۾ ست هزار گهر پٽ تي ڦري پيا، ۽ ٻارنهن سؤ ماڻهو دٻجي مري ويا. انجر ۾ بہ ايترو ئي نقصان ٿيو. مانڊويءَ ۽ ٻين وڏن شهرن ۾ بہ ڪافي جاني ۽ مالي نقصان ٿيو. هن ڀيانڪ حادثي سببان جي ٻيون علامتون ظاهر ٿيون هيون، تن جو ذڪر ڪرڻ هتي ضروري نہ آهي. انهن جو احوال ممبئيءَ جي ادبي سوسائٽيءَ جي مخزن ۾ اڳيئي ڇپجي چڪو آهي.

انهن ڪاروائين مطابق ۽ ٻن حڪومتن جي وچ ۾ دائمي ۽ باعزت دوستي قائم ڪرڻ لاءِ هڪ نئون عهدنامو ڪيو ويو، جنهن ۾ سنہ 1816ع واري عهدنامي جي شرطن کان سواءِ ٻيا ڪيترا شرط هئا، جي ملڪ ۾ نين حالتن پيدا ٿيڻ ڪري لازمي ٿيا هئا. ڏسڻ ۾ ايندو، تہ انگريز سرڪار کي راءَ جي اندروني ڪاروبار ۾ مداخلت ڪرڻ جو بلڪل ارادو ڪونہ هو. ساڳئي وقت سرڪار اهو ذمو پاڻ تي ڪنيو هو، تہ راءَ جي طاقت کي ڪو لوڏو ڪونہ ايندو ۽ ملڪ جي وحدت کي اندروني خواهہ بيروني دشمن کان بچايو ويندو. اهڙيءَ طرح جهاريجن سردارن تي بہ وڏي عنايت ڪئي ويئي. هنن انقلاب جي زماني ۾ اسان جي مدد ڪئي هئي، تنهنڪري هنن جو اسان تي حق هو. اسان هنن کي خاطري ڏني، تہ سندن ملڪيتون سلامت رهنديون، بشرطيڪ هو وعدو ڪندا، تہ نياڻين جي هتيا نہ ڪندا. انهن ڀاري رعايتن جي مقابلي ۾ انگريز سرڪار کي نالي ماتر فائدو پهتو آهي. اسان کي ڀُڄ جي دربار مان فقط بہ لک ۽ اسي هزار رپيا ساليانو خراج ملندو آهي، جو ضروري فوج جي خرچ جي اڌ کان بہ گهٽ آهي. هوڏانهن دربار کي انجر ۽ ان جي ماتحت وارا علائقا واپس ڪيا

ويا آهن. انهن دوستيءَ جي فائدن کي شمار ڪندي، اسان ڪي ٻالڪ هتيا بند ڪرڻ ۾ جا اخلاقي فتح حاصل ٿي آهي، سا وسارڻ نہ کپي. ڪڇ ۾ ڪانيا واڙ ۾ انهيءَ وحشتناڪ رسم بند ڪرڻ جي اسان شروع کان وني ڪوشش پئي ڪئي آهي، ۽ هاڻي ان جو رواج گهڻو گهٽ ٿي ويو آهي.

ڪڇ ۾ اسان جي اچڻ کان اڳ، جي حالتون هيون، انهن تي جيڪڏهن غور ٿو ڪجي، تہ چئجي ٿو تہ نئون انتظام ملڪ لاءِ مفيد ثابت ٿيندو- جيڪڏهن اسان مداخلت ڪري پنهنجي اختياريءَ ۽ انصاف جوهٽ نہ ڏکيڙيون ها، تہ هن وقت تائين فسادن ۽ بدانتظاميءَ جي ڪري ملڪ جو نالو نشان بہ نہ هجي ها. ڪڇ، سنڌ جي فوجي ظالمن جي فولادي چنبي ۾ اچي وڃي ها، يا اڳي وانگر مڪاني ستمگرن جو شڪار هجي ها. تحقيق اهو تصور ڪرڻ محال آهي، تہ حڪومت جون بدڪاريون ۽ بدعنوانيون ۽ بدبخت صوبي جي ماڻهن جي بداخلاقي، جن لاءِ خونريزي ۽ بغاوت رواجي ڳالهيون آهن، ملڪ کي ڪٿي پهچائين ها!

قلم تازو، 15- جون 1829ع، جتي اسان پنهنجو قصو ختم ڪيو هو، ان وقت کان وني ڪڇ کي انگريزن جي حڪومت جي نعمت حاصل پئي ٿي آهي. اتفاق سان گوڙ فساد پيو ٿيندو آهي، پر ان جو ڪارڻ ڏڪار يا اهڙا ٻيا طبعي سبب هوندا آهن، جن تي ڪابہ انساني حڪومت قابو پائي نٿي سگهي. سنہ 1823ع ۽ 1824ع ۾ بارش بلڪل ڪانہ پئي، ان ڪري ڪڇ جهڙي ملڪ ۾، جنهن جي آبپاشيءَ جو سارو دارومدار آسمان جي رحم تي هوندو آهي، جا تڪليف ٿي هوندي، ان جو تصور ڪري نٿو سگهجي. گهڻا ماڻهو گجرات لڏي ويا، جتان هو پوءِ، جڏهن پاڻيءَ جي ڪميءَ جي شڪايت دور ٿي، تڏهن موٽي آيا. ٻيا جي گهٽ صلح پسند هئا، سي پارڪر ۽ سنڌ ۾ ٽپي ويا. اتي هنن فوجي سپاهين ۽ ٻين صوبن جي جانبازن سان گڏجي ٽولا ناهي، ڪڇ ۾ ڌاڙا هنيا، ڳوٺ ڦريا ۽ ساڙيا. سن 1825ع ۾ ڪجهہ برسات پئي. ان سال ريجنسي جي چوڻ تي نائب سفير جي نظرداريءَ هيٺ ڍالن وصول ڪرڻ جو هڪ نئون ۽ ڪم آزاد طريقو اختيار ڪيو ويو. ان ڪري ملڪ ۾ ڪجهہ ناپو ٿي ۽ ڌاڙيلن جون ڪارروايون گهٽ ٿيون. انهن مان گهڻن ٻک جي ڪري اهو ناجائز پيشو اختيار ڪيو. جڏهن ملڪ وري سائو ۽ سبز ٿيو، تڏهن هنن چپ چپاتيءَ ۾

موٽي اچي پنهنجون بنيون وسايون ۽ دربار گهڻو ڪري سيني کي سواءِ چند ماڻهن جي ڪرم فرمائي، زمين آباد ڪرڻ جي اجازت ڏني.

سنڌ جي حڪومت انهن چورن ۽ ڌاڙيلن کي هميشه پناهه پئي ڏني آهي، جنهنڪري اسان جا انهن سان وقت بوقت مٽ ڀيڙ پئي ٿيا آهن. ٻين موقعن تي، هڪڙو سن 1829ع ۽ ٻيو سن 1825ع ۾، ميرن کي هيسائڻ لاءِ، ته جيئن هو عهدنامن جي ڀڄڪڙي نه ڪن، اسان کي ڪڇ ۾ فوج جو مظاهرو ڪرڻو پيو هو. سن 1823ع ۾ انگريزن ۽ ڪڇ جي حڪومتن جي وچ ۾، هڪ نئون عهدنامو ٿيو هو. هن جي شرطن مطابق انجر ۽ ان جي ماتحت علائقا راءَ کي واپس ڏنا ويا. انهن جي عيوض هن اسان کي اناسي هزار رپيا ڏيڻا ڪيا. تخمينو ڪيو ويو هو، ته اها رقم انهن علائقن جي آمدنيءَ جيتري آهي. راءَ صاحب کان ڪل اسان کي ٻه لک ۽ اناسي هزار رپيا ملندا آهن. ڏڪر ۽ ٻين سببن ڪري اهو خراج باقاعدي ڪونه ڏنو ويندو آهي. وقتن تي اسان اهو خراج معاف به ڪري ڇڏيو آهي. بهرحال، اهو اسان جي خرچ لاءِ ڪافي نه آهي. اها حقيقت آهي ته اسان جي عاليشان سلطنت جي لاءِ ڪڇ هڪ سرحدي صوبو آهي. پر انهيءَ جا فائدا مشڪوڪ آهن. ڪڇ اسان جي خزاني تي هڪ دائمي ۽ اجايو بوجو آهي. ڪڇ جي دوستيءَ مان اسان کي وڏا ۽ ڏنا وائنا نقصان ٿيا آهن، پر هن موضوع تي وڌيڪ اپٽار ڪرڻ جي ضرورت نه آهي.

هن تذڪري ۾ جن شخصن جا نالا ڏنل آهن، تن متعلق وڌيڪ معلومات دلچسپيءَ کان خالي نه ٿيندي. ڪئپٽن ايم. مردو، سن 1819ع جي عهدناسي کان پوءِ جلدي وفات ڪري ويو. هن جي وفات ڪري سندس لاءِ ملڪ کي سخت صدمو پهتو ۽ ڪڇ جي يوربي خواهه ديسي رهاڪن کي ڏک ٿيو. هو سچ پچ ته ڪڇ جو هڪ وڏو خيرخواهه هو. هو واگر جي علائقي ۾ پلنسوا جي پرسان ٻرون وادي ۾ گذاري ويو. ۽ دفن به اتي ئي ڪيو ويو. مڪاني ماڻهو هن جي قبر جي نهايت خبرداريءَ سان حفاظت ڪندا آهن، ۽ پري پري جا ماڻهو ان جي زيارت ڪرڻ ايندا آهن. هڪڙي شريف ماڻهوءَ کي ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو محنت جو اجر ڪپي! راءَ ڏيسل هاڻي ٽيرهن ورهين جو ٿيو آهي ۽ اميد ڪئي وڃي ٿي، ته هو رعيت جي دل جون مرادون پوريون ڪندو. هن يـــچ جي پادريءَ ريورنڊ مسٽر گريءَ کان ڪجهه انگريزي سکي آهي ۽ هن بزرگ، جوان شهزادي جي دل ۾ حسابن ۽ ٻين علمن لاءِ شوق پيدا ڪيو آهي.

هن جو پيءُ، سابق راءَ پرملجي، اڃا نظربند آهي. هو ويچارو اڃا چوٿيهن ورهين جو به نه آهي ۽ ان مان ڏهه ورهيه بند ۾ گذريا اٿس. پنج ورهيه ٿيا، ته مون هن کي ڏٺو هو. ان وقت هن جي تمام رحم جهڙي حالت هئي ۽ هو فتح محمد جي محل ۾ رهيل هو. هن کي سندس معزوليءَ جي وقت کان وني پُٽ يا گهر جي ٻئي ڪنهن به ڀاتيءَ جي منهن ڏسڻ جي اجازت ڪانه ڏني ويئي هئي. ڪرنل پاٽنجر سن 1825ع ۾ ڀُڄ جو سفير مقرر ٿيو. هن کي سندس حال تي رحم آيو ۽ سرڪار کان اجازت ورتائين، ته هن کي ڪنهن وڏيڪ آرام واريءَ جاءِ تي رهايو وڃي. ان وقت کان وني هو پنهنجي پٽ جي محل ۾ رهندو آهي، جتي ڪيس وڏا آرائش ٿيل ڪمرا مليل آهن. ائين آهي، ته هن تي انگريزي فوج جو پهرو بيٺل آهي، ته جيئن هو ڀڄي نه وڃي، پر ان کان سواءِ ڪيس هر نموني جون ٻيون سهوليتون ڏنيون ويون آهن. هن کي هفتي ۾ ٻه دفعا ٻاهر هوا خوريءَ لاءِ هڪ يورپي عملدار ۽ ڪن سپاهين سان گڏجي وڃڻ جي اجازت هوندي آهي. هو گهڻو وقت پنهنجي پُٽ، راءَ جي صحبت ۾ گذاريندو آهي. هو پٽ جي تعليم ۾ گهَري دلچسپي وٺندو آهي ۽ هن لاءِ محبت اٿس. هو هاڻي اهڙو ڳنڀير ۽ معتبر لڳندو آهي، جو ڪو ڪونه چئي سگهندو ته هو اڳي هڪ مڪار قاتل ۽ ڪنور ظالم هو، جنهن رعيت تي هر قسم جي مصيبت آندي هئي. هو ڪجهه قدر پرهيزگار آهي ۽ چون ٿا ته سوٽ جي خون لاءِ سچ پچ پڇتايو اٿس، ۽ توبهه تائب ٿيو آهي. انهيءَ واقعي هن جي دل ۾ ضمير تي گَهرو اثر ڪيو ٿو ڏسجي. هن سن 1827ع ۾، پنهنجن پاپن جي پراسچيت ڪرڻ لاءِ لدوبا جي مٽي، گهڻو ڪري، ڪريا ڪرم سان، گنگانديءَ جي پاڻيءَ ۾ اڇلائڻ لاءِ، برهڻن هٿان، بنارس جي پوتر شهر ڏانهن موڪلائي هئي. زواليت جا اهي فائدا آهن. گهڻ ۾ گهڻ راءَ پرملجيءَ تي ان جو چڱو اثر پيو آهي. راءَ راهه دين جا هڏا به تازو بنارس موڪليا ويا آهن، ان لاءِ ته هن جي آتما کي شانتي حاصل ٿئي. چاڪاڻ ته هو پنهنجن وڏن جي ڌرم کان ڦري ويو هو، ۽ پنهنجي مذهب جي جنون ۾ ملڪ کي آزاريو هئائين.

راءَ پرملجي جي ڀيڻ ڪيسر ٻائيءَ جي شادي ڪانياواڙ ۾ جهونا ڳڙهه جي نواب سان ڪرائي ويئي هئي. چون ٿا، ته اتي هن کي ڪنهن حيلي سان مارايو ويو هو. ڪيچ جا ماڻهو چوندا آهن، ته هن جي جُتي ۾ زهر وڌو ويو هو. پهرئين

عهدنامي کان پوءِ، محمد سوٽي ۽ سيويراج هنسراج کان زوريءَ وڏيون رقمون، جي هنن غبن ڪيون هيون، وصول ڪيون ويون هيون. ان کان پوءِ هنن جو اقتدار گهٽ ٿي ويو، هو ٻيئي سن 1818ع ۾ مري ويا. چون ٿا، ته کين زهر ڏنو ويو هو. ميان حسين جي ذليل زندگي اجا پوري ڪانه ٿي آهي. هو سال ۾ ٻه دفعا ڀُڄ ويندو آهي، جتي سندس پيءُ ڪمال حاصل ڪيو هو ۽ پاڻ بدناميءَ ۾ رهيو هو. هن جو ذليل ۽ فربه بدن ڏيکاري ٿو، ته هو ڪهڙن شغلن ۾ مشغول آهي. هن جي پيڻ جنهن جي راءَ پرملجيءَ عصمت دري ڪئي هئي، سا هڪ فاحش ۽ بازاري عورت ٿي چڪي آهي.

سن 1819ع جي عهدنامي کان پوءِ، ڪڇ جي حڪومت جو ڪاروبار انگريز سفير، وزير لکمياداس ۽ سيٺ جيٺا جي هٿن ۾ هوندو هو. جماعت جا جهاريجا ميمبر دست اندازي ڪونه ڪندا هئا. سن 1825ع ۾ ثابتي ملي هئي، ته جهاريجن جو مکيه سردار روهتن وارو وسواجي ڪن باغين سان بغاوت ڪرڻ جهڙي خط و ڪتابت ۾ ملوث هو: تنهنڪري هن کي پنهنجي عهدي تان لاهي، شهر نيڪالي ڏني ويئي هئي ۽ هن جاءِ تي ٻيو سردار مقرر ڪيو ويو هو. ان کان پوءِ وري رتنسي کي هٽايو ويو، جو هن ڏانهن رياست جي بقايا رهيل هئي ۽ هن جو ڪيترن ذليل ۽ ڪڌن ڪمن ۾ هٿ هو، جن جي ڪري هو پاڻ ۽ سنرجي سيئوجي جو سارو خاندان تباهه ٿي ويو ۽ انگريز سرڪار ڪانئن بدظن ٿي. راءَ ڏيسل، ملڪي ڪاروبار ۾ دلچسپي وٺي رهيو آهي، ۽ اڪثر درٻار ڪندو آهي. پر مکيه ڪاروبار اجا سفير لکمياداس جي هٿ ۾ آهي. عام خيال هو، ته هن جو به انهن ذليل ڪمن ۾ هٿ هو، جن جو مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. پر هن وقت هو نهايت ايمانداريءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي. ڪڇ ۾ هن وقت هيءُ ئي هڪ شخص آهي، جو پنهنجي نسل ۽ لياقت جي ڪري مٿي چڙهيو آهي.

17- اپريل 1830ع مارچ ۾ جڏهن سرجان مالڪوم ڀُڄ ويو هو، تڏهن حڪم ڏنو هئائين، ته سابق راءَ پرملجيءَ تان پهرو لاٿو وڃي.

- سفارتخانه ڀُڄ، 1- جنوري 1830ع

---

# پڇاڙي

ڪڇ جي رهاڪن جو هيءُ احوال مون ڪجهه سال ٿيا، تہ هڪ دوست لاءِ لکيو هو. ان کان پوءِ حالتون بدلجي ويون آهن، پر تنهن هوندي بہ اهو احوال هت ڏجي ٿو. ڏسڻ ۾ ايندو، تہ مسٽر ايلفنسٽن ۽ ڪئپٽن ايم. مرڊو، جيڪي هن عنوان تي لکيو آهي، تنهن کان وڌيڪ، سواءِ ڪن رابين جي، هن مضمون ۾ ڪجهہ ڏنل نہ آهي.

تخمينو ڪيو ويو آهي، تہ هن وقت ڪڇ ۾ ٽي لک پنجاهہ هزار ماڻهو رهن ٿا، جن جو ٽيون حصو مسلمان آهن، ۽ باقي مختلف ذاتين جا هندو آهن. اڳي آبادي وڌيڪ هوندي هئي، پر هاڻي ڪيترن سببن ڪري گهٽجي ويئي آهي. سنہ 1816ع ۾ جو گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ ڏڪر ۽ مرض پيو هو، تنهن ۾ ڪڇ جي اڌ آدم شماري ڇٽ ٿي ويئي. راءَ لکا، غوري ۽ راهہ دين جي ظلمن ۽ فتح محمد جي لڙاين ويتر ملڪ جو خانو خراب ڪيو. ان کان پوءِ، ڪيترا سال ساندهہ برسات کانہ پئي آهي، جنهنڪري ڪيترا ڪڙمي پيٽ گذران لاءِ سنڌ يا ٻين ملڪن ڏانهن لڏي ويا آهن.

ڪڇ جا رهاڪو هندستان جي هن ڀاڱي جي ٻين ملڪن جي رهاڪن کان وڌيڪ مضبوط، جانٺا ۽ ناهوڪا آهن. انهن مان ڪيترن ۾ خاص ڪري راجپوتن ۾ اوچي فوجي ذات جا اهڃاڻ آهن. مٿئين طبقي جي ماڻهن جون زالون خوبصورت ليکيون وينديون آهن. ظاهري نظر ايندو، تہ ماڻهو جاهل ۽ ڪاهل آهن، پر جيڪڏهن ويچار ۽ ڌيان سان ڏسبو، تہ معلوم ٿيندو، تہ ائين نہ آهي. اوهان کي اهو ڀڏي تعجب لڳندو، تہ ڪڙمي ماڻهو نهايت ذهين آهن، ڪمين جي ڪاريگري، تہ اڳيئي مشهور آهي. مانڊوي جو محل ۽ ڀُڄ ۾ راءَ لکا جو مقبرو، معماريءَ جا لاجواب مثال آهن. ڪڇ جا سونا روپا زيور مشهور آهن ۽ يورپي ماڻهن بہ انهن جو قدر ڪندا آهن. انهن ۾ اهڙي لطافت ۽ نزاڪت هوندي آهي، جو سواءِ چينائين جي، ٻيو ڪوبہ ايشيا جو ملڪ انهن جو مقابلو نٿو ڪري سگهي. دنيا ۾ ڪا اهڙي ڪل ڪانہ آهي، جا ڪڇ جا سونارا، واڍا ٿوريءَ سمجهاڻيءَ ۽ صلاح سان

ناهي نہ سگهن. مون هڪڙو انهن جو ٺهيل بندوق جو گهوڙو ڏٺو. جو اهڙو هو جو سيڪنهن تي سمجهيو، تہ ولائتي آهي.

مان نٿو سمجهان، تہ ڪڇ جا رهاڪو هندستان جي ٻين ماڻهن کان وڌيڪ بداخلاق آهن. جي ائين هجي بہ، تہ بہ ياد رکڻ گهرجي، تہ هو وڌيڪ احتياط وارا آهن ۽ ظالم، بيرحم ۽ بداخلاق حڪومت جي اثر کان اجا هاڻي آجا ٿيا آهن. سنہ 1819ع تائين هو اهڙيءَ حڪومت هيٺ رهندا ٿي آيا. هو گهڻو ڪري صلح پسند، فرمانبردار ۽ ادب وارا هوندا آهن. هنن ۾ ڌاڙا ۽ خون ورلي ٿيندا آهن. سواءِ مياڻن جي، جن جو احوال هيٺ ڏنو ويو ويندو.

آفيم ۽ حقي جو ملڪ ۾ عام رواج آهي. ڪڇين جي نظر ۾ آفيم ۽ حقو هر دماغي خواهہ جسماني مرض جو علاج آهن. ڪڇي گهر ۾ هوندو يا باهر، مسافريءَ تي، تہ حقو ساڻ هوندس. فرصت جو سمورو وقت هو حقو ڇڪيندو آهي. مون راءَ جي سوارن سان مسافري ڪئي آهي. هو تڪا هلندا آهن، تہ بہ حقو پيا ڇڪيندا آهن. ڪڇ جي هر طبقي جي ماڻهن ۾ آفيم جو اثر نظر ايندو. ماڻهو آفيم جي اثر کان سست ۽ ڪاهل ٿي پيا آهن. پر جي ڏسبو، تہ آفيم جو ڪابہ ڪيترو آهي، تہ پوءِ ان جا اثر تمام خراب ڪونہ آهن. آفيمي ڪم ڪرڻ کان ڪيٻائيندا آهن، پر ممڪن آهي تہ ماڻهو فطرتاً بہ سست هجن. آفيم جسم يا دماغ کي ايترو نقصان نٿو پهچائي، جيترو پهچائڻ کپيس. روهہ جو جهاريجو سردار وسراجي، جو ڪڇ جي تاريخ ۾ گذريل مٽ ورهين کان مشهور آهي، تنهن پنهنجي عمر ۾ آفيم پئي کاڌو آهي. تنهن هوندي بہ هن تي ڪو خراب اثر ڪونہ پيو آهي- ايتريقدر جو گذريل سال هن سرڪار جي خلاف سازشون پئي ڪيون. پر پڪڙجي پيو ۽ ڪيس سندس قلعي ڏانهن روانو ڪيو ويو. هو هاڻي اسي ورهين جو آهي ۽ ڪمزور ۽ لاغر ٿي ويو آهي، پر دماغ اجا سالم اٿس. اها ڳالهہ فقط وسراجيءَ جي حالت ۾ صحيح نہ آهي: مون جاچ ڪري معلوم ڪيو آهي، تہ ڏيهي ماڻهن تي آفيم جو تمام برو اثر ڪونہ ٿو پوي. ائين بہ آهي جو اوير هندستان جو آفيم، ترڪيءَ جي آفيم کان گهٽ نقصانڪار آهي.

آفيم گهڻو ڪري پاڻيءَ ۾ ڳاري نُنڍين وٽين سان پيئندا آهن. پڙهندڙ ٻڌي حيران ٿي ويندا، تہ ماڻهو ڪيترو آفيم پي سگهن ٿا. ان ۾ شڪ ڪونہ آهي، تہ آفيم تڪل جسم ۾ جان وجهي ٿو. هڪ لڳا مون هڪ ڪڇي سوار سان رات جو مسافري تي ڪئي. اسان ڏاڍا ٿڪا هئاسين. ٽيهہ ميل پنڌ ڪري چڪا هئاسين. هن جي چوڻ تي مون کي لاچار ٻن - ٽن منٽن لاءِ ترسڻو پيو. انهيءَ وچ ۾ هن تولو- ڏيڍ آفيم جو پاڻ بہ کاڌو ۽ پنهنجي گهوڙي کي بہ کارايائين. ان جو اثر هڪدم گهوڙي ۽ سوار ٻنهي تي پيو. گهوڙي چاليهن ميلن جي مسافري آسانيءَ سان طئي ڪئي، ۽ سوار بہ ڦڙت ۽ هوشيار نظر ٿي آيو.

ڪڇ جا هندو سواءِ جهاريجن راجپوتن جي، هندستان جي ٻين ڀاڱن جي هندن کان مختلف نہ آهن. ملڪ جا امير امراءَ جهاريجا آهن ۽ هنن جو راءَ جي گهراڻي سان ٿورو گهڻو لاڳاپو آهي. هو پنهنجو نسل ساڪي گولاري مان ڄڪيندا آهن. جو سنڌ ۾هزارها سال اڳ حڪومت ڪندو هو. هن جا چار پٽ: مور، انڙ، ڦول، ۽ منيا ڀائي گهرو اختلافن سبب ڪڇ ۾ لڏي اچي وينا هئا. پويان ٻہ، ٻنا اولاد مري ويا. ساڪو ڦولائي مور جي ٽين پيڙهي هو. هن جو نالو ڪڇ ۾ اڃا مشهور آهي. نوانگر جو هاٿوڪو ڄام ۽ ڪڇ جي راجپوت جهاريجا، انڙ جي اولاد مان آهن. هُميرجي هن جي پوين مان هو. هو چار سؤ ورهيہ اڳ اتي رهندو هو. هن کي چار پٽ هئا: کينجر، رهائبجي، صاحبجي ۽ الياجي. راءَ کينجر جي اولاد مان آهي. ٻيا جهاريجا ٻن ٽن پٽن جي نسل مان آهن. هو پنهنجي ذات وڏيڪ اوچي سمجهندا آهن.

ڪڇ ۾ اٽڪل اڍائي سؤ جهاريجا سردار آهن. هنن سڀني کي سندن يا سندن وڏن جي خدمتن يا عزازت سبب راءَ وٽان جاگيرون مليل آهن، جو سندن ولي نعمت آهي. هو ڀياد يعني راءَ جي برادري ڪري سڏبا آهن ۽ سندس موروثي صلاحڪار آهن. راءَ جي گهر ۾ جڏهن ڪو نر ٻار پيدا ٿيندو آهي، تہ شاهي جاگيرن مان ڪيس ۽ هن جي اولاد کي حصو مقرر ڪري ڏنو ويندو آهي. سردارن جي خاندان ۾ بہ ساڳئي اصول تي عمل ڪيو ويندو

آهي ۽ جاگيرون عزيزن ۾ ورهائي تقسيم ڪيون وينديون آهن. جي سردار جا "پياد" سڏبا آهن. ظاهر آهي، تہ انهيءَ رواج ڪري جاگيرون ٿوري عرصي ۾ ننڍا ننڍا حصا ٿي ورهائجي وينديون. پر ٻالڪ هتيا جي وحشي رسم انهيءَ رواج جو اثر ڪجهہ قدر گهٽائي ٿي، سيڪنهن کي خبر آهي، تہ اهو رواج هندستان جي راجپوتن ۾ بہ آهي. ڪڇ جي جهاريجن جو چوڻ آهي، تہ اهو رواج، انڙ جي اولاد مان هڪ پوئين پٽ جاڙي وٺان شروع ٿيو، جنهن جي نالي پٺيان هنن جو خاندان جاڙيجو سڏبو آهي. چون ٿا، تہ هن ست سؤ ورهيہ اڳ، هڪ ڏينهن ۾ پنهنجون ست ڌيئرون ماري، پنهنجن پوئين لاءِ هڪ مثال قائم ڪيو هو. افسوس آهي تہ هن جا پويان سندس پيرويءَ جي خلاف معصوم پٽ بہ ماريندا آهن.

انگريز سرڪار شروع کان وٺي انسانيت جي تقاضا مطابق هن وحشتناڪ رواج بند ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي آهي، پر اهو رواج ماڻهن ۾ گهر ڪري ويو آهي ۽ راجپوت خاندان سمجهن ٿا، تہ ان ۾ سندن فائدو آهي، تنهنڪري شڪ نہ آهي، تہ جهاريجن جي ڪوٽن جي اونداهين ڪوٺين ۾، جتي ڪين ڪوبہ ڏسي ڪونہ ٿو سگهي، انهيءَ رواج تي اجا عمل ڪيو وڃي ٿو. ڀُڄ دربار کي جيڪي انگ اکر مليا آهن، سي ڏيکارين ٿا، تہ چوڪرين کان ڇوڪرا وڌيڪ پيدا ٿين ٿا. ان مان ظاهر آهي، تہ نياڻين جي هتيا ڪئي وڃي ٿي. چون ٿا تہ معصوم ٻارن کي، ٿڻن کي آفيم لڳائي يا کير ۾ آفيم ٻوڙي پياري ماريو ويندو آهي.

جهاريجا، ٻين راجپوتن کي ٻانهون (نياڻيون) ڏيندا وٺندا آهن، پر هو سڀ هڪ ڏاڏي جو اولاد آهن، تنهنڪري هو پنهنجي قوم مان شادي ڪرڻ گوتر گمن ڪري سمجهندا آهن. هنن ۾ ٻالڪ هتيا جو وڏو ڪارڻ اهو اصول آهي. هندستاني سماج ۾ ڪنوارين ۽ اڌپڙهيل عورتن جو مانُ ڪونہ هوندو آهي. جيڪڏهن ڇوڪر جي ٻالڪ اوستا ۾ شادي نہ ٿي، تہ اها ڳالهہ هن ۽ هن جي عزيزن لاءِ رسوائيءَ جو ڪارڻ سمجهي ويندي آهي. جهاريجن جي ڇوڪرين لاءِ ڪڇ ۽ ڪڇ جي پر وارن ملڪن ۾ مڙس ملڻ مشڪل آهي، تنهنڪري جي انهن کي ڇڏيو ويندو، تہ هو بدڪار ۽ بدچلن ٿينديون. سماج

جي هيءَ حالت هڪدم فقط قدرت ڦيري سگهي ٿي. اُميد آهي، تہ اسان جي حڪومت جي اثر هيٺ ۽ سڌريل خيالن جي پکڙجڻ ڪري، اهو رواج آهستي آهستي بند ٿي ويندو. بالڪ هتيا بند ڪرڻ لاءِ جيڪي اُپاءَ اسان ورتا آهن، تن کي وڏيڪ ڪجهہ ڪابہ حڪومت نٿي ڪري سگهي. سنہ 1819ع وارو عهدنامو، ان ڳالهہ جو شاهد آهي، تہ انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيتريون قربانيون ڪيون ويون آهن. انهيءَ عهدنامي جي شرطن مطابق اسان جهاريجن سردارن کي انجام ڏنو هو، تہ هنن جي ملڪيت کي هٿ ڪونہ لاتو ويندو ۽ هنن وعدو ڪيو هو، تہ هو پنهنجن نياڻين کي ايذاءُ ڪونہ رسائيندا. اهڙي طرح اسان نہ فقط ملڪ جي واليءَ پر ٻن- ٽن سون سردارن سان ناتو ڳنڍيو، جو اسان لاءِ نقصانڪار آهي: پر هاڻي اسان ٿوري نٿا سگهون. بالڪ هتيا مخفي نموني ۾ ڪئي ويندي رهي ٿي، جو ان جي خبر ڪانہ پئجي سگهندي آهي، ڪڇ جي راجپوتن جي وڏائيءَ ۽ ظلم جو هڪ مثال هت ڏجي ٿو: سنہ 1762ع ۾ جاره جي لڙائيءَ وقت هنن ڪيترا هزار ٻار ۽ زالون قتل ڪري ڇڏيون، تہ جيئن هو سنڌين جي ور نہ چڙهن.

جهاريجن ۾ هڪڙي روايت آهي، تہ هو جڏهن پهريائين ڪڇ ۾ داخل ٿيا هئا، تڏهن مسلمان هئا. ٻہ سؤ ورهيہ پوءِ، جڏهن ملڪ سمورو هنن جي قبضي ۾ اچي ويو، تڏهن هنن پاڻ تي هندڪا نالا رکايا ۽ هندن جون رسمون اختيار ڪيون. ان وقت کان وٺي هو راجپوت ڪري سمجهيا ويندا آهن، هندو ڌرم ۾ تبليغ ڪانہ آهي، پر اها روايت مستند نظر اچي ٿي. هنن ۾ اجا ڪيتريون مسلمانن جون رسمون آهن. هو قرآن مجيد ۽ شاسترن ٻنهي تي قسم کڻندا آهن. قاعدن قانونن لاءِ هو قرآن مجيد ۽ شاسترن جا حوالا ڏيندا آهن. هو مسلمان ٻورچي رکندا آهن ۽ انهن جي هٿ جو کاڌو کائيندا آهن. راءُ، هندن جي مندر ۽ مسلمانن جي مسجد ۾ عبادت ڪندو آهي. گذريل صديءَ جي وچ ڌاري، راءُ لکا، بغداد جي مشهور ولي، پيران پير جي يادگيريءَ ۾ ڀڄ ۾ هڪ روضو نهرايو هو. هنن جو پويون راءُ ڏيسل پاڻ هر جمعي تي، جو مسلمانن جي عبادت جو ڏينهن آهي، روضي تي قرباني ڪندو هو. ڀڄ جي درٻار هر سال مانڊويءَ مان حاجين کي مڪي

شريف پهچائڻ لاءِ جهاز موڪليندي آهي ۽ مسافريءَ ۾ حاجين ڪي راءَ جي طرفان کاڌو خوراڪ ملندي آهي، ان ۾ شڪ نہ آهي، تہ هي مغلن جي زماني جو رواج آهي. مان سمجهان ٿو، تہ ڪڇ جي راجائن کي انهيءَ شرط تي دهليءَ جي حاڪمن وٽان ملڪ تي حڪومت ڪرڻ جي اجازت ملندي هئي. اهو رواج اڃا هلندو اچي ٿو، اها ڳالهہ ڏيکاري ٿي، تہ جهاريجن جا مذهبي خيال مستقل نہ آهن. ڪڇ جي شاهي خاندان کي مسلمانن سان عزازت ڳنڍڻ ۾ اعتراض ڪونہ هوندو آهي، خاص ڪري جي مائٽي موزون هوندي آهي يا ان ڪري جو ڪو سياسي مقصد سڌ ٿيندو اٿن. رءَ گورا پنهنجي هڪ مائٽياڻي جي شادي سنڌ جي حاڪم ميان محمد سرفراز ڪلهوڙي سان ڪرائي هئي. تازو راءَ پرملجيءَ جي ڀيڻ ڪيسربائيءَ جي شادي جهوناڳڙهہ جي نواب سان ٿي.

ڪڇ جا مسلمان مغربي هندستان جي مسلمانن وانگر گهڻ ذات جا آهن. ڪڇ جي مسلمانن جو هڪڙو طبقو خاص ڌيان جوڳو آهي. انهن جون عبادتون ۽ رسمون ٻين کان نراليون آهن.اهي آهن مياڻا جي ڦرن ۽ ڌاڙن لاءِ مشهور آهن.

مياڻا چوندا آهن، تہ اسان جو ۽ جهاريجن جو نسل ساڳيو آهي. جهاريجا مسلمان ٿيا هئا، پر اسان پنهنجي ڌرم تي قائم رهيا هئاسين. خير حقيقت ڪهڙي بہ هجي، هاڻي هنن راجپوتن وارو شان ۽ وڏائي ڪانہ رهي آهي. هو قديم زماني کان وني اڇوت ۽ چور ٿي رهيا آهن ۽ ملڪ جي حالتن جو فائدو وني هميشہ ڌوهہ ڪندا رهندا آهن.

توهان کي ان ڳالهہ تي تعجب ٿيندو تہ هنن ڌاڙيلن کي ڪڇ ۾ ايترو وقت ماڻهن کي آزارڻ جي اجازت ڪيئن ڏني ويئي آهي؟ ان جو جواب هيءُ آهي، تہ اهي ماڻهن لاءِ هميشہ تڪليف جو باعث هئا: پر هو اڪثر حڪومت کي ڪم ايندا هئا. ظلم زبردستيءَ ۾ هو حڪومت جو طرف وٺندا هئا. وقتن تي هنن کي حڪومت جي طرفان جاگيرون بہ مليون آهن. هنن جي خدمت جو هڪڙو مثال هت ڏجي ٿو. سو هيءُ آهي، تہ سنہ 1817ع ۾ احمدآباد جي نواب ڪڇ تي حملو ڪيو هو، پر مياڻن هن جي رسد بند ڪري ڇڏي ۽ نواب کي لاچار واپس موٽي وڃڻو پيو.

فتح محمد جي حڪومت اهڙي زبردست هئي، جو هن کي ڌاڙيلن جي مدد جي ضرورت ڪانه هئي. جڏهن فتح محمد زور ورتو. تڏهن ملڪ ۾ سخت وڳوڙ ۽ مونجهارو هو ۽ ڌاڙيلن جو اوج هوندو هو. فتح محمد اڃڻ سان ڌاڙيلن جي پاڙ پٽڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ان ڪم ۾ هو ذري گهٽ ڪامياب به ٿيو. پر پوءِ انهن مان ڪيترا ڌاڙيل موسي اڃي ٽڪرين ۾ رهيا، جتي هو آباديءَ تي ڏکيو سکيو گذران ڪندا آهن.

سنه 1823ع ۽ 1824ع ۾ جڏهن ڏڪر پيو. تڏهن هو سنڌ ۾ لڏي ويا. اتي هو ٻين سان مليِ، ٽوليون ٺاهي، ڪڇ ۾ ڌاڙا هڻڻ لڳا ۽ ڪيترا ڳوٺ ڦري، ساڙي ناس ڪري ڇڏيائون.

سنه 1825ع ۾ ملڪ ۾ سڪر تي ويو ۽ گهڻا ماڻهو موٽي اچي پنهنجن ٻنين تي ويٺا ۽ سرڪار مٿن ڀاڄه ڪري ڪين زمينن جو قبضو ڏنو. ٻيا اچا سنڌ ۾ رهيا پيا آهن ۽ موقعي ملڻ تي وري شورشون ڪندا. ڪي پنهنجن ڏوهن سببان دربار جي هٿان سزائون ڪائي ويا آهن. انهن مان ڪيترن اهڙي مردانگيءَ سان موت جو مقابلو ڪري، ڦاسيون کاڌيون آهن، جي اڳين ڏينهن جي يادگيري ڏيارين ٿيون. ڪاش! انهن جي هڪڙي قوت ۽ همت ڪنهن چڱي ڪم ۾ صرف ڪن ها. انهن جي هڪڙي سردار ڪي، جنهن جو نالو امريو هو، اسان جي فوج جي هڪ دستي گذريل اپريل ۾ جهليو هو. ڪڇ جي رواج مطابق هن کي توب جي منهن وٽ بيهاري، اڏايو ويو هو. هو قيد ۾ رهي تمام هيڻو ٿي ويو هو، ۽ ڪيترا زخم هئس، ته به هن جي دل ڪانه ڌهلي، مڙسيءَ سان موت کي منهن ڏنائين. هن جي روبرو سندس ڪيترا ساٿي توب جي گولي ڇٽڻ سان اڏامي، پرزا پرزا ٿي ويا هئا. هو نهايت همت سان توب جي اڳيان اچي بيٺو ۽ پاڻ کي ٻَڌائڻ نه ڏنائين. توب جي منهن وٽ بيهي چيائين، ته مون کي اجازت ڏيو. ته مان پاڻ توب کي ڇوڙيان. هنن اوائلي قوم جي ماڻهن ۾ اڃا سندن وڏن جون عادتون ۽ رسمون موجود آهن، هنن جي دليريءَ ۽ سختيءَ کان صلح پسند ڳوٺاڻا ڪن هٽندا آهن. انگريزن جي فوجي چوڪين ڪجهه ماڻهن ۾ اطمينان پيدا ڪيو آهي، مياڻن جو چوڻ آهي، ته اسان جي قوم کي بد دعا ٿيل آهي، هنن جو

هر ٻــري ڪم سان واسطو آهي، ڪڇ ۾ جيڪو ٻه ڏوهه ٿيندو آهي، تنهن ۾ هنن جو هٿ ضرور هوندو آهي. ماڻهو هنن کي هٿ ڪٺي پٽيندا آهن.

**جون - 1829ع**

قلم تازو: مٿيون احوال سنه 1826ع جي شروع ۾ لکيو ويو هو، جڏهن ڌاڙيلن جون ڪارروايون زور شور سان چالو هيون، ان کان پوءِ، ملڪ ۾ سکر ۽ حڪومت جي سٺي انتظام سببان حالتون بدلجي ويون آهن ۽ مياڻن جو نالو هاڻي ٻڌڻ ۾ به ڪونه ٿو اچي. سنه 1827ع ۾، ڀُڄ جي درٻار هنن کي اڳين ڏوهن جي عام معافي ڏني هئي. اهو هڪ نهايت مصلحت آميز ۽ رحم جوڳو قدم هو، ان جو نتيجو اهو نڪتو آهي، جو سنڌ ۾ جيڪي ڪڇي هئا، سي واپس موٽي آيا آهن.

---

ڀُڄَ جو سفارتخانو،
16- سيپٽمبر 1828ع

ممبئيءَ جي طبعي محڪمي جي
سيڪريٽري ڏانهن.

حضور اعليٰ!

توهان جو هن مهيني جي پهرين تاريخ تي لکيل خط پهتو. اوهان جي 23- اپريل 1828ع واري سپرنٽينڊنگ سرجنس ڏانهن موڪليل اشتهار جي سوالن جا جواب طبعي محڪمي جي خدمت ۾ پيش ڪجن ٿا. ان سان گڏ ڀُڄ جي طبعي حالتن تي منهنجا رايا پڻ ڏنل آهن.

**جيمس برنس**

# طبعي نقطۂ نظر کان ڪڇ جو احوال

ڪڇ جو صوبو انهن ۾ ستهتر اوير ڊگهائي ڦاڪ ۾ ٻاويهين ۾ چوويهين اتر ويڪرائي ڦاڪ جي وچ ۾ واقع آهي.

ان جي ڊيگهه اوڀر کان اولهه تائين هڪ سؤ پنجهٺ ميلن کان وڌيڪ نه آهي. ان جي ويڪر، اتر کان ڏکڻ تائين وڌ ۾ وڌ ٻاونجاهه ميل ۾ گهٽ ۾ گهٽ پندرنهن ميل آهي.

ان جي ڏکڻ ۾ ڪڇ جي نار ۾ هندي سمنڊ آهي: اتر- اوڀر ۾ اتريون رڻ آهي، جو مئي کان آڪٽوبر تائين کاري پاڻيءَ سان ڀريل هوندو آهي. اولهه ۾ ڪوري ندي يا سنڌونديءَ جي اولاهين شاخ آهي.

ڪڇ جو گهڻو حصو ويران ۾ بُٺ آهي. شهر گهڻا قدرت جي لوڏن يا انسانن جي زيانڪاري قوتن هٿان زبون ٿي ويا آهن. ڳوٺن جي پرسان ٿوري ڪا آبادي آهي، باقي ملڪ ٿَڪرُ ۾ واري آهي. ان ۾ ڪوبه سلوڪ جو ٿُڪر ڪونه آهي. پاڻي جي سخت قلت آهي، ۽ جتي پاڻي آهي به، ته به کارو. ماڻهن جي آبادي ساڍن ٿن لکن کان وڌيڪ نه آهي. پر پيدائش ايتري به نه آهي، جو انهن جي گذران لاءِ ڪافي ٿئي: تنهنڪري سُڪر جي زماني ۾ ڪڇ کي سنڌ مان اَن گهرائڻو پوندو آهي.

سال جا نوَ مهينا آبهوا معتدل ۾ خوشگوار هوندي آهي. آڪٽوبر جي مهيني کان ديسي خواهه يورپي ماڻهو ڊڄندا آهن، جو اتي روڳ ۾ بيماريون پيدا ٿينديون آهن، ۽ شايد گرمي گهٽ ٿيندي آهي. اونهاري ۾ گرمي گهڻي ٿيندي آهي. اپريل ۽ مئي جي مهينن ۾ سفارتخانو رهڻ جي قابل نه هوندو آهي. سڄو ڏينهن لُڪ لڳندي آهي ۽ گهر مٽيءَ ۾ واريءَ سان لَٽجي ويندا آهن. شيشي جون دريون به بچاءُ ڪونه ڪري سگهنديون آهن.

چوماسي ۾ برسات پوري پني پوندي آهي. بعضي بعضي، ته مينهن به بلڪل ڪونه پوي. جنهن ملڪ جو سارو دارومدار آسمان تي آهي، ان ۾ برسات جي قلت ڪري ماڻهن کي سخت تڪليف ۾ رنج ٿيندو آهي. پر ڏٺو ويو آهي. ته جنهن سال ۾ برسات نه پوندي آهي، ته اهو سال يورپي ماڻهو خوش گذاريندا آهن. ڪڇ سن 1823ع ۾ سن 1824ع ۾ ڏاڍو خوشگوار هو. سن 1825ع ۾ سخت برسات کان پوءِ، آبهوا بگڙي وئي.

ممبئي ڪاتي جي بين ياڳن جا رهاڪو ڪڇ جي آبهوا صحت بخش ڪونہ ڪري سمجهندا آهن. هو اوڏانهن وڃڻ کان ڪيٻائيندا آهن، جيستائين وڏيڪ پڳهار ۽ ڪو چڱو شهر نہ ڏنو ويندو اٿن. مان ڀانئيان ٿو، تہ ماڻهن کي ڪڇ بابت اجائي غلط فهمي وينل آهي. ڀُڄ جي ڏيهي فوج جو دفتر ڏيکاري ٿو، تہ اتي سپاهين جي صحت ٻين ملڪن کان خراب ڪانہ آهي. ساڳئي وقت مون ڏٺو آهي، تہ ممبئيءَ جا ماڻهو، خاص ڪري نوڪريءَ وارا، ڪڇ ۾ اچڻ سان بيمار ٿي پوندا آهن ۽ وري جڏهن واپس ويندا آهن، تہ نوبنا ٿي پوندا آهن.

ڏيهي ماڻهن کي اڪثر بخار ۽ سنڌن جي سور جي تڪليف هوندي آهي. تعجب آهي، تہ هيضہ (ڪالرا) جو مرض، جو ٻہ وارن ملڪن ۾ راڳا ڪندو آهي، سو ڪڇ ۾ زور ڪونہ وٺندو آهي. يورپي ماڻهن کي عام طرح بخار ٿيندو آهي. منهنجو آزمودو آهي، تہ بخار جو ڦهريون وار هميشہ خطرناڪ هوندو آهي، بخار سان ٻيت جون التيون ٿينديون آهن: ان کان پوءِ، واري جا تپ ٿيندا آهن، ۽ دؤرا پوندا آهن. ڪڇ سمنڊ جي ڪناري تي آهي، پر تنهن هوندي بہ بيماريءَ مان اٿڻ ۾ جيترو وقت هتي لڳندو آهي، اوترو ٻئي هنڌ ڪتي ڪونہ لڳندو آهي ۽ سو بہ ماڻهو بلڪل تندرست ڪڏهن ڪونہ ٿيندو آهي.

هي شايد هڪ وهم سمجهيو وڃي، پر ڀُڄ ۾ اسان پنج عملدار ٿي ورهيہ ساندهہ رهيا آهيون ۽ اسان سڀني کي مدي تي دؤرا پوندا رهندا آهن. اسان مان هر هڪ کي اچڻ کان پوءِ، جلد ئي بخار ٿيو هو ۽ ان کان پوءِ، ڇهن مهينن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ دفعو اسان مان هرهڪ کي دؤرو ضرور پوندو آهي. خوش قسمتيءَ سان دؤرو سخت نہ هوندو آهي، ڪوئنين هڪدم فائدو ڪندي آهي ۽ تڪليف گهڻو وقت ڪانہ هلندي آهي. جسم بخارن تي هري ويندو آهي ۽ نقصان گهڻو ڪونہ ٿيندو آهي

ڪڇ ۾ ڪي جايون تمام مُهلڪ آهن، نرونا جو ڳوٺ، جو ڀُڄ جي اتر - اوڀر ۾ رڻ جي ويجهو سيلابي زمين ۾ واقع آهي. سو تہ خاص ڪري مشهور آهي. لکپت بندر جو پاڻي اهڙو خراب آهي، جو ماڻهو چوندا آهن، تہ هڪ ڏيک پرڻ سان ماڻهو عمر ڀر ويهجي ويندو آهي. هيءَ هڪ وهم آهي، پر اهو ڏيکاري ٿو، تہ ماڻهو ان شهر کان ڪيترو بد ظن آهن. مانڊوي هڪ خوشگوار ۽ تندرست شهر آهي. تازو ڪڇ جي حڪومت گهڻو خرچ ڪري، راءَ جي پراڻي

محل کي فوج جي بيمار عملدارن لاءِ سجايو آهي، تنهن هوندي بہ مريضن کي گهڻو فائدو ڪونہ ٿو پوي. آڪٽوبر جي مهيني ۾ سمنڊ جي هوا بہ فائدو ڪانہ پهچائي سگهندي آهي. مون ڏٺو، تہ مانڊويءَ ۾ هڪ وقت نوَ يورپي عملدار، جي پُڄ مان تازا توانا آيا هئا، سي بيمار هئا ۽ انهن جو ڪوبہ پٽيوالو چاق نہ هو، جو انهن جي خدمت ڪري سگهي.

مانڊويءَ ۾ چوماسي جي پڇاڙيءَ ۾ سخت گهُٽ ٿيندي آهي ۽ مئي ۾ اهڙي سخت گرمي ٿيندي آهي، جو ڄڻ ماڻهو برنڊڙ باھ جي پرسان بيٺو آهي.

منهنجو رايو آهي، تہ ڪڇ جي آبهوا اهڙي صحت بخش نہ آهي، جهڙي سمجهي وڃي ٿي، پر ان ۾ شڪ نہ آهي، تہ اها گجرات جي ڪيترن هنڌن جي آبهوا کان سٺي آهي.

پُڄ 45- 67 اوير ڊگهائي ڦاڪ 15- 23 اُتر ويڪرائي ڦاڪ تي واقع آهي. چون ٿا تہ سرطان جو خط يا ليڪو سومرا سير جي ڳوٺ مان لنگهي ٿو، جو رڻ جي ڏاکڻي ڪپ تي ڇانوٽيءَ کان پندرنهن ميل اتر طرف آهي. جيڪڏهن نقشو ڏسبو تہ معلوم ٿيندو، تہ سمورو ڪڇ، سواءِ لکپت ۽ ٻيلي جي سرطان ۽ جدي جي ليڪن جي وچ ۾ آهي.

ڪڇ جي زمين کي اتر طرف رڻ ڏانهن ٿوري سلامي آهي. رڻ ۾ جنهن نموني سمنڊ جي وير جو پاڻي ايندو آهي، سو ڏيکاري ٿو، تہ رڻ سمنڊ جي سطح کان ٿورو ڪو مٿي هوندو. تنهنڪري پُڄ جون ڇانوٽيون بہ گهٽيون مٿي ڪونہ هونديون. منهنجي خيال موجب اهي سمنڊ جي سطح کان سوءُ فوٽن کان وڌيڪ مٿي نہ هونديون. طبعي محڪمي کي نيڪ روشن آهي، تہ مٿانهينءَ جو صحيح اندازو ڪرڻ مشڪل آهي، پر اها حقيقت آهي، تہ پُڄ ۾ پاڻي ٿورن فوٽن تي ملندو آهي، ۽ رڻ جي ڪناري تي، انن - ڏهن فوٽن تي، شهر ۽ سفارتخانو ڇانوٽيءَ کان هيٺانهينءَ زمين تي آهي.

ڪڇ جو ضلعو، جنهن ۾ پُڄ جو شهر اچي وڃي ٿو، سو سڄي صوبي جو سڀ کان غيرآباد علائقو آهي. شهر ۽ ڇانوٽيءَ جي پسگردائيءَ سال ۾ نوَ مهينا هڪ ويران پٽ هوندو آهي، جنهن ۾ گاھ جو هڪ تيلو بہ نظر نہ ايندو آهي. ڪڇ ۾ عام روايت آهي، تہ اڳين حاڪمن اها جاءِ ان ڪري پسند ڪئي هئي، جو اها ملڪ جي وچ ۾ آهي ۽ اتان ڌاڙيلن سان مقابلي ڪرڻ ۾ سهوليت ٿيندي هئي، نہ ان ڪري، تہ ڪو اتي آبادي وڌيڪ هئي.

پُڃ جي پسگردائيءَ ۾ زمين واريا سي ۽ تاڪرو آهي. پُڃيا جي ٽڪري، جا چانوٺيءَ جي اتر - اوڀر ڪان آهي، سا ويران ۽ خشڪ آهي. چانوٺيءَ ۾ پاڻي کوهن جو استعمال ڪندا آهن، پر اهو ڪارو هوندو آهي. يورپي عملدار سفارتخاني جي کوھ جو پاڻي استعمال ڪندا آهن. اهو هڪ ئي کوھ آهي، جنهن جو پاڻي مٺو هوندو آهي. ڏيهي ماڻهو بيپرواھ هوندا آهن. چانوٺيءَ ۾ پاڻيءَ مان ڪنهن کي ڪڏهن نقصان ڪونہ پهتو آهي. برسات ڪان پوءِ، پُڃ جي تلاءَ ۾ پاڻي جام هوندو آهي ۽ شهر جي ماڻهن جو سمورو دارومدار ان تي هوندو آهي. اهو گويا هنن لاءِ هڪ چشمہٴ آب حيات آهي.

پُڃ جي نزديڪ ٻہ نديون آهن. هڪڙي چانوٺيءَ جي اوڀر ۽ ٻي اولھ ۾. ڪڇ جي ٻين ندين وانگر، انهن ۾ پاڻي ڪونہ هوندو آهي، سواءِ برسات جي موسم جي. جڏهن اهي پريون ڦوڪيون وهنديون آهن. اهي نديون رڻ ۾ ڇوڙ ڪن ٿيون. ٻنهي ندين جا پيٽ هڪڙي نديءَ جي شاخ ۾، پُڃ ڪان ست ميل اتر- اوڀر، ڪڇ جو ڪوئلو ليندو آهي.

چانوٺيءَ جي ويجهڙائيءَ ۾ سيلابي زمين يا پاڻيءَ جو ڏُبو ڪونہ آهي. پُڃ جو شاهي تلاءُ، جنهن جو اڳي ذڪر تي چڪو آهي، سو ميل پري آهي. اهو شهر جي اولاهينءَ ديوار ڪان شروع ٿئي ٿو ۽ سفارتخاني تائين هليو وڃي ٿو. اهو جڏهن ڀربو آهي، تڏهن سفارتخاني جي اڱڻ سان اچي لڳندو آهي. برسات ڪان پوءِ، ان جو سوا ميل گهيرو تي ويندو آهي، پر جون مهيني جي شروعات ۾ ان جو ٻہ ڀاڱي ٽيون حصو سڪل هوندو آهي. تلاءُ شهر جي ديوار جي ويجهو وڌيڪ اونهو آهي. تنهنڪري اهو ڀرپائين سفارتخاني جي طرف ڪان سڪڻ شروع ڪندو آهي. اڳي باغن جي تري ۾ سيلاب ٿيندو هو. پر گذريل سال ان کي بند ڪرڻ لاءِ اپاءَ ورتا ويا هئا ۽ هاڻي اهو آزار بند تي ويو آهي، انهيءَ تلاءَ ۾ پاڻي، پُڃ جي ڏکڻ طرف، جي پيٽ آهن، تن جي پريان، ٽڪرين تان ايندو آهي. ننديون ننديون ڪَسيون گڏجي هڪ واهڙ ۾ اچي پونديون آهن. واهڙ ورزشگاھ سفارتخاني جي ٻن اڱڻ جي وچان لنگهي اچي تلاءَ ۾ ڇوڙ ڪندو آهي. اتر وارو وڏو رڻ، پُڃ ڪان ٽيرنهن يا چوڏنهن ميل اتر طرف آهي. سال ۾ ڪيترا مهينا رڻ پاڻيءَ هيٺ هوندو آهي. ان ڪان پوءِ سڪي ڪلرانو تي ويندو آهي.

ڇانوڻيءَ ۾ ڪا بہ ساوڪ يا آبادي ڪانہ آهي. فقط فوج جي اعليٰ عمدار جو هڪ زمين جو ٽڪر آهي، جنهن کي چوڌاري جهنگلو ڏنل آهي، ان کي باغيچي جي نالي سان سڏي سگهجي ٿو. اهو ڇانوڻيءَ جي ڪبي طرف، ۽ ان کان ٻاهر آهي. سفارتخاني جي گهرن جي اڱڻ ۾ بہ باغيچا آهن، پر سفارتخاني خواهہ ڇانوڻيءَ ۾ گهٽي ساوڪ يا گند ڪچرو ٿيڻ ڪونہ ڏيندا آهن.

ڪڇ ۾ گهڻو ڪري اولهہ جي هوا لڳندي آهي. چوندا آهن، تہ سال ۾ ڏهہ مهينا هوا اولهہ- ڏکڻ ۽ اتر جي وچ تي پئي لڳندي آهي، هڪ مهينو اوڀر لڳندي آهي، ان ۾ ماڻهو بيمار ٿيندا آهن ۽ دل خراب ٿيندي اٿن، جي اها گهڻو وقت هلندي آهي، تہ وچڙندڙ مرض ۽ مڪڙ پيدا ٿيندا آهن. هڪ مهينو مختلف طرفن جي هوا لڳندي آهي. برسات کان پوءِ، بيماريءَ جي موسم ۾، هوا بعضي بعضي اتر کان لڳندي آهي، پر ڀُڄ جي ڇانوڻي کي ٽَڪر ۽ قلعي جي پناهہ آهي. ڪڇ جي چوماسي جي برسات زور سان اتر - اوڀر کان شروع ٿيندي آهي ۽ ڏکڻ - اولهہ ۾ وڃي ماٺي ٿيندي آهي.

گرميءَ جي مهينن ۾ پارو سؤ کان مٿي ڊگرين تي چڙهي ويندو آهي. مون مانڊويءَ ۾ اپريل جي مهيني ۾ پارو 106 ڊگرين تي ڏٺو آهي. سياريءَ جي موسم ۾ پارو 40 ڊگرين کي وڃي پهچندو آهي. چون ٿا، تہ هڪ وقت پارو 33 ڊگريون وڃي ٿيو ٿو.

ڪڇ جي هوا خشڪ هوندي آهي. ڀُڄ جي بارودتخاني ۾ دارون ٻين شهرن کان وڌيڪ سلامت هوندو آهي.

برسات کان پوءِ، ڪڇ ۾ تپاولي ٿيندي آهي. تخمينو ڪيو ويو آهي، تہ گذريل سال آڪٽوبر ۾، ڀُڄ جي ماڻهن جي ٽئين حصي کي واري جا بخار ٿيا هئا. انهن بخارن ۾ ماڻهو ڪو ورلي مرندو آهي.

ساري ممبئي ڪاتي ۾ ڀُڄ جي ئي هڪ ڇانوڻي آهي، جنهن جي پرسان گند ڪچرو يا ڪا بي اهڙي شيءِ ڪانہ آهي، جنهن مان بيمار ٿيڻ جو امڪان هجي. سفارتخانو، تلاءَ جي پرسان نہ نهرائڻ ڪپندو هو. پر جيتريقدر مون کي خبر آهي، جي ماڻهو ان ۾ رهن ٿا، تن جي صحت ٻين کان وڌيڪ خراب نہ آهي. مون کي ياد آهي، تہ مان "ڪئارٽرلي ريويو" اخبار ۾ پڙهيو هو، تہ مليريا جو بخار نہ فقط سيلابي زمينن مان پيدا ٿئي ٿو، پر خشڪ زمين ۽ ٻرندڙ جبلن وارين ايراضين ۾ بہ

اُتي تو. ڪڇ جي زمين بہ جوالامُـکي ايراضي آهي. جيڪڏهن اها ڳالھہ صحيح آهي، تہ پوءِ صوبي ۾ خراب آبهوا لاءِ معقول سبب ڏئي سگهجن ٿا. پر منهنجي خيال ۾ ڪڇ جي خراب هوا لاءِ ٻيا ڪافي وزنائتا سبب آهن: هڪڙو تہ ڪڇ رڻ سان لڳ آهي. بيماريءَ جي موسم ۾ رڻ مان گرم بخار تيندا آهن. ائين آهي، تہ انگلنڊ ۽ اٽليءَ ۾ تجربو ڪري ڏٺو ويو آهي، تہ سيمن جا بخار سيلابي زمين کان وڌ ۾ وڌ پندرهن ميلن جي مفاصلي تائين ويندا آهن. پر گرم ملڪن ۾ بخار وڌيڪ مضر هوندا آهن، ۽ پري پري تائين پکڙجي ويندا آهن، تنهنڪري اتي حالتون شايد نراليون هجن. ڇهن هزارن ميلن جي ايراضيءَ مان جي بخار اٿندا، تن جو ضرور ويجهن صوبن تي اثر پوندو، خاص ڪري جڏهن اولھہ جي هوا لڳندي. سنہ 1825ع ۾ ملڪ ۾ تپاولي ۽ مڪڙ ڏاڍا تيا هئا. ان وقت مون ڏٺو هو، تہ اتر- اوير تي لڳو. هيءُ هڪ رايو آهي، مان خود خاطريءَ سان چئي نہ ٿو سگهان، تہ ڪيتريقدر صحيح آهي. گذريل آڪٽوبر ۾ مان سنڌ ۾ هئس ۽ ان وقت منهنجي صحت اهڙي نہ هئي، جو مان هوا جو رخ جاچي سگهان، اڳتي هلي جيڪڏهن مون کي ڪجھہ معلوم ٿيو، تہ مان طبعي محڪمي کي ضرور خبردار ڪندس.

---

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن ڄاڙ وڌي ٿي ڄَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَن نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَن سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڙهَن پَڙهَن جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)